# پورائيءَ

# ۾

# پالَ....

(جيون ڪٿا)

شاهه محمد پيرزادو

ڪتاب جو نالو : پوراڻيءَ ٻيال
(آتم ڪٿا)

ليکڪ : شاهه محمد پيرزادو

ٽائيٽل : محمد دانش (الرزاق گرافڪس)
لي آئوٽ : مهتاب علي مگريو
ڇپيندڙ: Q_Printer
ڇپائيندڙ: پاڪ ٽرسٽ ٻلهڙيجي
ڇاپو : پهريون
July 2017

Rs.400/=

# انتساب



بابي اِمن جي نالي

# اداري طرفان..

باک ٽرسٽ ٻلهڙيجي، پنهنجين محدود سرگرمين ۾ ٻلهڙيجي جي تاريخ کي محفوظ ڪرڻ ۽ ٻلهڙيجي جي ليکڪن جو اڻ ڇپيل مواد ڇپرائڻ وارو واعدو پورو ڪرڻ جي ڪوشش جاري رکيون اچي ٿو.

هي ڪتاب جديد ٻلهڙيجي جي ٻي پيڙهي واري نسل جو ترجمان ڪتاب آهي.

ٻلهڙيجي ڳوٺ ۾ پيرزادن جو خاندان 1936 واري وڏي ٻوڏ جي نتيجي ۾ ڪچي مان لڏي اچي آباد ٿيو ۽ سرڪاري ريڪارڊ ۾ حاجي لعل بخش شيخ جي نالي ۾ نئون ڳوٺ رجسٽر ڪرايو.

1947 واري ورهاڱي جي نتيجي ۾ هن ڳوٺ جا هندو هندوستان لاڏاڻو ڪري ويا. ان خال کي تعليم ۽ علم و ادب جي ميدان ۾ پيرزادن جي خاندان ڀريو.

ٻلهڙيجي جي ان ڪلاسيڪي دور ۾ خليفو محمود، خليفو محمد صديق، ميان غلام حسين، شفيع محمد(ملان جُمن) ۽ وڏيرو حسن علي جا نالا اهم شخصيتن ۾ شمار ٿين ٿا.

ان ڪلاسيڪي دور ۾ جنهن جو تعين 1936 کان 1960 تائين ٿئي سگهجي ٿو ڳوٺ حاجي لعل بخش شيخ، جيڪو نئين ٻلهڙيجي پڻ سڏجڻ لڳو جو تعليمي معيار سڄي تر ۾ پنهنجو ڏاڪو ويهاري چڪو هئو.

انهن 25 سالن ۾ پرائمري تعليم کوايجوڪيشن ۾ ملندي هئي يعني ڳوٺ جا ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون هڪ ئي ڪلاس ۾ ويهي پڙهندا هئا ۽ اعليٰ تعليم ۾ ان وقت 'فائينل' جو امتحان ڏياريو ويندو هئو جنهن ۾ ان ڳوٺ جي پر پاسي وارن ڳوٺن مان پڻ نوجوان اچي داخلا وٺندا هئا ۽ ان وقت ماسترن کي سرڪار طرفان ڪا ماهاني پگهار به ڪانه ملندي هئي. پر پاس ٿيندڙ شاگردن جي بنياد تي گرانٽ ملندي هئي.

اهو ڳوٺ تصوف جي علمي مباحثن ۽ ڪلاسيڪي راڳ لاءِ به مشهور هئو.

ان ڪلاسيڪي دور جي پڄاڻي ، ان وقت جي دانشور نوجوان فقير يار محمد تي ٿئي ٿي.

فقير يار محمد جي قائم ڪيل تصوف جي قلندري طريقت واري فڪري آستاني مان به نوجوان جيڪي اڃان ميٽرڪ ۾ پڙهي رهيا هئا ، جديد پلهڙيجي جو بنياد وجهڻ لاءِ ذهني اوسر واري مرحلي مان گذري رهيا هئا.

جيڪي اڳتي هلي مير محمد پيرزادو ۽ انور پيرزادو جي نالي سان سڄي سنڌ ۽ ملڪي سطح تي سڃاتا ويا.

ان ئي ٿهيءَ ڪلاسيڪي ورثي ۾ سائنسي فڪر ۽ سياسي شعور جو واڌارو ڪيو. ان ئي ٿهيءَ ۾ نمايان نالا ، انور پيرزادو مير محمد پيرزادو، ستار پيرزادو، قربان پيرزادو، لعل بخش پيرزادو، محمد بخش پيرزادو، بيگ محمد پيرزادو، گلاب پيرزادو ۽ عبد الرحيم پيرزادو اچي وڃن ٿا.

ان ٿيءَ جي دور ۾ ٻلهريجي ڳوٺ سڄي سنڌ ۾ دانشوري ۽ سياسي شعور ۾ هڪ مثالي ڳوٺ طور مشهور ٿيو.

اهو دور(1970ع ۽ 1980 جو ڏهاڪو) بين الاقوامي ۽ ملڪي سطح تي هڪ ٽرننگ پوائنٽ ثابت ٿي رهيو هئو.

ان هيجان خيز ۽ متحرڪ دور ۾ جديد ٻلهريجيءَ جي ٽين پيڙهي، نوجوانيءَ جو منزلون طئہ ڪري رهي هئي.

هي ڪتاب ان ٽين پيڙهي واري ٻلهڙيجي جي هڪ ڪردار جي آتم ڪٿا آهي.

اميد ڪجي ٿي تہ هي ڪتاب هڪ اهڙو ڊاڪيومنٽ ثابت ٿيندو جنهن مان ڪيئي ڪتاب جنم وٺندا ۽ ان هيجان خيز دور جي هڪڙي جهلڪ پڙهندڙن کي ڏيکاري سگهندو ۽ ٻلهڙيجي کي ٻيهر علمي، ادبي ۽ فلسفي جي مباحثن جي نئين دور ۾ داخل ڪندو.

هي هن اداري جو ٽيون ڪتاب آهي،هن کان اڳ ۾ ٻہ ڪتاب

1. اي چنڊ ڀٽائيءَ کي چئجان.(شاعري)...انور پيرزادو
2. سارس ساروڻين جا..(نثر) مير محمد پيرزادو

ڇپجي مارڪيٽ ۾ اچي چڪا آهن.

IMAM BUX_ALAM KHATOON(IBAKH)
TRUST BALHREJI.



هَرڪو ماڻهو گُهمي ٿو پاڙيءَ تي
پيرَ ڪنهن جا زمين تي ناهن
سڀ ڪي گُهرجي جواز نفرت جو
عاشقي، شاعري، رَوَا ناهِن
مان سڄاڻپ کان ڪيئن آجو ٿيان
مون تي هي چارَ ڪنهن وڌا آهن
منهنجي، ملڪيت سڄي خدائي آ
ڪوُڙا قبضا سين ڪيا آهن.

## مان ڪير آهيان ؟

مان پيرزادا خاندان جو فرد آهيان..

منهنجو پيءُ امام بخش، منهنجي ماءُ عالم خاتون،

منهنجو ڏاڏو شفيع محمد، منهنجو نانو غلام حسين، .

منهنجي ڏاڏي شاهہ خاتون . منهنجي ناني پناهہ خاتون .

مان لاڙڪاڻي جو سنڌي، پاڪستاني، ايشيَن، مرد، مسلمان

۽ هن زمين تي الله جو بندو ۽ خليفو آهيان.

پر ساڳي ئي وقت آخري سُڃاڻپ کانسواءِ ، مان ڪنهن ٻي سڃاڻپ

جي ماپي ۾ نہ ٿو اچان. جيئن اهي دنيا کي نظر اچن ٿا.

مان اهي ماپا، re_mould ڪري دنيا کي ڊيڪارڻ چاهيان ٿو.

# حيرت ۾ آهاڻ...

مان اڃان حواسن جي قيد ۾ آهيان.....

مان اڃان حواسن جي قيد کان ٻاهر نڪري نہ سگهيو آهيان.

مان اڃان عشقِ مجاز جي سِحر ۾ قاتل آهيان...مان ان جذبي جي گوُناگوُن لذت کي سمجهڻ جي مرحلي ۾ آهيان..

انسان پنهنجي ڇيَل يا لکيل لفظن جو غلام ٿي ٿو وڃي، ان کري ڇيو ويو آهي تہ ممڪن حد تائين گهٽ ڳالهائيو. اها نفيءَ جي شروعات آهي.

مان نفيءَ جي پهرئين ڏاڪي تي پهتو آهيان پر اڃان ان ۾ داخل نہ ٿيو آهيان.

انسان جي جسم جو خَمير ٻين چوپاين جانورن وانگر چئن عنصرن تي ٻڌل آهي(هوا، مٽي، پاڻي ۽ باهہ) ان ۾نفس بہ آهي ۽ پاڪ پَوِتر روح (جيڪو ٻين چوپاين ۾ناهي).

انسان ۾ موجود روح الله جو ارادو آهي( مِن آمر الله).

جيئن انسان ڪجهہ بہ ڪرڻ کان اڳ ۾ ارادو ڪندو آهي، تئن الله ڪجهہ بہ ڪرڻ چاهيندو آهي تہ هن جو آمُر انسان جي شڪل ۾ هوندو آهي يتائيءَ چواڻي ، هڪڙي ٻانهي چِت ۾، ٻي جا ڪري الله، بندي جي من ۾ ڪڏهن ڪڏهن خواهش شيطان طرفان بہ هوندي آهي، خوف، لالچ، وهم جي شڪل ۾. الله تعاليٰ جن بندن جو حمايتي هوندو آهي انهن جون شيطاني خواهشون پوريون نہ ٿينديون آهن. هر

انسان ٻئي ڪان مختلف آهي ان ڪري هڪ کي ٻئي سان ڀيٽي نہ ٿو سگهجي.

نفس ۽ روح کي نيگيٽو ۽ پازيٽو طور بہ ڏسي سگهجي ٿو. بجلي تي هلندڙ هر شيءِ کي ڪم ڪرڻ لاءِ بہ تارون گهرجن ڪا بہ بجليءَ تي هلندڙ شيءِ هڪ تار سان نہ ٿي هلي سگهي.

نفس ۽ روح جي توازن تي هلڻ وارا اصل ۾ الله وارا هوندا آهن. اهو توازن سيکارڻ لئہ معاشرا هوندا آهن.

قرآن پاڪ الله جو ڪلام آهي، ان جو ڪم الله وارا انسان ٺاهڻ آهي ۽ اهي انسان معاشرو ٺاهيندا يا انهن کي معاشرا ٺاهڻ گهرجن.

نيگيٽو ۽ پازيٽو جي توازن جو اِدراڪ جنهن انسان کي ٿي وڃي ٿو ان کي وري ثابت قدم رهڻو ٿو پوي ۽ صبر سان هلڻو ٿو پوي، حق تي ۽ صبر سان هلي ان توازن کي قائم رکندي هر الله واري ماڻهوءَ کي هن حواسن واري دنيا ۾ پنهنجو ڪردار طئہ ڪرڻو آهي ۽ اها ترغيب ۽ تلقين اڳتي بہ وڌائڻي آهي. هن دنيا ۾ امتحان جو معيار بہ اهو توازن ئي آهي.

انسان حواسن ۾ قيد رهڻ ڪري غلطي ۽ گُناهہ ڪندو رهندو، ان ڪري ئي آخري ساهہ تائين توبهہ جي تلقين ٿيل آهي.

نہ ڪنهن انسان کي پنهنجي باري ۾ نہ ڪنهن ٻئي جي باري ۾ اهو گمان رکڻ گهرجي تہ ڪوهو مڪمل ٿي ويو آهي. توازن برقرار رکڻ لاءِ سطح وڌندي رهي ٿي.( ويڊيو گيمز وسيلي اها ڳالهہ آسانيءَ سان سمجهہ اچي سگهي ٿي).

هڪ سطح کان مٿي ٻي سطح تي پهچڻ، مسلسل رُجوع ۽ هدايت وٺڻ تي منحصر آهي، عمر جي ننڍي يا وڏي هئڻ تي ناهي.
هدايت ۽ رهنمائي الهامي هوندي آهي پر مددي ذريعن ۾ پيغمبر، ولي الله، محسن ۽ صالح ٻندا اچي وڃن ٿا.
الهامي رهبريءَ کانپوءِ انسان حواسن جي قيد کان آجو ٿي ويندو...... (موت کان اڳ مري وڃڻ).

پر مان اڃان حواسن جي قيد ۾ آهيان.........

## باب پهريون

# جنم ۽ ٻاروتڻ

مان ڇائِسُ تہ مونکي هَتئون هَٿ ڪنيو ويو. مان ٻن ڀينرن مٿان ڇائِس جيڪي رنگ جون سانوريون هيون(يعني منهنجي ماءُ تي ويون) مان پنهنجي پيءُ جي ڪري رنگ جو گورو يعني عام مروج معيار مطابق خوبصورت ٻار هئس. ان ڪري ماٺهن ۾اچان بہ وٽنـدڙ ۽ سڄي خاندان لاءِ خوشيءَ جو سبب بڻيس. منهنجي ماءُ مونکي ڏاڍي لاڏ سان پاليو. غربت هوندي بہ منهنجي لاءِ ڪاڏي پيتي ۽ لباس جو بندوبست شوق ۽ اهتمام سان ڪيو ويندو هئو. اهو پيار رڳو گهر وارن تائين محدود نہ هئو پر اسانجي خاندان جي واسطي وارن تائين پکڙيل هئو ۽ ڪچي واري پُقي آسڻ (ذات جي ممٽاٽي) هر آئي وَئي جي هٿان منهنجي لاءِ کيرُ ۽ مکڻ پٺي موڪليندي هئي. امان منهنجي نالي جي اُڪَرَ ڪرائي جِست جا ٿانوَ الڳ رکندي هئي. ان ۾ امان جي پيار ۽ سُگهڙائپ جو دخل هئو ڪومالي خرچ نہ هئو.

امان ٻڌائيندي هئي تہ منهنجي ڄمڻ کان اڳ بابي يار محمد (منهنجو وڏو چاچو) خواب ڏٺو هئو تہ ڪنهن بزرگ هن کي اشارو ڏنو تہ توهانجي گهر هڪ رُتبي وارو فرد اچي رهيو آهي. مونکي منهنجو پيءُ ڏاڍو چاهيندو هئو پر بابي يار محمد جو پيارشديد اظهار وارو هوندو هئو. هن کي ڪا بہ سٺي سُوکڙي ملندي هئي تہ پنهنجي ٻارن ٻدران منهنجي لاءِ رکي ڇڏيندو هئو. اڪثر ماٺهو مونکي هن جو ئي

پار سمجهندا هئا.

نندي هوندي منهنجو پيءُ مونکي سائيڪل تي ميلا گهمائڻ وٺي ويندو هئو. مان ڳوٺ کان ڏوڪريءَ سيڪنڊري تعليم لاءِ ويندو هئس. سانوڻ جي گرمين ۾ موٽ تي هو مونکي ننڊ ڪرائڻ لاءِ مُهين جي دڙي واري ريسٽ هائوس جي ڪنهن خالي ڪمري ۾ ترسائيندو هئو جتي هو نوڪري ڪندو هو ۽ شام جو ڏينهن ٺڏو ٿيڻ کانپوءِ پاڻ سان گهر وٺي ايندو هئو. منهنجي ٿهيءَ جي ڪنهن به پار ڪي اهڙي ٽريٽمنٽ نه ملندي هئي، شديد غربت ۽ ذهني ناآسودگي والدين کي چِڙچِڙو بڻائي ڇڏيندي آهي ۽ هنن جا پنهنجا پار به انهن جي پيار لاءِ پيا واجهائيندا آهن.

منهنجي ماءُ ، پيءُ ، وڏي ڀيڻ ۽ بابي يار محمد مونکي مفلسيءَ هوندي به شهزادن واري اهميت ڏني، پاروتڻ جي مليل ان ماحول مونکي ڪنهن به قسم جي تنگ نظري ۽ ڪنهن لاءِ به نفرت کان محفوظ رکيو.

اسانجي گهر ۾ مسجد جي حصي طور ڪجهه پاڙن مان خيرات جي ماني ملندي هئي، بابو جمعو جيڪو منهنجو ڏاڏو هو ۽ ڳوٺ واري مسجد جو پيش امام هو. منجهند ۽ رات جي ماني هر گهر مان وٺي ايندو هئو ۽ سڀ ياتي اها ماني کائيندا هئا. بابو جمعو جُهور ٿيو ته اها ذميداري بشير ۽ مون تي آئي.اسان جي گهر جو ڪو مستقل آمدني جو ذريعو نه هئو بابي جمعي لاءِ اهو بندو بست درٻيلي جي مرشدن ڪيو،ڇاڪاڻ جو ان وقت ڳوٺ ۾ ڪو نماز پڙهائڻ وارو پيش امام مستقل بنياد تي نه هئو. ڇوَن ٿا ته بابي جمعي ان کان انڪار

ڪيو تہ ملان تي پٽائي سرڪار لعنت ڪئي آهي، جنهن تي مرشد چيو تہ مُلان تي نہ پر مُلان جي لالچ تي، تون لالچ نہ رکجان ، پوءِ تہ هي ڪم خراب ڪونهي، باقي قرآن جو سبق ڏيڻ ۾ مُردا وهنجارڻ تہ وڏي ثواب جو ڪم آهي. ان تي بابو جمعو راضي ٿيو.

ان بندوبست کي مان مَن و سَلويٰ وانگر سمجهندو آهيان.

منهنجو وڏو چاچو بابو يار محمد دنياداري ڇڏي فقيري اختيار ڪري چڪو هئو ڪاڪو ڊاڪٽر پنجن سالن لاءِ جانورن جي ڊاڪٽري پڙهڻ لاهور ويو( جيڪو سڄي خاندان جي صبر ۽ قرباني ڪانپوءِ اسانجي خاندان جي معاشي ترقيءَ جو سبب ٿيو) ، ڪاڪي انور کي ڪا مناسب نوڪري نہ هئي ، صرف منهنجو پيءُ امان وڏيءَ جو ساڄو هٿ هو ۽ مختلف تجربا ڪندي جفاڪشيءَ سان وڏي ڪهول ( ڇٽني ٻائرن جو اولاد)جون بنيادي ضرورتون پوريون ڪرڻ ۾ ڪوشان هئو.

اسان جِي ڏاڏِي جنهن کي اسان امان وڏي ڪوٺيندا هئاسين اسانجي پيرزادا خاندان جي مَهندار حاجي لعل بخش جي ڌيءُ هئي. حاجي لعل بخش جي بروهڻ زال جي وَڏَور ڌيءُ سيني ٻائرن ۾ پيئرن ۾ سوهڻي.

حاجي لعل بخش شيخ پنهنجي دور جو مشهور حڪيم، پير ۽ زميندار هئو. هن جو دوست خير محمد پيرزادو هن کي لنواري شريف وٺي ويو. ان کان اڳ هن جو خاندان قاضي احمد وارن جو معتقد هئو.

لنواري شريف ۾ تن ڏينهن ۾ خخواجہ محمد سعيد گادي نشين هئو. خير محمد پيرزادي مرشد کي حاجي لعل بخش جي لاءِ

بيعت ۽ دعا لاءِ عرض ڪيو. انهن ڏينهن ۾ هن جو گذر تنگ هئو فصل ڪونه پئي ٿيا.

مرشد هن کي بيعت ڪري چيائينس تہ توهان حڪمت ۾ طبع آزمائي ڪيو. لعل بخش چيُس تہ مونکي حڪمت جي ڄاڻ تہ ڪانہ آهي. تنهن تي چيائونس تہ واپسيءَ تي ڪوٽڙيءَ ۾ هڪ حڪيم آهي ان کي هي احوال ڪجو هوُ توهان جي ڪجهہ رهنمائي ڪندو باقي اسانجي دعا سان بيماري پاڻ توهان سان ڳالهائيندي. پوءِ ٿيو بہ ايئن تہ حاجي لعل بخش جي حڪمت ڏيهان ڏيهہ مشهور ٿي وئي. هوُ ماڻهو ڏسي انجي بيماري سمجهي ويندو هئو اجان تائين بہ اهي روايتون ماڻهن جي وات تي آهن.

هڪ دلچسپ واقعو هن جو ننڍو پُٽ علي حيدر ٻڌائيندو هئو. هن مطابق هڪ عورت هن وٽ علاج لاءِ آئي، هن کي ڏسي پڇيائين تہ هن جو مڙس ڪٿي آهي. مڙس ساڻ هوس چيائين مان آهيان، هن کان پڇيائين گهٽا ڏينهن هن کان پري رهيو آهين، هن چيُس تہ سائين چار سال، هاڻي واپس آيو آهيان. چيائين تہ هن کي هڪڙو نوجوان ٻاڪري کير تي پليل ٻڪرار هٽ ڪري ڏي جيڪو هن سان جماع ڪري، هن کي اندرين حصي ۾ ڪچاڻ اچي ويو آهي، بہ يا ٽي دفعا اهو ڪچاڻ ٽٽندو( آرگينزم) پوءِ هيءَ صحت مند ٿيندي، ان کان اڳ ۾ تون هن سان همبستري ڪندين تہ توکي بہ هيءُ بيماري لڳي ويندي.

اهڙي معاشري جو اندازو لڳايو جتي ڪو حڪيم اهڙو ميڊيڪل مشورو ڏيڻ جي همت ڪري سگهي پيو ۽ مالڪ اهو مشورو علاج سمجهي قبول بہ ڪيو. ان واقعي مذهب ۽ سيڪس جي معاملي

کي ڪيئن حل ڪيو. اهو اڄ جي معاشري ۾ سوچي به نه ٿو سگهجي.

ان ڪانپوءِ حاجي لعل بخش جا سڪيا ڏينهن آيا. فصل، مال متاعَ، کير، مکڻ جهجهي انداز ۾ هوندا هئا. هن جا ٻار پهلوان به هئا، چور به هئا ۽ دانشور به هئا.

هن جو پيار پنهنجي پٽ علي بخش سان گهڻو هئو جنهن کي هن شوق مان هڪ يوناني نسخي جي آزمائش طور پيدا ڪيو هئو. ان نسخي مطابق زال ۽ مڙس ڪائين ۽ ٻار ٿيڻ تائين ان جي ماءُ پيٽ وارن ڏينهن ۾ ڪائي ته ٻار ۾ هڪ گهوڙي جيتري طاقت اچي ويندي.

ان تجربي جي نتيجي ۾ علي بخش پيدا ٿيو جيڪو پنهنجي دور ۾ پهلوانيءَ ۾ ناقابلِ شڪست هئو. جنهن جي پهلوانيءَ جا قصا اڄ به مشهور آهن پر هو ننڍي عمر ۾ ئي وفات ڪري ويو.

اسانجو ڏاڏو شفيع محمد، جنهنکي اسان بابو جُمعو ڪوٺيندا هئاسين، پنهنجي پيءُ ماءُ جو اڪيلو پٽ هئو.

هن جي طبيعت صوفياڻي ۽ فقيراڻي هوندي هئي. صحت ۾ به نِبل هوندو هئو. هن جو پيءُ يار محمد به پيءُ ماءُ جو اڪيلو پٽ هئو ۽ قاضي احمد جي پِيرن جو مريد هئو. اڪثر اتي ئي رهندو هئو. بابي جمعي جو مامو شاهن جنهن کي بابو بالو ڪري سڏيندا هئا، ڪجهه مال (جانور) رکندو هئو، اهو ئي بابي جمعي سان گڏ هئو ۽ گهر جي گذر سفر جو ذميوار هئو. مطلب ته ننڍو ۽ ٿوري قوت قراريا وارو ڪٽنب هئو.

هڪ وَڏ گهراڻي جي حسين ڇوڪري ۽ توڪل تي هلندڙ غريب پر خوددار ڇوڪرو شاديءَ جي ٻنڌڻ ۾ ڪيئن ٿا ٻڌجن اهو به

ناممڪن نظر ايندڙ واقعو آهي.

حاجي لعل بخش جي نوجوان ڳڀرو ۽ پهلوان پٽ علي بخش کي بابي جمعي جي ڌيءُ پناهه خاتون سان نينهن لڳي ويو ۽ ان سان شاديءَ جي فرمائش هن پنهنجي پيءُ سان ڪئي. حاجي لعل بخش پٽ جو انگل پُورو ڪرڻ لاءِ يار محمد ڏي نياپو موڪليو ته تنهنجي ڌيءُ جو سڱ منهنجي پٽ علي بخش لاءِ گهرجي، راضي هجو ته جيڪا مدد چوندئو ته ڪنداسين. يار محمد صلاح لاءِ قاضي احمد پنهنجن پيرن ڏي ويو.

تن ڏينهن جي گادي نشين پير محمد صادق کي عرض ڪيائين ته قبلا اسانجي ڳوٺ جو زميدار پنهنجي پٽ لاءِ منهنجي نياڻي گهري ٿو پر ايئن نه ٿو گهري جيئن رِيت هوندي آ. پاڻ ڪان گهٽ ٿو سمجهي. تنهن تان پِير چَيُس ته هاڻي ڳوٺ ويندين ته ايئن گهرندئي جيئن ريت هوندي آهي.

جڏهن يار محمد ڳوٺ آيو ته حاجي لعل بخش چوِرايس ته علي بخش چَين سان ويهڻ نه ٿو ڏئي، پلا منهنجي ڏيئرن مان جيڪا تنهنجي پٽ لاءِ وڻئي اها پنهنجي ڪر ۽ پنهنجي ڌيءُ اسانکي ڏي. اڳ ۾ حاجي لعل بخش جي خاندان واري وڏي گهر واري هن خاندان سان رشتيداريءَ جي حق ۾ نه هئي، اسان جي خاندان وارا حاجي لعل بخش جا ويجها مائٽ نه هئا. ان ڪري هن جي بروهڻ زال مان ڌيءُ پسند ڪئي وئي.

ايئن حاجي لعل بخش جي سوهڻي ڌيءُ شاهه خاتون، شفيع محمد عرف جمن کي ملي.

# شفيع محمد ۽ شاهه خاتون
## هڪ نئين ڪٽنب جو بنياد

اڄڪلهه اسانجو سماج جنهن پيچ ڊاهه جو شڪار آهي، ان ۾ پنهنجن پيرن تي مضبوطيءَ سان بيهڻ لاءِ علم سان گڏ تربيت ۽ انهن مضبوط روايتن جو هجڻ به ضروري آهي جيڪي توهانکي ورثي ۾ ملن ٿيون.

اسانجو خاندان زندگي گذارڻ جي ڪهڙي اصول تي ڪاربند رهيو آهي، ان کي سمجهڻ ۽ خود تنقيددي مطالعو ڪرڻ وقت جي ضرورت آهي ته جيئن اسان پنهنجي ايندڙ نسل کي اهي روايتون ۽ اصول منتقل ڪري سگهون.

1. اسانجي وڏڙن ۾ خود نمائي ۽ مشهوري واري طَلب کي مَعيُوب ۽ ناپسنديده سمجهيو ويندو آهي.
2. دوستيءَ جي رشتن مان ذاتي فائده حاصل ڪرڻ کي اخلاقي پَستي تصوُر ڪيو ويندو آهي.
3. ضرورتمند جي ضرورت پوري ڪرڻ ۾ پنهنجو ذاتي ڪم ڇڏي ڏيڻ افضل ڪم سمجهيو ويندو آهي.
4. هر حاصلات ۽ ترقي پنهنجي صلاحيت کان وڌيڪ قدرت جي عطا سمجهي ويندي آهي ۽ شاهه لطيف جي بيت، مُون سين مُون پرِين، پوراڻيءَ ۾ پالَ ڪيا. واري شڪر گذاري، زندگيءَ جو motto رهي آهي.

5. اسانجي وڏڙن شادي، غميءَ ۾ ڪنهن سان، ڪنهن ڳالهہ سان اختلاف هوندي بہ  ٻائڪاٽ نہ ڪيو آهي، ٻي ڏُر يڪطرفو ڪيو هوندو. (ڪجهہ واقعن ۾ اسان ان روايت کي قائم رکي نہ سگهياسين ، جيڪو اسانجي طرفان انحراف هئو پر جلدي صلح صفائي ڪئي وئي)

6. سياسي ۽ مذهبي عقيدي جي بنياد تي ڪنهن سان نفرت نہ ڪئي آ، اختلاف ڪيو هوندو. اسانجي ٻين مائٽن ۾ ان قسم جي نفرت ۽ ان جي ڪري سوشل ٻائڪاٽ رائج رهيو آهي.

7. اسانجي خاندان ۾ ( يار محمد، محمد حسن ۽ انور) ڪُجهہ سياسي ۽ عقيدي جا سخت ۽ واضع اختلاف هوندي بہ  اڄان تائين هڪ گڏيل خاندان طور رهي رهيا آهيون.

8. اسانجي ڳوٺ ۾ ڪو بہ شخص ٻاهران شادي ڪري ايندو هئو تہ اسانجو گهر ان نئين ڪنوار لاءِ پيڪو گهر تي پيش ايندو هئو اها آسيس ان نئين عورت کي ڳوٺ ۾ اجنبيت جي احساس ختم ڪرڻ ۾ مدد ڪندي هئي.. (اها امان وڏيءَ جي خاصيت هئي، هاڻي اسان ان ڪان بہ انحراف ڪرڻ لڳا آهيون جيڪا تشويش جي ڳالهہ آهي ۽ دل وڏي ڪرڻ جي ضرورت آهي) انهن مٿين نقطن کي ذهن ۾ رکي ، اسانکي خود تنقيدي جائزو وٺندو رهڻ گهرجي. اسان ۾ ۽ اسانجي نئين نسل ۾ تڪبر ۽ پاڻ کي مٿيرو سمجهڻ ۽ طنز. ٽوڪ ، پرپٺ ڪنهن جو بدگمانيءَ سان ذڪر ،هڪ ڏينڻ ۾ ڪيرائي سگهي ٿو. جنهن کان هُشيار رهڻ جي ضرورت آهي. ۽ جيڪڏهن اسان اهي اصول ڇڏيا تہ سمجهڻ گهرجي تہ زوال جي شروعات ٿي چُڪي.

ڪو بہ خاندان يا ڪا بہ قوم خود پسندي، اڻ سهپ ، بُغض ۽ ذاتي مالي

ترقيءَ جي ايجنڊا جي ڪري زوال جو شڪار ٿي وڃي ٿي.

شاهه خاتون سُڪيئي گهر جي ڇوڪري، هڪ اهڙي نئين گهر ۾ سمائجي وئي جتي ڪمائيءَ جو مستقل بندوبست نه هئو. ان ۾ هڪڙو دخل ته حاجي لعل بخش جي اصول جو هئو جنهن مطابق عورت ساماڻي يا بيواهه ٿي ته بِلا دير ان جي شادي ڪرائي ڇڏيندو هئو. هن جي ڏيئرن کي اهو آسرو نه هئو ته رُسي گهر وڃن. پر وڏو دخل امان وڏيءَ جي سياء، بُردباريءَ ۽ سگهي ماءُ نه هجڻ جو به هئو.

هن سين کان اڳ اسانجي ڏاڏي شفيع محمد يعني بابي جمعي جي خاندان کي پنهنجو خاندان ڪري ڇڏيو جنهن ۾ بابو بالو ان جي زال سوني، بابي جمعي جي ماءُ (هن جي سَسُ) امان نونان ۽ بابي جمعي جون ڀينر. ٻيو ڏکيو ڪم عقيدي جي لحاظ کان صوفياڻي هئي ان ڪري هن ساهُري گهر جي مرشدن(درٻيلي وارن) سان ٿي لاڳاپو وڌايو. حاجي لعل بخش جو خاندان لنواري وارن جو معتقد هئو. اهو لاڳاپو ايڏو مضبوط ٿيو جو درٻيلي جا مرشد اسانجي امان وڏيءَ کان اهم معاملن ۾ راءِ وٺندا هئا.

سائين عبدالوالي جي ٻي گهر واري جاويد ماءُ ٻڌائيندي آهي ته هوءَ جڏهن حويليءَ ۾ آئي ته ڏٺائين ته هڪ عورت جو ايڏو عمل دخل جو اها توڪي به ۽ مشورو به ڏئي پئي ته هيئن هلبو آهي ۽ هيئن ناهي هلبو ۽ اها هڪ مريدياڻي آهي. نيٺ اها نئين ڪنوار به هن سان پيار ۽ محبت جي رشتي ۾ ڳنڍجي وئي. جڏهن ان نئين ڪنوار کي پهريون ٻُٽ ٻار ٿيو ته سائين عبدالواليءَ امان وڏيءَ کي چيو ته تون ڪجه عرصو منهنجي گهر لاڙڪاڻي رهُ ۽ هن ڪم عمر ڪنوار کي

پار پالڻ سيکار.

ان کان اڳ ۾ سائين عبدالواليءَ جو پُٽ خالد حسين مخدوم، اسانجي خاندان سان ايترو تہ ويجهو هئو جو سائينءَ امان وڏيءَ کان اجازت ورتي تہ محمد حسن کي مان مئترڪ حيدرآباد ۾ پڙهائيان تہ جيئن ان ٻهَاني خالد بہ پڙهي سگهي نہ تہ هو اسڪول کان گسُائي اسانجي ڳوٺ هليو ايندو هئو.

امان وڏيءَ جي اها هردلعزيزي ۽ ماڻهن کي موهي ڇڏڻ واري خاصيت هن جي پُٽن ۾ بہ اچي وئي ۽ يار محمد، امام بخش محمد حسن ۽ محمدپريل(انور پيرزادو)، پنهنجن پنهنجن دائرن ۾ ماڻهن لاءِ ڪشش جو سبب رهيا آهن، ان کان پوءِ واري ٽهيءَ ۾ اها خوبي منهنجي وڏي ڀيڻ ڊاڪٽر زبيده ( ادي گٽيءَ) ۾ ڀرپور نموني ۾ ظاهر ٿي، مجموعي طور اها اسانجي خاندان جي هر فرد ۾ ڪنهن نہ ڪنهن حد تائين موجود رهي آهي ۽ اسانجي سڃاڻپ رهي آهي.

بابو جمعو دنيا داري جي لحاظ کان ڪنهن ڪم ڪار سان نہ هئو پر پَڪو صُوفي، شاهہ لطيف جو ڄاڻُو هٿ جي ڪيترن ئي هنرن کان واقف ۽ ان وقت جي مُرَوج سوچ جي برخلاف عورتن جو هڏ ڏوکي هئو. هن امان وڏيءَ تي ڪڏهن هٿ نہ کنيو هن جي سوشل نيچر تي ڪڏهن اعتراض نہ ڪيو هن ئي امان وڏيءَ کي سلائي سيکاري ، جنهن کانپوءِ سلائي هن جي سڄي ترَ ۾ سڃاڻپ بڻي. هُوگهَر جون ڪَتون واٽيندو هئو موچڪو ڪم ڄاڻندو هو پنهنجا سڀ ڪم پنهنجي هٿ سان ڪندو هئو ۽ قرآن ۽ شاهہ جي رسالي جي معنيٰ ۽

شرح ، عملي زندگيءَ جي واقعن سان سمجهائيندو هئو. هن جي پهريئي پُٽ يار محمد هن جي تعليم کان متاثر ٿي دنيا داري ڇڏي فقيري اختيار ڪئي. ۽ هن جو ننڍي ۾ ننڍو پُٽ محمد پَريل( انور پيرزادو) وري پنهنجي وڏي ڀاءُ فقير يار محمد جي ڪچهرين کان متاثر ٿي ڀٽائيءَ جو شارح ۽ ڀڳت ٿيو.

هن جي سنگت ان وقت جي صوفي فقير سائين ڪاشل شاهه سان هوندي هئي. هو ڀٽائيءَ جي ميلي تي پيرين پنڌ ويندا هئا. هڪ روايت مطابق سفر دوران گذر سفر لاءِ ڀٽائي ءَ جو راڳ ڳائيندا ويندا هئا جنهن جي نتيجي ۾ رستي جي سفر جو بندوبست ٿي ويندو هئو. هو هڪ صوفي ۽ ملائيت جو انڪاري هوندو هئو. ڪوڙ ٺڳي ۽ ناحق کان پري واري زندگي گذاريندو هئو. هن جي ماءُ امان نونان (نور خاتون) پنهنجي ڀاءُ بالي (شاهن) جي سهاري هوندي هئي. شفيع محمد جو ڏاڏو محمد حسن قرآن جو حافظ هئو ۽ ٻارن کي قرآن جي تعليم ڏيندو هئو. شفيع محمد جو گهراڻو تعليم سان لاڳاپيل هئو. نہ زميندار ۽ نہ ئي هاري.

شفيع محمد جون ٻہ ڀينر هيون، حُمڻ ۽ پناهہ خاتون. حُمڻ جي شادي فقير محمد سان ٿي پر ٻار پيدا ڪرڻ کانسواءِ گذاري وئي. پناهہ خاتون ڳوٺ جي وڏيري حاجي لعل بخش جي سڪيلڏي پُٽ علي بخش کي پسند آئي ۽ شاهہ خاتون سان مٽا سٽا ۾ هن سان پَرڻي، پر علي بخش جي جوانيءَ جي ڪُمهلي موت جي نتيجي ۾ بيواهہ ٿي. علي بخش مان هن کي ڪو بہ اولاد نہ ٿيو. عِدت پوري ٿيڻ تي هن جي شادي حاجي لعل بخش پنهنجي وڏي پٽ غلام حسين سان ڪرائي

(جيڪو اڳي ئي پرٽيل ۽ اولادي هئو). جو هو پنهنجي سِڪيلڌي پُٽ جي بيوهہ زال گهر کان ٻاهر ڪيڻ جي لاءِ تيار نہ هئو.

شفيع محمد پاڻ ۾ گمُ (INTROVERT) قسم جو ماڻهو هئو. پر فلسفي ۽ علم ڦهلائڻ سان هن جي دلچسپي هوندي هئي.

هن ئي پنهنجي ننڍي پُٽ انور تي( جيڪو پرائيويٽ بِي ايَ ڪري رهيو هئو) ذميواري وڌي تہ پنهنجي ماسات رحمت خاتون ( جيڪا ميران جي نالي سان مشهور آهي) کي انگريزي پڙهائي، جو رحمت خاتونءَ جي ماءُ کي ان جي لنواريءَ واري مرشد چيو هئو تہ پنهنجي مڙس جي ملڪيت (هن جو مڙس محمد علي قتل ٿي ويو هئو) جو حصو ياٿرن کان وٺڻ جي بدران پنهنجي نياڻيءَ کي پڙهائي نوڪريءَ ڇِهڙو ڪر، ان ۾ ئي تنهنجي ڇوڪريءَ جو مستقبل محفوظ رهندو. رحمت خاتونءَ جي ماءُ اها پيرائتي ڳالهہ پنهنجي پيڻ ، اسانجي امان وڏيءَ سان ڪئي، جنهن بابي جمعي سان صلاح ڪري رحمت خاتونءَ کي پڙهائڻ جو بندوبست ڪيو ويو. هاڻي جيئن تہ رحمت خاتون جو اڪيلو پڙهڻ مناسب نہ پئي لڳو ان ڪري اسانجي گهر جي ٽن ڇوڪرين. بهشت خاتون، سوني ۽ زبيده کي بہ شامل ڪيو ويو ۽ ايئن چار شاگرديائيون اسانجي گهر ۾ انور کان انئينءَ جي امتحان جي تياريءَ لاءِ ٽيوشن وٺڻ لڳيون. پرائمري تائين ڇوڪرين جي تعليم اسانجي ڳوٺ ۾ 1936ع کان منظم ۽ اعليٰ معيار جي ، رواج ۾ هئي جيڪا سائين خليفي شروع ڪئي هئي. اها تعليم co education_ هوندي هئي. بعد ۾ جڏهن رحمت خاتونءَ مئٽرڪ پرائيويٽ ۾ پاس ڪئي تہ پوءِ ڇوڪرين جو اسڪول 1973ع ۾ الڳ

ٿيو. جنهن ۾ رحمت خاتونءَ جو اسانجي ڳوٺ جي پهرين ورڪنگ وومن طور ڪيريئر شروع ٿيو.

بابي جمعي جو خاندان مختصر هئو ان ڪري جو ٽن نسلن کان پٽ جي هڪ اولاد هلندي پئي آئي. بابي جمعي جو ڏاڏو به اڪيلو پٽ هئو هن جو پيءُ به اڪيلو پٽ هئو ۽ بابو جمعو به اڪيلو پٽ هئو.

هن نئين خاندان ۾ چار پٽ ۽ چار نياٽيون پيدا ٿيون، جيڪي شاديءَ جي عمر کي پهتا.

# ڳوٺ حاجي لعل بخش شيخ•

اسانجي ڏاڏي ۽ ڏاڏيءَ جي شادي هڪ اندازي مطابق 1925ع ۾ ٿي. ان وقت هي موجوده ڳوٺ نه پر درياهه جي ٻئي پاسي ڪچي ۾ هئو. حاجي لعل بخش گذاري ويو ۽ هڪ وڏي ٻوڏ جي نتيجي ۾ پيرزادن جو سڄو خاندان لڏي اچي موجوده جاءِ تي ويٺا. ان نئين آبادي ءَ کي غير متنازع شخصيت حاجي لعل بخش شيخ جي نالي ۾ سرڪاري ڪاتي ۾ رجسٽر ڪرايو ويو 1936ع ۾. اها ڳالهه غور طلب آهي ته حاجي لعل بخش هڪ وڏو زميندار ۽ حڪيم هئو هن وٽ اٺ، ماني، ڪير، مکڻ، ڍڳيون، مينهون، گهوڙا هوندا هئا، هن جو گهر سُکيو ستابو هئو ۽ هو ڳوٺ جو مهندار هئو. ان جيئن ئي وفات ڪئي ته اهو سڀ ڪجهه لُڙهي ويو ۽ هن جو اولاد شديد مفلسيءَ جو شڪار ٿيو. هن جو وڏو پٽ ميان غلام حسين (منهنجو نانو) غربت هوندي باوقار زندگي گذاري، چون ٿا ته پٽڙو پٽُ ڪائي وڏي آواز ۾ چوندو هئو شُڪر آ منهنجا رَبَ.. ته اسانجي ناني ٽوڪون ڪندي هُئس. ڏاڏو علي گوهر فارسي دان هئو پر تعليم کاتي۾ پٽيوال هئو ان جو اولاد علي گُل (روشن)، گلاب وارن سخت جاني ۽ مشقت وارا ڪم ڪري خاندان جو ڳَهو پٽيو. هڪ دفعي رونبو ڪندي ڏسي ڪنهن جهوني ماڻهوءَ هنن کي چيو مارا حاجي لعل بخش جا پوٽا رونبو ٿا ڪن؟.

اسانجي پيرزادن واري خاندان جي آباد ٿيڻ کان اڳ ۾ اهو

ڳوٺ موجود هيو جنهن کي هاٽي پُراٽي ٻلهڙيجي چئون ٿا. اتي ابڙا، ساريا ۽ هندو ڏرم جا ماڻهون آباد هئا، جيڪي 1947ع ۾ هي ملڪ ڇڏي ويا، پر هتي ڪو هندو مسلم فساد ڪونه ٿيو.

نئين ڳوٺ حاجي لعل بخش شيخ ۾ تعليمي ادارو خليفي محمود شروع ڪيو ۽ شروعاتي ڏينهن ۾ ئي هن جو مڪتب رجسٽرڊ ادارو ٿيو جنهن کي ٻارن جي پاس ٿيڻ جي انگ مطابق گرانٽ ملندي هئي. پوءِ اهو مڪتب 1936 ۾ پرائمري اسڪول ۾ تبديل ٿيو.

اهو تعليمي ادارو نه رڳو ابتدائي تعليم مهيا ڪندو هئو پر ان وقت جي ڏکئي امتحان فائينل جي تياري به ڪرائيندو هئو.

ان وقت جا ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون هن مڪتب ۾ گڏ پڙهندا هئا، اسانجي پيرزادن جون سڀ عورتون پرائمري پاس ۽ قرآن ختم ڪيل آهن. هن نئين ڳوٺ ۾ اسانجي خاندان کي به پلاٽ مليا. هڪ بابي بالي جو ٻيو بابي جمعي جو.

بابي بالي کي پنهنجو اولاد ڪونه هئو. هن بابا کي پنهنجو وارث ڪيو ان جاءِ تي هاٽي اسانجو گهر آهي.

بابي بالي پنهنجي جاءِ مان هڪ ڪمري جيترو حصو ڏاڏي باجيءَ کي ڏنو جتي هاٽي علي مردان جو گهر آهي.

# چار يارَ... چار دَروَيشَ..

شفيع محمد (بابو جمعو) جي ڀالٽا جو فلسفو پنهنجي پُٽن کي ڪَيَل ان نصيحت مان سمجهي سگهجي ٿو تہ پاڻ ۾ ڀائر تِجو پر يارَ بہ تِجو انڪري جو يار هوندو آهي مَهل جو. ان نصيحت مان قرآن شريف ۾ آيل حضرت يوسف ع جي قِصي واري معنيٰ هن جي ذهن ۾ ضرور هوندي. اها ڳالهہ اهم ۽ ياد رکڻ جهڙي آهي تہ جڏهن غربت مان نڪري معاشي جدوجهد دوران ترقيءَ جون راهون نظر ايندڙيون آهن تہ اوسي پاسي وارا رَتَ جا رشتا بارُ محسوس ٿيندا آهن، ۽ اهڙي مرحلي ۾ پنهنجن ٻارن کي اها نصيحت ڪرڻ تہ پاڻ ۾ يار بہ ٿجو رُڳو ڀائر نہ ٿجو ڪامياب معاشري جي ضمانت آهي.

ان نصيحت پٺاندڙ اهي چار ڀائر مختلف طبيعتن ۽ متضاد نظرين هوندي بہ گڏيل خاندان ٻڌجي رهيا ۽ هڪٻئي جي ٻارن ۾ ڪنهن بہ قسم جو ويڇو پيدا ٿيڻ نہ ڏنو.

# 1_ فقير يار محمد.....
## منصوري ۽ قلندري.

يارمحمد، شفيع محمد جو پهريئي پُٽ هئو. ياڻنجي ٿو تہ شفيع محمد جو والد يار محمد سندس اڪيلي پُٽ جي شادي ڪان پوِ ترت ئي هي جهان ڇڏي ويو يا شادي ڪان اڳ جو شفيع محمد پنهنجي پهريئي پُٽ تي پنهنجي پيءُ جو نالو رکيو.

يار محمد ڄمڻ سان ئي انتهائي سهڻو ٻار هئو. چون ٿا تہ حاجي لعل بخش پنهنجي ڏيءُ کي چيو هئو تہ يار محمد کي سينگاري منهنجي آڏو نہ آڻيندي ڪر، ڪِٿي منهنجي نظر نہ لڳيس. ننڍي هوندي هن کي بيماري تي ۽ ڄنگهون ڪم نہ پيون ڪن، جنهنڪري پنڌ ڪري نہ پيو سگهي. شاه خاتونءَ هن کي خاندان جي پير شاه جمار جي تربت وٽ سمهاري آئي تہ هن کي هلڻ گهمڻ جي شڪتي ملي. ٻئي ڏينهن يار محمد پنهنجن پيرن تي هلندو گهر آيو پڇڻ تي ٻڌايائين تہ خواب ۾ هڪ ڪُراڙي لٺ ڪٽي ڊوڙايو تہ پيچ هتان، اڪيون ڪليون تہ مان ڊوڙي رهيو هوس.

يار محمد ان وقت جي فائينل پاس هئو. ماستر ٿيو پوءِ داروغو ٿيو بندوق هلائيندڙ نشاني جو پڪو ۽ شڪار جو شوقين هئو. خاندان جو پهريون ڪمائيندڙ هئو. شڪار ڪري گهر وارن کي گوشت کارائيندو هئو ڪپڙن پائڻ جو شوقين، پنهنجي تهيءَ جو حسين ترين شخص هئو. ارڏو ۽ پنهنجي ڳالهہ ميرائڻ جو ماهر، هن کان بحث ۾ ڪير کٽي نہ سگهندو هئو. ٻين لفظن ۾ سچي ٿر ۾ هن

جي حُسن جي هاڪ هئي.

ان دور جو وڏو زميندار موسيٰ خان ٻگهيو هن جو مداح هئو هڪ اليڪشن ۾ هن يار محمد کي ايلچي به مقرر ڪيو.

يارمحمد هڪ پينو باگڙي ڇوڪري ميوان سان کلي عام عشق ڪندو هئو ڳالهه شاديءَ تائين پهتي، سندس گهَر وارا به راضي ٿيا پر ان سبب انجام تي نه پهتي جو هن شرط وڌو ته منهنجي ڀيڻ به پنهنجي ڀاءُ کي پرڻاءِ. چون ٿا اها به حد درجي جي خوبصورت هئي.

پنهنجي پيءُ شفيع محمد کان قرآن شريف ۽ شاهه جو رسالو پڙهڻ سِکيو. نيٺ عشق مجازي جو ڪانُ لڳُس ۽ دنيا داري ڇڏي قلندري طريقت واري فقيري اختيار ڪيائين. الفي،پائي، بيراڳڻ ۾ ڪشتو ڪٽي سينَ هٽڻ پهريون پنهنجي پيءُ جي آڏو آيو. ان ڪيفيت کي ڀٽائيءَ هيئن بيان ڪيو آهي، - مري جيءُ ته ماڻئين جانب جو جمال(شاه) ٻڌ ڏرم وارا ان ڪيفيت کي نِرواڻ چوندا آهن. فقير يار محمد کي اهو جلوو جنهن صورت ۾ نظر آيو، اهو ڳوٺ جو خوبصورت ڇوڪرو قادن ابڙو هئو. ان کان پوءِ فقير يار محمد جي دلچسپي ميوان باگڙياڻي ءَ ۾ جهڪي ٿيندي ختم ٿي وئي..فقير يار محمد چوندو هئو ته ميوان سان محبت جنسي جذبي تحت هئي...جڏهن ته عشق قادن جي صورت وسيلي حقيقت سَان ٿيو ته جنسي جذبو ختم ٿي ويو.

هو ٻڌائيندو هئو ته قلندري طريقت ۾ چار فرض آهن.

1.جنهن صورت وسيلي حق جو جلوو نصيب ٿئي ، ان صورت سان جنسي جذبو پيدا ٿيڻ عشق جو زوال آهي..

2. ان صورت کان جسماني فراق ڪيو ۽ تصور ۾ هميشه حاضر رکو

( ان ڪيفيت کي صوفي چوندا آهي. جو دَم غافل، سو دَم ڪافر).

3. نشو ڪيو تہ جيئن جنسي جذبو ۽ جسماني قوت گهٽجي..( هو چوندو هئو تہ عشق کانسوا نشو حرام آهي).

.4. پهرين پهر ۾ ڪشتو کٽي ان ڏينهن جو قُوت گُذر پِني اچو جيترو بہ ملي ، سجو ڏينهن ناهي پِنٽو..پِنڻ کي پيشو ناهي ٺاهٽو.

فقير يار محمد روايتي فقير ۽ انڌي تقليد جو قائل نہ هئو. هو حضرت عليءَ جو مجيندڙ هئو پر شيعو نہ هئو هو قلندري طريقت تي هلندڙ هئو پر سيوهڻ جي گادي نشين جو چيلو نہ ٿيو.. هو چوندو هئو تہ مان پنهنجي وقت جا سڀ عالم ۽ گادي نشين پِير پرکي ڏٺا ۽ ثابت ڪيم تہ سڀ دنيا جي لالچ ۾ قائل آهن، روحانيت کان ڪوهين ڏور آهن.. پوءِ وڏيري امن ۽ ڳوٺ جي بين ماڻهن جي زور پرڻ تي شاه جمار تي آستانو ناهي ويٺو.

پهرين تپسيا ۽ مراقبو هن ملوڪ شاه جي مزار تي ڪيو. اتي جو مجاور مزنو فقير هوندو هئو ۽ مزني فقير ، جانڻ ميهر ڪاسائي اتي هن جا ساٿي هئا. يارمحمد کي اتي صوفياڻي منزل موتوالقبل جو مقام مليو.

ملوڪ شاه واري سجي سنگت هاڻي هن سان گڏ شاه جمار تي ويهڻ لڳي.

شاه جمار جو آستانوتصوُف ۽ صوفياڻي راڳ جو اهڙو مرڪز ٿيو جو سجي سنڌ مان فنڪار تصوُف جا طالب ۽ مختلف فڪر رکندڙ ماڻهو فقير يار محمد جو نئون موقف ۽ قرآن شريف جي نئين معنيٰ. جنهن کي هو فقيراڻي شرح چوندو هئو ٻڌڻ ايندا هئا.

اهو زمانو هن جي اوج جو زمانو هئو. هن جي تشريح ۾ ايڏو ولولو هوندو هئو جو ٻُڌڻ وارا پنڊ پاهڻ ٿي ويندا هئا.

پيرزادن جي خاندان جا ٻه اسرندڙ شاگرد ان وقت فقير يار محمد جا ڪميٽڊ چيلا (Disciples) هئا، جن جي ڪچي ذهن جي اوسر فقير يار محمد جي فڪر ۽ دليلن ۾ راڳ جي چاڻ سان ٿي رهي هئي.. اهي ٻه شاگرد هئا... هن جو ننڍو ڀاءُ انور پيرزادو ۽ هن جو ماسات مير محمد پيرزادو.

انور پيرزادو پنهنجي ذاتي ڊائريءَ 1967 ۾ لکي ٿو ته، اڄ فقير يار محمد جي ڪچهري ٻڌي لڳو ته جڏهن دنيا کي هن ماڻهوءَ جي خبر پوندي ته ماڻهو هن کي پُوڄيندا. ۽ مرڻ کانپوءِ هن تي پَڙُ پوندا.

هن جي فڪر مان متاثر ٿيڻ وارن ۾ جديد دور جا بيشمار اديب ۽ دانشور پڻ شامل آهن. جن ۾ بدر ابڙو، حسن مجتبيٰ، پير ذاڪري درگاهه جا منير شاهه ۽ حنيف شاهه، فيض پيرزادو وغيره جا نالا ڳڻائي سگهجن ٿا.

# 2_امام بخش...
## (منهنجو سَچو صُوفي پيءُ)

امام بخش بہ پنهنجي وڏي ڀاءُ يار محمد وانگر سهڻو هئو. پر ان وانگي ارڏو ۽ بهادر نہ هئو. هو بابي بالي جو سِڪيلڌو هئو. هن جو تعليم اڳتي نہ وڌائڻ جو هڪ سبب بابي بالي جو لاڏ، پيار بہ هئو. بابي بالي جي ڪري امام بخش جو خرچ پيءُ ماءُ تي نہ هئو. ٻين ڀاتين کي ڪجهہ ملي نہ ملي بابو بالو امام بخش کي پاسي تي ويهاري ڏيءُ ڪرائيندو هو.

پنهنجن ٽن ڀائرن جي مقابلي ۾، جن مان هرڪو پنهنجي پنهنجي اسڪول آف ٿاٽ ۾ مضبوطيءَ سان جُڙيل هئو. امام بخش جو ڪو مخصوص اسڪول آف ٿاٽ نہ هئو هن جو مِشن پنهنجي ماءُ سان گڏجي خاندان کي جوڙي رکڻ هئو. پنهنجي وڏي ڀاءُ يار محمد، ۽ ٻن ننڍن ڀائرن محمد حسن ۽ انور جي وچ ۾ ڳنڍيندڙ ڪڙي بہ هئو. يار محمد جو قلندري طريقت جي ڪري تبري ۾ يقين هئو محمد حسن، صوم و صلوات جي ۽ عورتن جي پردي جو قائل هُئو ۽ انور جديد فڪر ۽ دَهريي مزاج جو هئو. خاندان جي اندروني مباحثن ۾ اهي اختلاف سامهون ايندا هئا ، پر امان وڏي ۽ امام بخش انهن اختلافن کي ذاتي اختلاف کان وڌائي خانداني اختلاف تائين پهچڻ نہ ڏيندا هئا.منهنجي خيال ۾ منهنجي پيءُ جي اها خوبي ئي آهي جنهن ڪري مان هن کي سچو صوفي سمجهان ٿو. اسانجي ڳوٺ جي سطح

تي بہ اها ڳالهہ ماڻهن لاءِ اچرج جي ڳالهہ آهي تہ متضاد فِڪري لاڙن رکندي بہ هي چار پائر گڏيل خاندان طور رهڻ ۾ ڪيئن ڪامياب ويا آهن.

ٻي ڳالهہ جيڪا مونکي هن جي سَچي صوفي هجڻ جو دليل لڳندي آهي اها هئي هن جي در گذر..ان ڳالهہ جا گواهہ بہ واقعا مونکي هميشہ ياد رهندا.

امان وڏيءَ جي پيڻ جنهن کي اسان ڏاڏي باجي چوندا هئاسين ان بہ پنهنجي پيڻ شاهہ خاتونءَ جي پٽن مان امام بخش کي پنهنجو پُٽ سڏيو هئو. هن جو مڙس محمد علي قتل ٿي ويو هئو هن کي ننڍڙي ڌيءَ هئي، پُٽ جو اولاد ڪونہ هئو. امام بّخش ئي هن جو پُٽ ۽ پرجهلو هئو ۽ سندس ننڍي ڌيءَ جو پاءُ هئو. هنن جو گهر بہ امام بخش جي حصي سان لڳو لڳ هئو. جڏهن رحمت خاتون خاندان کان ٻاهر شاديءَ جو فيصلو ڪيو تہ هن منهنجي پيءُ ۽ ماءُ سان جهڳڙو ڪري ڳوٺ ڇڏي ويون. اسان جي ذهن تي انهن جو اهو ناروا سلوڪ سوار رهيو تہ بغير ڪنهن سبب جي هو امان ۽ بابي کي گهٽ وڌ ڇو ڳالهائي رهيون آهن.؟ نيٺ ڪافي سال اسانجي تعلق ۾ نہ رهڻ کان پوءِ حيدرآباد ۾ هنن جي ملاقات منهنجي پيءُ سان ٿي، ۽ منهنجي پيءُ مون تي ذميداري وڌي تہ ڏاڏي باجي ءَ جي گذاري وجڻ کان پوءِ رحمت اڪيلي ٿي پئي آهي، مان هن جي پرگهور لهان ۽ هوءَ بيمار آهي ان جو علاج ڪرايان. ۽ اسان جي دل ۾ هنن لاءِ ڪڏهن بہ نفرت يا ويڇو پيدا ٿيڻ نہ ڏنو.

پيو واقعو اهو هيو جڏهن اسانجي وڏي پيڻ جي انتقال کان پوءِ

هن جي مڙس ، اسانجي سئوٽ ہي شادي ڪئي، هن جي ہي شاديءَ تي تہ ڪنهن کي بہ اعتراض نہ هئو پر اهو ڏک سيني کي ٿيو تہ اڃا ڊاڪٽر زبيده جي گذاري وڃڻ کي ڇهہ مهينا مَس ٿيا هئا. هن کي ڪجهہ انتظار ڪرڻ گهرجي ها. مان انهن ڏينهن ۾ هڪ هفتي جي ٽريننگ لاءِ فرانس ويل هوس ، مان موٽي آيس تہ امان ۽ بابي مونکي اها ڳالهہ ٻڌائي ۽ چيو تہ تون هن کي مبارڪ بہ ڏئي اچ ۽ هن جي ڪنوار کي مُوڙو بہ ڏئي آ. اهو زندگيءَ جو وهنوار آهي ۽ هلندو رهندو. انڪري منهنجي دل ۾ ان ڳالهہ پائو رفيق لاءِ يا هن جي نئين گهر واريءَ لاءِ ڪڏهن بہ ناگوار سوچ نہ پيدا ڪئي.

امام بخش جي وڏي ڀاءُ يارمحمد جي فقيري اختيار ڪرڻ ڪري، گهرَ جي ڪمائيءَ جو ذريعو بند ٿي ويو. هن وقت هن جا ننڍا ڀائر محمد حسن ۽ انور پڙهائي پوري ڪرڻ واري مهم ۾ رُڌل هئا.، پر شادي شده ۽ ٻارن ٻچن وارا هئا. سڀ مِلائي سورنهن فرد کاڌي پيتي، اهنجي، سهنجي ۾ ڪنهن حل نڪرڻ جا منتظر هئا.

امام بخش پنهنجي ماءُ جو ٻانهن ٻيلي ٿي ڪٽنب جي لاءَ هٿ پير هڻڻ لڳو. هو طبيعت جو نفيس هئڻ جي باوجود جسماني مشقت ڪري اٽسونها ۽ تڪليف وارا ڪم ڪري بہ گهر جو وهنوار هلائيندو رهيو. هن جو اولاد ۽ ڀائٽيا هٿ ونڊائڻ جي عمر ۾ اڃان نہ پهتا هئا ۽ هنن جي پڙهائي ۾ رخنو بہ نہ وجهڻو هئو. هن کي خبر هئي تہ سڄي خاندان کي غربت جي ان ڏيڍ مان تعليم ئي ٻاهر ڪيندي. ان ڪري هي صبر، قرباني ۽ امتحان جو وقت آهي.هن ڳوٺ مان مکڻ ۽ سچو گيهہ سائيڪل تي کڻي لاڙڪاڻي بہ کپايو پنهنجي گهر ۾

ڪيترائي پيرا ڪرياني جو دڪان بہ هلايو ۽ ڏڪَ منشي جي نوڪري بہ ڪئي، جنهنڪري هن کي منشي ڪري بہ ڪوٺيو ويندو هئو.

ان نوڪريءَ دوران هڪ آفيسر معائنو ڪرڻ آيو ۽ پوءِ اهو آفيسر هميشہ لاءِ امام بخش جو اهڙو گرويدو ٿي ويو جو چڻ گهر جو ڀاتي ٿي ويو. هن جو نالو عاشق واحد بخش هئو.هو لاڙڪاڻي جو علمي، ادبي شخص هئو. هن جو گهر لاڙڪاڻي شهر ۾ اسانجي خاندان جو آسرو ٿِي پيو. هڪڙي بيماريءَ ۾ هن جي ننڍي ڀاءُ انور کي ڊگهي عرصي لاءِ لاڙڪاڻي ۾ رهي علاج ڪرائڻو پيو. اهو سڄو عرصو اسان جا چار پنج ڀاتي عاشق واحد بخش جي گهر ۾ رهيا.

عاشق واحد بخش کي ڪو پنهنجو اولاد نہ هئو انڪري هو پنهنجو لاڙڪاڻي وارو گهر امام بخش جي نالي منتقل ڪرڻ جو ارادو ڪيو پر اسانجي ڏاڏي ۽ ڏاڏيءَ ان کان انڪار ڪيو. ان سبب کان تہ اسانجي مخلصيءَ وارو رشتو متاثر ٿيندو.

هڪ علمي، ادبي، مشهور ۽ دولت مند ماڻهو هڪ غريب ۽ ماتحت جو ايئن گرويدو ٿي وڃي جو هن جي سڄي خاندان جي لاءِ هر شيءِ حاضر ڪري ڇڏي. اهڙو مثال اڻلڀ آهي ۽ اها اسانجي خاندان جي خاص مٽيا آهي. هن کي سائيڪل جي سواريءَ ۾ ڪمال حاصل هئو. هن جي دور ۾ هن کان تيز سائيڪل ڪو بہ نہ هلائي سگهندو هو. هو پنهنجي گهر کان علاوه ڳوٺ جي هر آسروند لاءِ هڪ آسرو هئو. جيڪي عورتون هٿ جي هنر سان ڪا شيءِ ٺاهينديون هيون تہ امام بخش هنن جون اهي شيون شهر ۾ کپائي اصل قيمت امانت سمجهي

هنن کي آٽي ڏيندو هئو ڪنهن کي بہ اهو شڪ نہ هوندو هئو تہ هو ان قيمت مان نفعي طور ڪو حصو ڪڍندو. جيڪڏهن ڪو بيمار ٿيندو تہ هن جي مالڪن بدران امام بخش ڪم سيڙائي بہ هن جو علاج ڪرائڻ وٺي ويندو هئو. اسانجي ماڻهن جي ننڍڙي چوڪريءَ کي ٽي بي ٿي پئي.. امام بخش نَوَ مهينا ان ڇوڪريءَ کي سائيڪل تي ڪٽي پابنديءَ سان هن جو علاج ڪرايو ۽ هن جي ٽي بي مان جان ڇُٽي.

جڏهن خليفي محمود جو انتقال ٿيو تہ هن جو پيارو لعل بخش ڳوٺ کان پري ميروخان ۾ ماستر هئو. گهر ڀاتي پريشان هئا تہ لعل بخش کيئن پهچي. ميروخان پنجاهہ ميل پري هئو. روڊ رستا ڪونہ هئا. اهڙي اطلاع لاءِ ڪو تڪڙو ذريعو ڪونہ هئو. امام بخش سائيڪل تي ويو بہ لعل بخش کي ڪٺي موٽي بہ آيو ۽ لعل بخش ، سائين خليفي جو منهن بہ ڏٺو.

هن جا اکر سهڻا هوندا هئا ۽ خط لکڻ جو ڏانءُ هوندو هئس. هن جي خط ۾ ٿورن لفظن ۾ سربستا احوال ملندا هئا. اسانجي گهر ۾ ڊائري لکڻ جو شوق ابتدا ۾ امام بخش کي هئو، هن ئي پوءِ بهشت ۽ زبيده کي ڊائري لکڻ جي ترغيب ڏني ۽ هر نئين سال جي ڊائري هنن لاءِ آڻيندو هئو. بعد ۾ سي ايس ايس ڪرڻ لاءِ انور کي بہ خالد مخدوم صلاح ڏني تہ انگريزي ۾ رواني حاصل ڪرڻ لاءِ انگريزيءَ ۾ ڊائري لکڻ شروع ڪر.جا هن 1967 کان لکڻ شروع ڪئي ان سال هن سي ايس ايس جو امتحان بہ ڏنو. خالد مخدوم جي انگريزي مضبوط هوندي هئي ان ڪري جو هو انگريزي ميڊيم ۾ پڙهيا هئا ۽ هو انور سان ويجهو بہ هوندو هئو.

بابي جي ڏائرين ۾ ڳوٺ جي تاريخ لکيل آهي. هن جيڪي خط دربيلي جي مرشدن ڏي لکيا اهي انهن وٽ اڄ به محفوظ آهن. پڙهائيندا آهن ترامن جي خط جو شديد انتظار رهندو هئو.

هو وقت جو به سخت پابند هوندو هئو ڳوٺ ۾ شادي يا غمي جي موقعي تي سيني کان اڳ ۾ پهچندو هئو.

اسانجي خاندان جو پهريون ماڻهو هئو جنهن پنهنجي وڏي ڌيءُ کي اعليٰ تعليم، ايم بي بي ايس ڪرڻ ۾ مدد ڪئي. ان وقت اسانجي خاندان ۾ نوجوان ڇوڪريءَ جو آزاد ماحول ۾ پڙهڻ ۽ عملي طور متحرڪ رهڻ، ڪنهن پيءُ لاءِ ڪيڏو صبر آزما هوندو ان جو اندازو ان ڳالهه مان آسانيءَ سان لڳائي سگهجي ٿو جو هوءَ ڳوٺ جي ۽ اسانجي خاندان جي پهرين ڇوڪري هئي جنهن ڪو ايجوڪيشن ۾ تعليم حاصل ڪئي.

جن ڇوڪرين کي (ميران، بهشت ۽ زبيده) انور ٽيوشن ڏئي امتحان جي تياري ڪرائي، انهن مان ٻن کي ورڪنگ وومن واري حيثيت امام بخش ڏياري. انهن کي ذميداريءَ سان ساليانا امتحان ڏيارڻ، ڏوڪري يا لاڙڪاڻي ۾ امتحانن دوران رهائش جو بندوبست ڪرڻ، اهي ڏينهن انهن سان گڏ رهڻ، جن سان امان وڏي ( منهنجي ڏاڏي) به ساڻ هوندي هئي. تعليم کانپوءِ انهن لاءِ نوڪريءَ جي ڀڄ ڊڪ ڪرڻ، تعليم کاتي جي آفيسرن سان ۽ ڪلارڪن سان رابطا ڪرڻ، ميران ۽ بهشت کي ماستري ملڻ کانپوءِ اسڪول جو ريڪارڊ مينٽين ڪرڻ، هن جي اها جاکوڙ ۽ سچي ڪمٽمنٽ اسانجي ڳوٺ ۾ انور ۽ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ڪوششن سان ٿهندڙ ڳوٺ سڌار

سنگت کان گھٽ وائگ جي آهي.

هن جِي اها انسان کي فائدي پهچائڻ واري عادت ڪنهن سياسي نظريئي يا ذاتي مفاد جي بغير هئي. پنهنجن ڀين ڀائرن جي پيٽ ۾ هن پنهنجو وقت ضرورتمندن کي آڇي ڇڏيو.

هن جون ڀيون تي ڊيئر بہ ورڪنگ وومين رهيون. ملڪ ٽيچر، نور خاتون ۽ نيلوفر فرسٽ وومين بينڪ ۾ سينيئر آفيسر رهيون. هن کي مهين جي دڙي تي آرڪيالاجي کاتي ۾ ٽڪيٽ چيڪر جي نوڪري ملي ۽ اتان ريٽائر ٿيو.

هن جي نوڪري 2 گريڊ جي هڪ پٽيوالي جي برابر هئي، پر ڪنهن بہ آفيسر هن کي پٽيوال طور استعمال نہ ڪيو. هن کي هڪ ٽيبل ڪائونٽر ۽ ڪرسي ڏني جتان هو ميوزم لاءِ ٽڪيٽ ڏيندو هئو.

ڪاڪي ڊاڪٽر جڏهن ڪامريڊ سوڀي جي ڀائرن کان لانئياري جي زمين خريد ڪئي، جيڪا اسانجي ڳوٺ جي اولهہ ۾ هئي تہ ان جي آبادڪاريءَ جو سڄو ڪم بابو ڪندو هئو. اهو ڪم جنهن ۾ هارين سان نباهہ ڪرڻ، وقت تي ٻج ۽ پاڻ جو بندوبست ڪرڻ ۽ ڏيتي ليتي جو حساب رکڻ، هڪ جوکم آهي. بابو اهو ڪم ڏاڍي شوق سان ڪندو هئو پنهنجي ماسات مير محمد پيرزادي وٽان مختلف ٻج وٺي ايندو هئو.انڪري جو مير محمد پيرزادو ڪواليفائيڊ ٻج جو ماهر هئو ۽ سڪرند ۾ رهندو هئو.

ڪيترن ماڻهن زمين جي معاملي ۾ ڪاڪي ڊاڪٽر ۽ منهنجي پيءُ جي وچ ۾ شڪ جو ڏار وجهڻ جي ڪوشش ڪئي، مثال طور ڪاڪي ڊاڪٽر کي چوندا هئا تہ امن فصل مان پئسا کائي ٿو

وچئي، تہ وري بابي کي چوندا هئا تہ ڊاڪٽر جي حقُ ڪري تہ ڪجهہ زمين توکي لکي ڏي. پر انهن ماڻهن کي اندازو نہ هئو تہ هنن پائرن جي خمير ۾ ڪهڙي تربيت پيل آهي.

اسانجي هڪڙي مائٽ ڪار ۾ جيڪا ڪاڪو ڊاڪٽر هلائي رهيو هئو ۽ منهنجو پيءُ بہ ساڻ هئس، ڪاڪي انور جي لامذهب خيالن کي بنياد بڻائي تنقيد ڪئي .ان خيا‌ل ڪانَ تہ محمد حسن مذهبي ماڻهو آهي ۽ انور ڪان بدظن ٿيندو هو. اجان ڳالهائي رهيو هيو تہ منهنجي پيءُ ڪاڪي ڊاڪٽر کي چيو تہ ڪار سائيڊ ۾ بيهار، ڪاڪي سمجهيو تہ ڪو ڪم ياد پيو اٿس. جڏهن هن ڪار اڌ رستي بيهاري تہ بابي ان مائٽ کي چيو تہ توهان ڪا ٻي سواري ڪري اڳتي وڃو ۽ هن کي ڪار مان لاهي ڇڏيائين.

منهنجي پيءُ ۽ ماءُ جي جوڙي اسانجي خاندان جي پهرين جوڙي هئي جيڪي هڪٻئي سان فرينڪ هوندا هئا..اسان پائرن، پينرن کي پيءُ، ماءُ جي همر آهنگيءَ جيڪو اعتماد ڏنو، اهو قدرت جو هڪ انعام آهي منهنجي ماءُ سان هن جي محبت جو اندازو ان مان بہ لڳائي سگهجي ٿو جو خاندان جي ڪنهن بہ محفل ۾ ڳالهائڻ لاءِ هو منهنجي ماءُ جي موجودگي ضروري سمجهندو هئو..هن کي جي ڪا بہ ڳالهہ نہ وڻندي هئي تہ وڏي آواز ۾ چوندو هئو تہ ’عالي. اب مين بولون ڪ نہ بولون‘ ۽ سيئي حاضرين کِلي پوندا هئا ۽ سمجهي ويندا هئا .

منهنجي ماءُ جي بيماري دوران هن کي un controlled fits پيا، منهنجو پيءُ ان وقت موجود هئو ۽ هو منهنجي ماءُ جي اها بيوسي واري ڪيفيت برداشت ڪري نہ سگهيو.هن پاڻ کي بہ شديد بيوس

محسوس ڪيو. اها ڪيفيت هلي رڳو ٻه منٽ پر اهي ٻه منٽ منهنجي پيءُ کي اندر ئي اندر ختم ڪري ويا. سي ٽي اسڪين ۾ خبر پئي ته جيري واري ڪينسر جسم جي ٻين حصن ۾ ڦهلجڻ شروع ٿي وئي آهي. امان جي علاج مان مايوس ٿي بابي فيصلو ڪيو ته هاڻي ڪراچي ۾ رهڻ اجايو آهي، هاڻي اسان ڳوٺ ۾ رهنداسين. اتي عاليءَ کي وندر ملندي. ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ اسڪولن کي گرميءَ جون موڪلون ٿيڻ واريون هيون. هن چيو ٻارن جو موڪلون ٿين ته توهان سڀ پنهنجي ماءُ سان گڏ اڳجو مان اڳواٽ وڃي گهر کي مينٽين ڪيان ٿو. هو جيئن ئي ڳوٺ پهتو، سيني ماڻهن سان مليو. امان جي طبيعت جي حوالي سان تشويش هن جي چهري مان ظاهر هئي.. نيٺ ان رات ننڊ ۾ ئي هن جو موت ٿي ويو.

هن جڏهن وفات ڪئي ته پوئتي ڪا به ذميواري، جائداد يا قرض ڇڏي نه ويو.. هن دنيا مان هٿين خالي هليو ويو.

هن جي وفات کان ٽي مهينا پوءِ عدت جي ڪيفيت ۾ ئي امان به هي جهان ڇڏي وئي.

# 3_ ڊاڪٽر محمد حَسن ∙

## (اسانجي ٻيڙيءَ جو ناکئو)

پنهنجي پيءُ ۽ ماءُ ۾ فنا ٿيل هي شخص، جسماني طور نٻل پر ارادي جو مضبوط شخص آهي. سنڌيت ۽ ڀٽائيءَ جي فنا واري فلسفي جو پوئلڳ. نصابي تعليم ۾ هي ڳوٺ جو ذهين ترين شاگرد رهيو آهي. ڳوٺ جي مڪتب ۾ سائين خليفي ۽ سائين غلام رسول منگيءَ جي تربيت هيٺ پَچي راس ٿيل هن شاگرد هميشہ استادن جو مانُ مٿانهون ڪيو آهي.

جن ڏينهن ۾ هي ڳوٺ ۾ چوٿين درجي ۾ پڙهندو هئو، تہ هڪ ڀيري شمس العُلماء علامہ دائود پوٽو اسڪول جي معائني لاءِ آيو. هن شاگردن کان زباني امتحان ورتو. محمد حسن جي ذهانت کي ڏسندي علامہ دائود پوٽي سائين خليفي کي چيو تہ هن ڇوڪري کي پڙهائي جاري رکڻ گهرجي، اهڙن ٻارن جي اسانجي مستقبل لاءِ ضرورت آهي، توهان هن جي والد کي گهرائيو تہ مان هن کي تاڪيد ڪيان. اسانجي ڏاڏي هن کي چيو تہ ڪافرن جي تعليم تي اسانکي اعتبار ڪونهي، باقي اسانجي غربت هن لاءِ رڪاوٽ نہ ٿيندي.

ڳوٺ مان تعليم پوري ڪري، ڏوڪريءَ جي هائي سڪول ۾ داخل ٿيو جتي سائين شير محمد ٻُرڙي جهڙي سخت استاد هن کي ڇهن مهينن کان پوءِ هڪ درجو مٿي ڪيو ايئن هن هڪ سال ۾ ٻہ درجا پاس ڪي ۽ قابليت جي بنياد تي اسڪول جي فِيس بہ معاف ڪرائي.

هن ڪجهہ عرصو جانورن جي اسپتال ۾ ڪمپائونڊر طور ڪم ڪيو. سائين عبدالوالي مخدوم جي معرفت هن کي پرائمري ماستريءَ جو آرڊر مليو. اها خبر پڏي سائين خليفو لعل بخش جي ٻہ نوڪريءَ لاءِ سائين عبدالواليءَ وٽ ويو.

سائين عبدالواليءَ هن کي چيو تہ في الحال هڪ آرڊر هيو جيڪو محمد حسن کي ڏنو آهي. اها خبر پڏي محمد حسن سائين خليفي جو مانُ رکڻ لاءِ اهو آرڊر لعل بخش کي ڏنو ۽ جواز طور چيائين تہ مونکي هڪ نوڪري آهي، هي آرڊر لعل بخش کي ڏيو پيو جيڪڏهن ملي تہ مونکي ڏجو.( لعل بخش اسانجي مامي اللاه بخش جو پُٽ ۽ محمد حسن جو ڪلاسي هئو ۽ سائين خليفو ان کي پنهنجو جانشين سمجهندو هئو جو هن پنهنجو اولاد ڪونہ هئو ۽ لعل بخش وارن جي ماءُ هن جي ڀائٽي هئي)

ڪمپائونڊر هجڻ دوران جانورن جي ڊاڪٽري جي داخلا لاءِ اشتهار ڇپيو. محمد حسن ان لاءِ درخواست موڪلي. انٽرويو لاءِ گهُرايو ويو. انٽرويو ۾ ڪامياب ٿيڻ ڪانپوءِ ڏنو ويو تہ عمر جي مقرر حد کان محمد حسن جي عمر ڪجهہ ڏينهن وڌيڪ هئي. پر انٽرويو وٺندڙ چيو تہ هن اميدوار کي داخلا ملڻ گهرجي، ان لاءِ ڪو رستو ڪڍو. نيٺ اهو طئہ ٿيو تہ ، جيئن تہ هي ساڳي کاتي ۾ نوڪري ڪري رهيو آهي انڪري نوڪري جوائن ڪرڻ وري عمر ليکي وڃي. ايئن هن جي داخلا لاهور جي اعليٰ ڪاليج ۾ ٿي. لاهور ۾ تعليم دوران هن کي اسڪالرشپ ملي، جنهنڪري هن جي تعليم جو خرچ گهر وارن تي ڪونہ پيو. پڙهائيءَ دوران هن لطيف سنگت جي پليٽفارم تان شاهہ

عبداللطيف جي ورسي وڏي شان سان ملهائي جنهن ۾ سنڌ جي مشهور فنڪارن ۽ موسيقارن فن جو مظاهرو ڪيو۽ شهر جي اعليٰ شخصيتن شرڪت ڪئي. اينيمل هسبينڊري ۾ گريجوئيشن ڪري هو ڪراچيءَ جي جانورن واري وڏي هسپتال ۾ ڊاڪٽر مقرر ٿيو.

ان زماني ۾ جانورن جي ڊاڪٽرن جو تعداد نہ هئڻ جهڙو هئو. محمد حسن جي ڄاڻ ۽ سياڻ جي ڪري هي ڪراچيءَ ۾ گهڻو مشهور ٿيو. ڪجهہ عرصي کانپوءِ سرڪار هن جي بدلي ڪنهن ننڍي شهر جي اسپتال ۾ ڪئي. اها خبر هن مسز فتاڪيہ سان ڪئي، جيڪا همدرد عورت هئي ۽ لاوارث ۽ بيمار جانورن جي رکواليءَ جو ادارو بہ هلائيندي هئي. هن صلاح ڏنس تہ ڪراچيءَ ۾ تنهنجي وڏيڪ ضرورت آهي، تون سرڪاري نوڪري ڇڏ ۽ ڪراچيءَ ۾ خانگي اسپتال کول، ۽ پوءِ محمد حسن ائين ئي ڪيو.

ان وقت اڪثر سفارت خانہ ڪراچيءَ ۾ هوندا هئا، ۽ غير مسلم ڪميونٽيون جن ۾ عيسائي ۽ پارسي گهريلو جانور رکندا هئا. يا وري اعليٰ آفيسر. ان ڪري محمد حسن جو تعلق سپريم ڪورٽ جي چيف جسٽس ڪان ويندي ذولفقار علي ڀُٽي ۽ پرڏيهي سفارتڪارن تائين پڪڙيل هئو. ان جي باوجود هن اهڙن ماڻهن مان ذاتي فائدا نہ ورتا نہ ئي سماجي لاڳاپا رکيا. هو انهن کي ائين ئي سمجهندو هئو تہ هو انهن جي پالتوُ جانورن PETS جو معالج هئو.

هن اهي تعلقات ڳوٺ جي ٻين ماڻهن جي مدد لاءِ ضرور ڪم آندا. ڊاڪٽر محمد حسن جي ذولفقار علي ڀٽي ۽ بعد ۾ بينظير سان ذاتي ڄاڻ سڃاڻ هئي. هڪ دفعي ڀٽي صاحب جي حڪومت وارن

ڏينهن ۾ ڀٽي صاحب پنهنجو سيڪريٽري موڪليو ته ڊاڪٽر محمد حسن کي وٺي اچ، جو ڪجھ ڳالهائڻو آهي. سيڪريٽري ڪلينڪ تي آيو ۽ ڊاڪٽر محمد حسن کي چيائين ته وزير اعظم توهانکي گهرايو آهي، هو ان سان گڏ ويو پر ذولفقار علي ڀٽو ڪنهن پرڏيهي اڳواڻ سان فون تي مصروف هيو. هن کي ڪافي دير ٿي وئي، ڊاڪٽر محمد حسن سيڪريٽريءَ کي چيو ته وزيراعظم صاحب گهڻو مصروف آهي، پوئتي ماڻهو منهنجو ڪلينڪ تي انتظارڪري رهيا آهن. مونکي واپس موڪليو. ڀُٽو صاحب ٻيهر چوي ته گُهرائي ونجو ايئن چئي واپس اچي ويو. هڪ وقت جي حڪمران جي مقابلي ۾ پوئتي انتظار ڪندڙن جو اوُنو جنهنکي وڏيڪ اهم لڳي اهو تَربيت جي ڪهڙي ٻَنِي مان نڪتل هوندو.

ڪراچيءَ ۾ ڊاڪٽر محمد حسن جو ٻن ڪمرن وارو گهر نه رڳو پنهنجي خاندان پر ڳوٺ ۽ پر پاسي جي ماڻهن لاءِ ڪراچي اچڻ جو سبب بڻيو. ڊاڪٽر محمد حسن چاهي ها ته پنهنجا تعلقات ڪراچيءَ جي آپر ڪلاس جينٽري سان جوڙي . پنهنجن ٻارن کي ڳوٺ جي ماحول کان ڪٽيَ شهري زندگي ۾ جذب ڪرائي پي سگهيو ۽ ڳوٺ ۾ ڀائرن جي اِولي سوِليءَ ۾ مالي مدد تائين محدود رهي پئي سگهيو. پر هن جيڪو طريقو اختيار ڪيو اهو سنڌ ۾ ته ڇا، پر ڪنهن به سماج ۾ ڳولهيو نه ٿو لَڀي. اهو ٻن ڪمرن جو گهر اسانجي خاندان ۽ سڄي ٿَر جي ماڻهن لاءِ ڪراچي اچڻ ۽ غربت مان نڪري معاشي ترقي لاءِ gateway ثابت ٿيو. اهوئي ٻن ڪمرن جو گهر ، خاندان، ڳوٺ ۽ ٿَر پاسي جي مريضن ۽ بيروزگار نوجوانن لاءِ رهائش

۾ ڪاڏي پيتي جو وسيلو رهيو. اسانجي ڳوٺ جا پيرزادا، سومرا، ممٽاڻي، چوهاڻ ۾ ماڇي هن وقت ڪراچي ۾ آباد آهن ۽ سُکي ستابي زندگي گذاري رهيا آهن. انهن سڀني جو اڪيلو ذريعو ڊاڪٽر محمد حسن ۽ مجموعي طور شفيع محمد(ملان جمن) جو گهر رهيو آهي.

جيڪڏهن ڪو مريض ڳوٺ ۾ صلاح ڪرڻ ايندو ته ان کي علاج لاءِ ڪراچي وٺي ايندو ۽ جيڪڏهن مهينو يا ٻه لڳندا ته هن کي پنهنجي گهر ۾ رهائيندو به ۽ ماني ٽڪي ۽ علاج جو خرچ به ڏيندو. جيڪڏهن ڪو بيروزگار نوڪريءَ جي تلاش ۾ ايندو ته اڻ ڇاتل مدي تائين مهمان طور رهيو پيو هوندو. ٻي وڏي ڳالهه ته اسانجي گهر جا وڏا توڙي ننڍا ان طريقي کي انجواءِ ڪندا هئا ۽ بار محسوس نه ڪندا هئا ۽ اسانجو هاڻوڪو نسل به اسانجي ان رَوش کي فخر سان ڏسي ٿو ۽ ان سلسلي کي پاڻ آهر اڳتي وڌائيندو پيو اچي.

ياد رهي ته اسان جو گهر نه زميدار آهي، نه سياسي اميدوار آهي نه ئي اسانجا ڪي مريد آهن. اها خدمت اسانکي خوشي ڏئي ٿي، اسان ڪنهن تي جتائڻ يا احسان ڪرڻ جي حوالي سان نه ٿا ڪيون.

ڊاڪٽر محمد حسن اسانجي نئين نسل جو فخر آهي. ڊاڪٽر محمد حسن هڪ عملي ماڻهو آهي هن جو نعرو آهي ته( Earn, while learn) ڪنهن فرد کي معاشي استحڪام حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڪيو ته جيئن هو پنهنجي سڄي خاندان کي تعليم ۽ ترقي ڏياري. ان کان وڌو ڪو به انقلابي ڪم ڪونه آهي.

هن ، سخي شخص کي جڏهن هارٽ اٽيڪ ٿيو ته

اينجيوگرافي دوران ڊاڪٽر ايجيوپلاسٽي ڪري هڪ سٽينٽ وجهڻ جو مشورو ڏنو. اهو فيصلو ترت ڪرڻو هئو ته جيئن آپريشن ٽيبل تي رهندي ئي علاج مڪمل ٿي وڃي...ان وقت خبر پئي ته هن وٽ يا هن جي ڪنهن پٽ يا ڀائٽي وٽ ﭘﻪ لک رپيا موجود نه هئا. ۽ هن جي پٽن ۽ ڀائٽين ڦوڙي ڪري اهي پئسا جمع ڪيا ۽ بروقت مسئلو حل ٿيو...جڏهن ته ڪيترائي اڳڪٽيا موقعا ياد اچن ٿا جڏهن اهڙي صورتحال ۾ ماڻهو ڊاڪٽر محمد حسن وٽ ئي پهچندا آهن ۽ هنن جو مسئلو حل ٿي ويندو آهي.. پئسي تي تڪيو نه ڪرڻ جو اهو عملي نمونو منهنجي سامهون هن جي اعليٰ ڪردار جو مثال آهي.

ڊاڪٽر محمد حسن ڪي دنيا آڏو پيش ڪجي ته دنيا حيران ٿي ويندي ته هڪ خاموش ڪردار ڪيئن پنهنجي غربت ۾ ٻُڏل خاندان جي ٻيڙيءَ کي هڪ ناڪئي جيان تاري ڪڍيو.

# 4_ محمد پَريَل (انور پيرزادو)
## منهنجو اڳوڻو پيچو

محمد پريل پنهنجن ڀائرن ۾ سڀني کان ننڍو هئو. هن تي انور نالو دربيلي جي مرشدن وٽان پيو. انور بنيادي طبيعت جي لحاظ کان رومانوي، جذباتي، ارڏو ۽ باغي هئو. زندگي هن پنهنجي مرضيءَ سان گذاري. ڪنهن به مصلحت يا مونجهاري جو شڪار نه رهيو. هو صحيح معنيٰ ۾ پنهنجي وڏي ڀاءُ فقير يار محمد سان مشابهه هئو.

هن جي شخصيت انقلابي ۽ اثرائتي هئي. ان ڪري هو پنهنجي ٿهيءَ جو هيرو رهيو.

منهنجي سموري ذهني اوسر ڪاڪي انور جي اثر هيٺ ٿي. مان هن کي حسرت سان ڏسندو هوس، مونکي گهر ۾ هڪ پروٽيڪٽِوِ ماحول مليل هئو انڪري مان نفسياتي طرح ڀين کي راضي رکڻ ۽ پاڻ کي پوئتي رکڻ واري مزاج جو ٿي ويس. ڪاڪو پنهنجي ڳالهه يا موقف رکڻ ۾ پيءُ، ماءُ، ڀاءُ ڀيڻ کي به هڪجهڙو فرد سمجهي ڳالهائيندو هئو ۽ اها ڳالهه منهنجي لاءِ پهاڙ جيان ڳوري محسوس ٿيندي هئي.

ڪاڪو انور مونکان 16سال وڏو هئو يعني مان سانپر جو ٿيس ته هو جواني ۾ داخل ٿي رهيو هئو.

هو پنهنجي ارڏي طبيعت جي ڪري مئٽرڪ ۾ محنت نه ڪري سگهيو انڪري جو هن جو گهڻو وقت ياري دوستيءَ ۾ گذرندو هئو. پر انٽر، بي آي ۽ ايم اي پرائيويٽ شاگرد طور سٺن مارڪن سان پاس ڪيائين. ان پڙهائيءَ دوران هن پرائمري ٽيچرس ٽريننگ به

پاس ڪئي، ۽ آرٽ جو ڪورس به ڪيو جنهنڪري هن جي لکت تمام خوبصورت هوندي هئي.

هن جي ڊرائينگ سٺي هئڻ ڪري موهين جي دڙي جي کوٽائيءَ لاءِ آيل آمريڪي آرڪيالوجسٽ هن کي کوٽائيءَ مان مليل مختلف شين جا اسڪيچ( تصويرون) ڪڍڻ لاءِ پاڻ سان رکيو. آمريڪي ماهر Jeorge F. Dales سان ڪم ڪندي هن جي انگريزي سٺي ٿي جيڪا هنکي انگريزيءَ ۾ ايم اي ڪرڻ ۾ مددگار ٿي.

ڳوٺ ۾ هو هر ڳالهه ۾ نمايان هئو والي بال جو سينٽرل رانديگر، ڪچهريءَ جو ڪوڏيو ۽ بحث ۾ تيز. ڳوٺ جي ان وقت جي سهٽي ڇوڪري سان هن جو عشق ٿيو. راتين جو دير تائين ٻاهر رهڻ اسانجي گهر جي روايت ۾ نه هئو پر انور تي ڪنهنجو وس نه هلندو هئو. هو ماءُ جو سڪيلڏو هئو ان ڪري هن جو پيءُ يا هن جا ڀائر هن کي ڪجهه به نه چئي سگهندا هئا.

تن ڏينهن ۾ هن کي ادب سان لڳاءُ پيدا ٿيو. جڏهن هن شيخ اياز جو ڪتاب جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي پڙهيو ته هو اياز جو شيدائي ٿي ويو. اهو ڪتاب ڪامريڊ سوڀي کي منسوب ٿيل هئو. ڪامريڊ سوڀو اسانجي ڳوٺ جي پرسان واري ڳوٺ ٻنڊي ۾ رهندو هئو ۽ سياسي بندش واري زندگي گذاري رهيو هئو.

ڪامريڊ سوڀو دَهريو ۽ ڪميونسٽ طور اسانجي ٿَرَ ۾ مشهور هيو. هن جي دماغي صلاحيتن کان اتان جا ماڻهو واقف نه هئا. هن سان ڪوبه اهڙو ملڻ وارو نه هئو جنهن سان هو پنهنجي معيار مطابق

ڪچهري ڪري سگهي. انور هن سان مليو ته ان سان ٿي هو انور جي جُرئت ۾ بي خوف طبيعت جو قائل ٿي ويو.

انور هن کي اياز جي ڪتاب جو حوالو ڏنو ۾ هن کي ٻڌايو ته اياز جهڙو وڏو اديب توهان مان ايڏو متاثر آهي جو هن هي ڪتاب توهانجي نالي منسوب ڪيو آ. انور جيئن اياز جو ذڪر ڪري رهيو هئو ان مان ڪامريڊ سوڀي کي پروڙ پئجي وئي ته ماڻهن کان متاثر ٿيڻ جو انداز انور جي emotional ۾ رومانوي هئڻ جو ثبوت آهي، ان ڪري پهرين ملاقات ۾ ئي ڪامريڊ سوڀي انور کي هُشيار ڪيو ته اياز کي ڪڏهن به سياسي آدرش نه ڄاڻجان.

سوڀي جي سنگت انور کي مقامي سطح کان ڪڍي عالمي سطح جي سوچ تائين پهچائيو. هن جو مطالعو ۾ سائنسي مارڪسي نقطئه نظر پختو ٿيڻ لڳو. انور وري ڪامريڊ سوڀي کي پيٽائي ءَ کان متعارف ڪرايو، اسانجي خاندان ۾ پيٽائيءَ جو مطالعو ۾ قرآن جي تعليم ۾ مُلائيت ۾ فرق صاف ۾ واضح هئو. هن ڪامريڊ سوڀي کي واضع ڪرايو ته سوشلسٽ فلسفي کي پيٽائيءَ سان جوڙڻ جي ڪري سنڌ جي عام ماڻهو تائين پَهُچَ آسان ٿيندي. ڪامريڊ کي اندازو ٿيو ته هو پيٽائيءَ جي ان تشريح کان اڻ واقف هئو.

انور پيٽائي ۾ سوڀي جو پِڄُ ڪڍي سنڌ يونيورسٽي ءَ پهتو. هن کي ايم اَي انگريزيءَ ۾ پاس ڪرڻ جي نتيجي ۾ انگريزيءَ جو ليڪچرار مقرر ڪيو ويو هيو.

سنڌ يونيورسٽي جو ماحول هن کي قومپرستي ڏي وٺي ويو. سنڌ يونيورسٽي ۾ مذهبي ۾ اردو زبان جي بالادستيءَ واري سوچ هن ۾

غصو پيدا ڪيو ۽ رومانوي ۽ جذباتي هئڻ ڪري مذهبي سوچ رکندڙ ماڻهن جي نظر ۾ ڪُڪَڙَ لڳو.

يونيورسٽيءَ واري عرصي دوران هن جي ملاقات امداد حسينيءَ سان ٿي جيڪو به تن ڏينهن ۾ پنهنجي مرضي پاڻ هلائيندڙ فيشن ايبل رومانوي شاعر طور مستحڪم هئو. هن کي به انور جي پٽائيءَ واري تشريح متاثر ڪيو. امداد سمجهي ويو ته جيڪو پٽائيءَ کي ايڏو باريڪ بينيءَ سان پڙهي ٿو اهو ضرور پاڻ به شاعر هوندو. امداد جي فرمائش تي هن پنهنجي شاعري ڏيکاري جيڪا امداد تعارفي نوٽ هيٺ ان وقت جي مُستَنِد رسالي سهڻيءَ ۾ ڇپرائي. سهڻيءَ ۾ ڇپجڻ ۽ سحرانگيز شخصيت هئڻ ڪري هو حيدرآباد جي ادبي حلقن ۾ مقبول ٿي ويو ۽ اڳتي هلي هن جي انقلابي شاعري سهڻي رسالي جي ٽائيٽل تي به ڇپي.

هن جي قومپرستي، سنڌي زبان، سنڌي ادب ۽ سنڌ جي تاريخ ڏانهن پاڪستاني سوچ رکندڙ متعصب رويي جي ڪري هئي، هو سياسي طور اتان جي قومپرست سياست ڏانهن مائل نه ٿيو. ان جو هڪ سبب ڪامريڊ سوڀي سان هن جي ذهني وابستگي به هئي.

يونيورسٽيءَ جي نوڪريءَ دوران هن پاڪستان ايئر فورس ۾ فائيٽر پائلٽ لاءِ درخواست موڪلي ۽ هو پاس ٿي ويو. ان کان اڳ هُو سي ايس ايس جو امتحان به پاس ڪري چڪو هئو پر نوڪري حاصل نه ڪري سگهيو هئو.

يونيورسٽيءَ جي ان وقت جي وائس چانسلر سائين غلام مصطفيٰ شاهه هن کي اهڙو ارادو ترڪ ڪرڻ جي صلاح ڏني ۽

نوڪري ڇڏڻ جي اجازت نہ ڏني، پر ڪاڪي محمد حسن جي چوڻ تي هن استعيفا منظور ڪئي پر اها اڳڪتي بہ ڪئي تہ انور هڪ ميچوئر مائينڊ آهي هي فوج ۾ نہ هلي سگهندو.

انور ايئرفورس جي سخت ٽريننگ، لوئر ٽوپا مريءَ مان مقرر مدي ۾ پوري ڪئي، سڄي خاندان کي انور جي ان ڪاميابيءَ تي فخر هئو هڪ پيرو وري خاندان جي معاشي ترقي نظر اچي رهي هئي. جڏهن هو پاس آئوٽ ڪري ڪراچيءَ اچڻ وارو هئو تہ سڀ خاندان وارا هن کي استقبال ڪرڻ جي تيارين ۾ هئا. اوچتو ٽيليگرام رستي خبر پئي تہ هن جو ڪورٽ مارشل ٿيو آهي ۽ هن کي پشاور جيل ۾ بند ڪيو اٿن. اسانجو خاندان ان صدمي لاءِ تيار نہ هئو. نيٺ هن جو وڏو ڀاءُ امام بخش ۽ اسانجو فيملي فرينڊ مائٽ عبدالرحيم پيرزادو هن سان ملڻ پشاور ويا. عبدالرحيم کي ان ڪري ساڻ کنيو ويو تہ هن جو ڀاءُ هن سان جيل ۾ ملڻ کي متان برداشت نہ ڪري سگهي، عبدالرحيم کلمک ماڻهو هئو ۽ موقعي کي خوشگوار بڻائي سگهندو هئو. ڪاڪي عبدالرحيم جا اسانجي خاندان سان گهرا تعلقات هئا. جڏهن بہ ڪو ڏکڏائڪ گهڙي ايندي هئي تہ ڪاڪو عبدالرحيم اسان سان گڏ هوندو هئو.

انور جي ڪورٽ مارشل ٿيڻ جو سبب هڪڙو خط هئو جيڪو هن پنهنجي دوست کي ڪيمپ مان لکيو هئو. جنهن ۾ بنگال جي صورتحال تي تبصرو ڪيل هئو. انور اهو موقف رکيو هئو تہ ويسٽ پاڪستان بنگال سان زيادتي ڪري رهيو آهي ، شيخ مجيب الرحمان ايشيا جو عظيم ليڊر آهي. ويسٽ پاڪستان کي فوجي

مداخلت تي پڇتائڻو پوندو.

اهو خط يونيورسٽي ۾ پهتو پر جنهن ڏي لکيل هئو اهو دوست موڪل تي هئو. ان خط تي هڪ مذهبي تنگ نظر ماڻهوءَ جي نظر پئي هن انور جا اکر سڃاتا ۽ هن جي پاڪستان بابت تنقيدي راءِ کان به واقف هئو. هن خط کوليو جيڪو انگريزيءَ ۾ لکيل هئو. هن اهو خط قومي ذميداري سمجهي ، پنهنجي وضاحتي نوٽ سان واپس اڪيڊميءَ موڪليو.

اڪيڊمي ان خط تي تحقيق ڪندي رهي ۽ انور کي ٽريننگ پوري ڪرڻ ڏني. پاس آئوٽ کان اڳ انور کي هيڊ ڪوارٽر گهرائيو ويو. انور سمجهيو ته هو جيڪو ٽريننگ جي وٿيءَ دوران گورڪيءَ جو ناول ماءُ پڙهندو هئو. اهو ڪنهن نوٽ ڪيو هوندو ۽ مونکي ڪميونسٽ هجڻ جي شڪ ۾ آبزرويشن ۾ رکيو ويو هوندو. ڪمري ۾ اندر وڃڻ شرط هن کان پڇيو ويو ته تنهنجا هندو دوست ڪهڙا ڪهڙا آهن. انهن جو سياست سان ڪهڙو واسطو آهي، هاڻي هن جو شڪ پختو ٿي ويو ته اهو ڪامريڊ سوڀي ڏانهن اشارا آهن.

هن جڏهن اهڙن سوالن جا جواب اعتماد سان ڏنا ته پوءِ هن کي سندس لکيل خط جيڪو هن پنهنجي هڪ هندو دوست کي لکيو هئو، ڏيکاريو ويو. انور ان خط کي وساري ويٺو هئو. هن ان خط جي تصديق ڪئي ۽ پنهنجي موقف تي به برقرار رهيو. ان تصديقي بيان جي نتيجي ۾ فوج جي نوڪري لاءِ نا اهل قرار ڏئي ست سال قيد جي سزا ٻڌائي جيل موڪلي ڇڏيو.

پشاور جيل مان هن کي ڪراچي جيل موڪليو ويو. جتي

هن کي A ڪلاس جو قيدي ڪري رکيو ويو. هن کي هڪ سرڪاري وڪيل به مهيا ڪيو ويو.

انور جي آزادي لاءِ بيگم خديجه دائود پوٽو جيڪا اديون رسالو، سنڌيءَ ۾ ڪيندي هئي، جي معرفت ذوالفقار علي ڀٽي سان به رابطو ڪيو ويو. جيڪو ڊاڪٽر محمد حسن کي پڻ سڃاڻندو هئو پر هن ڪم کان نابري واري ته فوج جي ڪم ۾ مداخلت نه ٿي ڪري سگهجي، مٿان ايئن به چيائين ته سنڌي نوجوانن کي اهڙي باهه سان کيڏڻ کان روڪيو.

جيل ۾ انور جو رابطو پهريون دفعو ڪميونسٽ پارٽي جي ڪارڪنن سان ٿيو. جن ۾ جاويد شڪور ۽ تنوير شيخ شامل هئا. هو C ڪلاس جا قيدي هئا ۽ انور وٽ آي ڪلاس جو قيدي هئڻ ڪري چانهه يا ڪافي يا سگريٽ جي بهاني ايندا هئا . اتي سياست ۽ فلسفي تي به ڳالهه ٻولهه ٿيندي هئي ۽ انور جيڪو ڪامريڊ سوڀي جي سنگت جي ڪري سوشلسٽ خيالن جو ٿي چڪو هئو. هنن ڪارڪنن ۾ پنهنجائپ نظر آئي.

انور جي ڪيس جي سرڪاري وڪيل ان بنياد تي ڪيس کي رکيو ته هي هڪ شخص جو پرائيويٽ گفتگو آهي جنهن مان ڪنهن به قسم جي بغاوت جو اظهار نه ٿو ٿئي.هن جو اطلاق هڪ ڪمري ويهي دوستن جو پاڻ ۾ خيالن جي ڏي وٺ ڪرڻ سان ڪري سگهجي ٿو جيڪو فعل قابلِ سزا ناهي. ان جي باوجود انور جي سزا ماءُ طرفان مُلڪ جي صدر جي خدمت ۾ داخل ڪيل درخواست جي نتيجي ۾ معاف ٿي ۽ انور ستن سالن جي بدران صرف 6 مهينا جيل ۾

رهي آزاد ٿيو.

جيل مان آزاد ٿيڻ کانپوءِ امرجليل جي معرفت سراج ميمڻ هن کي هلال پاڪستان اخبار ۾ نوڪري ڏني.

هلال پاڪستان اخبار ۾ به انور سچي ماحول ۾ جذب ٿي نمايان ٿي ويو. هن اخبار جي خشڪ ماحول ۾ تخليقي تجربن ۽ فرينڪ ماحول پيدا ڪرڻ سان رنگيني وڌي. ۽ نج سنڌي سرخين جو بنياد وڌو. اها ڳالهه به مشهور ٿي ته انور جي اچڻ کانپوءِ هلال پاڪستان جا سڀ ڪارڪن پاڻ ۾ سئوٽ ٿي ويا. انڪري جو انور هر ڪنهن کي سئوٽ ڪري سڏيندو هئو.

هلال پاڪستان واري عرصي ۾ انور ڪراچيءَ جو شهزادو هئو شراب تي بندش ڪانه هئي، ڪراچيءَ جون ڪلبون عروج تي هيون، انور ان وقت انتها درجي جو فيشنئبل، اسٽائيلش ۽ man in demand قسم جو ماڻهو هئو. ان عرصي ۾ انور جي شاعريءَ کي به عروج مليو. پي ٽي وي جي سنڌي سيڪشن ۾ هن ڪمپئيرنگ به ڪئي، ڊرامن ۾ ڪردار به ڪيو ڪوئيز پروگرام به ڪيو ادبي پروگرام به ڪيو. پي ٽي وي ۾ عبدالڪريم بلوچ، شمشير ، فيض ٻگهيو بيدل مسرور، راز ناٿنشاهي، سڀ هن جا چاهيندڙ هئا.

هن جو گيت اي بادلو اي بادلو ...مينا شاهه ڳاتو ساڳي ٽي پروگرام ۾ شمشير جو ٽون ياد وري آئين...به محجبين قزلباش ڳاتو هئو. محجبين قزلباش انور جو به هڪ گيت ڳايو هئو ..مند جيان مست نگاهون تنهنجون، ڪارا بادل تنهنجا وار منهنجا يار آ تہ جواني ماڻيون، انور جا سڀ رومانوي نظم ان عرصي جا شاهڪار

آهن.

انور جي بيپناهہ صلاحيتن مان هڪ تمام وڏي صلاحيت اها هئي تہ هو ماڻهن کي پاڻ سان جوڙي سگهندو هئو. هو ڪڏهن بہ اڪيلو نہ رهيو. زندگيءَ جي هر موڙ تي هن جي چوڌاري ماڻهن جو هجوم هوندو هئو ۽ اهي ماڻهو پاڻ کي انور سان جُڙيل رهڻ ۾ فخر محسوس ڪندا هئا.

انور جي ان صلاحيت جو maximum output تڏهن نڪتو جڏهن هن جو رابطو ڪامريڊ ڄام ساقيءَ سان ٿيو. جنهن کان پوءِ انور جو تخليقي ذهن سماجي ڪارج ۽ سياسي سجاڳي لاءِ جديد ڪمپيوٽر وانگر ڪم ڪرڻ لڳو. هڪ ئي وقت. سنڌي ادبي سنگت،ڪميونسٽ پارٽي، ڳوٺ سڌار سنگت ، ڪميونسٽ پارٽي جي ترجمان سرخ پرچم جو انگريزي ايڊيشن ڪڍڻ، ڪميونسٽ پارٽي جو سنڌي ۾ هلچل پرچو ڪڍڻ(ڪامريڊ امام علي نازش مونکي روبرو ٻڌايو هئو تہ سي پي پي جي انٽرنيشنل سطح تي سڃاڻپ تڏهن ٿي جڏهن انور سرخ پرچم جو انگريزي ايڊيشن ڪڍيو) . خاندان جو سهارو ٿيڻ(ڪنهن بہ فرد کي مورل سپورٽ ڪپندي هئي تہ انور هن سان گڏ هوندو هئو)، ذاتي عشق ڪرڻ( انور ڪڏهن بہ هِپو ڪريٽ نہ رهيو)، مطلب تہ هڪ ديومالائي ڪردار واري صلاحيت جيڪا ڪنهن هڪ فرد ۾ ناممڪن لڳي.

مونکي انور جي زندگيءَ جا اهي ڏهہ_پندرنهن سال( جيڪي سئو سالن جي زندگين کان وڌيڪ لاياڻتا آهن) پنهنجي سحر ۾ جڪڙي ويا آهن. مان 1974 ۾ تيرنهن سالن جو هئس تہ انور جو تعلق

ڪميونسٽ پارٽيءَ سان جُڙيو. منهنجي سچي ذهني نشونما انور جي
ان عرصي واري ڪردار جي اثر هيٺ ٿي. انور جو اهو جذبو
ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ٻن حصن ٿيڻ کان پوءِ جَهڪو ٿي ويو.
مونکي ذاتي طور تي ايئن لڳندو آهي ته اها هڪ بين الاقوامي ۽
ملڪي رياستي سفاڪي هئي جنهن نازڪ حڪمت عمليءَ سان
ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ٻنهي ڌڙن تي ساڳي ئي وقت لَٽ ۾ چَٽ جي
پاليسيءَ تحت ڪم ڪري عوام کي هڪ ليفٽ الٽرنيٽ کان محروم
ڪيو. نه ته اها ڳالهه اچرج ۾ وجهندڙ ناهي ته چار ساڻي ڪيس جو
ڪوبه قيدي عملي سياست سان جڙيل نه رهيو ۽ ٻئي طرف
ڪميونسٽ پارٽيءَ کي پراڻي تنگ نظر سياسي ليڊرشپ جي جاءِ تي
نئين ولولا انگيز نوجوان قيادت جي نعري تي الڳ ٿيندڙ گروپ چند
مهينن ۾ ئي ڪارڪنن کي مايوسيءَ جي رڻ ۾ رولي، بي پرواهه بالم
ٻڻجي ويو.

ان نئين صورتحال ۾ انور جهڙي هڪ حساس ۽ تخليقي فرد
جو ڊپريشن ۾ وڃڻ آوَس هئو. انهن ڏينهن ۾ انور مونکي ان ذهني
سطح تي بيٺل لڳندو هئو جتي ڪامريڊ سوڀو هئو جڏهن انور هن
سان پهريون ڀيرو مليو هئو ۽ هڪ برصغير جي سطح جو اعليٰ سياسي
شخص دادو ڪئنال جي ڪپ تي ڪَٺَ وِجهون ويٺو هئو. يا جتي
عظيم دانشور حشُو ڪيولراماڻي هئو جڏهن ممبئي ۾ شيخ اياز هن
سان مليو ۽ اياز کي ڏُک ٿيو ته اتي هو هڪ غير اهم شخص واري
زندگي گذاري رهيو هئو ۽ ان وقت جا اديب هن کي پاڳل چئي رهيا
هئا. اياز هن جو 1940 واري ڏهاڪي وارو دور ڏٺو هئو. يا جتي

انگريزي فلم scent of a woman جو هيرو Al pacino بيٺل ڏيکاريو ويو آهي، جتي هو پنهنجي پرپور گذاريل زندگيءَ جو خاتمو خودڪشيءَ ذريعي ڪرڻ ٿو چاهي پر جڏهن هڪ نوجوان characterهن کي ايئن ڪرڻ کان روڪي ٿو تہ پوءِ ان ساڳي نوجوان کي ڪاليج جي انتظاميہ آڏو سچوءِ قابلِ فخر ثابت ڪيو ۽ ڪاليج مان رَسٽيڪيٽ ٿيڻ کان بچائي، وري زندگيءَ سان پيار ڪرڻ لڳي ٿو. ڪاڪي انور کي زندگيءَ جي ان مرحلي تي ان جي ٿهيءَ جو هڪ يا ٻہ دوست ملن ها تہ هو ان ڊپريشن مان نڪري ڪميونسٽ پارٽيءَ کي ڳنڍي رکڻ جو ڪردار ضرور ڪري وڃي ها.

هلال پاڪستان ۾ ڪم ڪرڻ دوران ڪميونسٽ دوستن جي معرفت انور جي ملاقات ڄام ساقيءَ سان ٿي، جيڪو انڊر گرائونڊ سياسي ڪارڪن جي زندگي گذاري رهيو هئو. ڄام ساقي جي شوق ڏيارڻ تي انور سنڌي ادبي سنگت کي فعال ڪرڻ جي چيلينج قبول ڪئي. هن هلال پاڪستان جي صحافين کي، جن ۾ سڀ اديب ٿي هوندا هئا ، سنگت لاءِ سرگرم ڪيو. هلال پاڪستان سنگت جي خبرن لاءِ سنگت جي آفيشل اخبار وارو ڪردار ادا ڪيو. هن سنگت کي ايڏو متحرڪ ۽ توانو ڪيو جو سنڌ جي ٻين شهرن ۾ بہ سنڌي ادبي سنگت جون شاخون قائم ٿيڻ لڳيون. سنڌي ادبي سنگت ڪراچي اڻ اعلانيل مرڪزي سنگت جو ڏيک ڏيڻ لڳي.

هوڏانهن ڳوٺ لاءِ هن سنڌي ادبي سنگت، عورتن جي سنڌي ادبي سنگت ۽ ڳوٺ سڌار سنگت ناهڻ لاءِ ڳوٺ ۾ موجود ماڻهن کي جذبو ڏياريو جنهن جي نتيجي ۾ ٻلهڙيجي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي

هڪ ڪميون جي طرز تي ڪم ڪرڻ لڳو. سيني ڪان اهم ڳالهہ تہ ان مهم ۾ ڳوٺ جي سموري عوام غير مشروط حصو ورتو. اسانجي ڳوٺ جا روايتي وڏڙا جن ۾ مکيہ وڏيرو امام بخش، ڏاڏو علي حيدر ڪاڪو ڊاڪٽر محمد حسن ، ڳوٺ جون نندييون، وڏيون عورتون هڪ مُٺ وانگر ٿي ويا.

انور کي ورثي ۾ مليل شعور سان ڪميونسٽ فلسفي جي امتزاجَ اهڙو ڪارنامو ڪري ڏيکاريو جو ان جي حاصلات سماجيات ۾ پي ايچ ڊي جو مواد فراهم ڪري سگهي ٿي.

ڳوٺ پلهڙيجي هڪ فارمولي طور سچاتو ويجي ٿو. جتي هڪ فرد ڀهراڙيءَ جي ڇڙوڇڙ عوام کي منظم ڪري انهن ۾ اجتماعيت جي قُوَت جو احساس پيدا ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿئي ٿو. ڪو بہ سياسي دانشور اهڙو ناهي جنهن پنهنجي رهڻ واري جاءِ تي پنهنجي فڪر کي لاڳوُ ڪيو هجي، ڪامريڊ سوڀو ڀنڊيءَ ۾ ايئن نہ ڪري سگهيو رسول بخش پليجو جنگشاهي، ٺٽي ۾ ايئن ڪري نہ سگهيو ڪامريڊ ڄام ساقي ٿَرَ ۾ ايئن نہ ڪري سگهيو. باوجود ان جي تہ اها ڪا ڪسوَٽي ناهي پر اهي ماڻهو جتي توهان رهندا هجو توهانجي ڪردار جا سچا گواهہ هوندا آهن. انور ايئن ڪري پنهنجي ڳوٺ کي پنهنجي پنهنجي آدرش لاءِ ٽيسٽ فيلڊ ٺاهيو. پلهڙيجي هڪ روايتي ڀهراڙي وارو ڳوٺ هئو. اتي رهندڙ ماڻهن جي وچ ۾ انيڪ رنجشون ۽ دشمنيون موجود هيون. انور ايئن ڪرڻ ۾ ڪامياب ويو ان جو هڪ سبب خانداني هئو معنيٰ اسانجو گهر ڳوٺ ۾ غير متنازعہ هئو ٻيو سبب خاص انور جي شخصيت هئي ، هن ڳوٺ جي نوجوان ڇوڪرن ۽

چوڪرين ڪي پاڻ ۾ متحد ڪرڻ ۾ ڪامياب ويو هن سياسي وابستگيءَ ڪي شرط ڪري نہ رکيو پر ڳوٺ جي بنياد تي هر سياسي سوچ رکندڙ فرد کي ماڻهن جي مسئلن ڏانهن ذميدار ٺهرائيو. نتيجي ۾ اهڙو فراخدليءَ وارو ۽ عوام سان عملي ڪمٽمنٽ وارو رويو ڏسي ڳوٺ جا اڪثريتي نوجوان ڪميونسٽ پارٽيءَ جي فڪر سان جُڙندا رهيا. ساڳيو رويو ڪراچيءَ ۾ سنڌي ادبي سنگت جي پليٽ فارم تي بہ لاڳوُ ٿيل هئو. اها ڳالهہ غور ڪرڻ جهڙي آهي تہ انور کي اها لائين ڪميونسٽ پارٽيءَ جي طرفان ڏنل نہ هئي پر، جيئن تہ هو مڪمل طور ڪميونسٽ جذبي ۾ رچي ويو هئو ۽ ان جو سبب ڄام ساقي هئو. ان ڪري هن جو ذهن تخليقي طرح سان عوام الناس جي ڀلائي لاءِ ٺيون آپ تي ويو.

# ڳوٺ سڌار سنگت، ڀلهڙيجي

جيتوڻيڪ ڳوٺ سڌار سنگت ، خان محمد پنهور ان نيت سان شروع ڪئي هئي تہ سنڌ جي هر ڳوٺ ۾ سماجي شعور وڌائجي ، اها ڪيترن ئي جاين تي موجود هئي ، پر ڀلهڙيجيءَ ۾ ان سان سياسي شعور کي بہ ڳنڍيو ويو.

انور جي شخصي اثر جي نتيجي ۾ حاصل ٿيل ان حاصلات جو مختصر وچور هيئن پيش ڪري سگهجي ٿو.

1. ڀلهڙيجي سرڪاري ريڪارڊ جي حوالي سان ٽن ڳوٺن تي مشتمل آهي، ڀلهڙيجي، ڀليڊنو ابڙو ۽ حاجي لعل بخش شيخ. حاجي لعل بخش جنهن جي نالي تي هي نئون ڳوٺ رجسٽر ٿيل آهي، انور جو

نانو هئو پر انور ٻلهڙيجيءَ کي هڪ يونٽ ڪري ورتو. ۽ پنهنجي خاندان واري ڳوٺ کي بيڪ گرائونڊ ۾ رکيو باوجود ان جي تہ هر ڪنهن کي خبر آهي تہ جنهن جديد ٻلهڙيجيءَ جو ذڪر ٿئي ٿو ان ۾ اهو انقلابي ڪردار حاجي لعل بخش شيخ واري ڳوٺ جي پيرزادا خاندان جو آهي. پر ڪامياب سياسي حڪمت عمليءَ عوام الناس جي مفاد ۾ پاڻ کي فنا ڪرڻ واري سوچ هن کي ايئن ڪرايو.

2. قبائلي انداز ۾ پيرزادن جي ٻن ڌرين ۾ هڪ دشمني هلندڙ هئي. جيڪا نوجوانن جي، ڳوٺ جي مجموعي ڀلائيءَ لاءِ هڪ پليٽ فارم تي متحد ٿيڻ ۽ پاڻ ۾ ميل جول وڌڻ جي نتيجي ۾ اڳتي منتقل نہ ٿي ۽ هاڻي ڳوٺ ٻلهڙيجي قبائلي جهيڙن کان آجو آهي.

3. 1979 جي بلدياتي چونڊن ۾ ڪائونسلر لاءِ پهريون دفعو ٻلهڙيجي وارن هڪ نوجوان محب پيرزادي کي اميدوار بيهاريو. ان کان اڳ گُڏ جو زميندار اسانجي ڳوٺ جو ڪائونسلر ٿيندو هئو. اسانجو ڳوٺ گُڏَ جي ٻن خاندانن ۾ ورهائيل هئو. اڌ حصو وڏيري موسيٰ خان جو طرفدار هوندو هئو ۽ ٻيو اڌ وڏيري واحد بخش جو طرفدار هوندو هئو. هن ٻيري گُڏَ جي گاديءَ کي هڪ ڳوٺاڻي سان مقابلو ڪرڻو پيو ۽ گُڏَ جي گادي ٻلهڙيجيءَ مان هارائجي وئي. ان ڪانپوءِ سڄي ٿرَ ۾ اڄ تائين اها ڳالهہ مڃيل آهي تہ ٻلهڙيجي وارا پنهنجا فيصلا پاڻ ڪندا آهن اهي ڪنهن جو راڄُ ناهن.

انهن چونڊن ۾ هر ننڍي وڏي فرد ڀرپُور حصو ورتو. اسانجي اميدوار محب جي طرفان عورتن جي ايجنٽ ادي زبيدهہ هئي، ووٽ

ڪرڻ لاءِ پرچون مامي گُل محمد لکيون ، جيڪو هوئن غير سياسي ۽ غير سوشل هوندو هئو. سڀ پار جيڪي ووٽر نہ هئا اهي اليڪشن ۾ دلچسپي وٺي رهيا هئا.

مخالف ڌُر لاءِ جيڪي ماڻهو چِڙ ڏياريندڙ ڳالهيون ڪري رهيا هئا انهن کي نظر انداز ڪري جهيڙي کان پاسو ڪيو ويو.

ان سرگرميءَ جي ڪري زات پات ۽ پاڙن جو فرق ختم ٿي ويو. محب پيرزادي جي نمائيندو ٿيڻ جي تجويز وڏيري امام بخش ڏني جيڪا قبول ڪئي وئي، وڏيري امام بخش جي مردم شناسي جڳ مشهور هئي.

4. 1978 ۾ ضياءالحق جي سخت ۽ تازي مارشل لا جي موجودگيءَ ۾ بلهڙيجيءَ ۾ سنڌي ادبي سنگت جي پليٽ فارم تان شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ورسي ملهائي وئي. جنهن ۾ سڄي سنڌ جا اديب انور جي سَڏ تي اچي مِڙيا. ماشل لا جي سخت بندش وارن ڏينهن ۾ جتي چار ماڻهن جو هڪ جاءِ تي گڏُ ٿيڻ ڏوهہ هئو اتي، سنڌ سطح جي ادبي ڪانفرنس هڪ ڀرپاڙيءَ ۾ ڪاميابيءَ سان منعقد ٿي ان جي اهميت ۽ منعقد ڪندڙن جي جرئت جو اندازو آسانيءَ سان لڳائي سگهجي ٿو.

شرڪت ڪندڙن ۾ شمشيرالحيدري، تاج بلوچ، انور پيرزادو، بدر ابڙو، بيدل مسرور، ميرمحمد پيرزادو، هر فڪر جا سياسي ڪارڪن، شامل هئا. مشاعرو ٿيو موسيقي جي محفل ۾ بيدل مسرور انقلابي گيت ڀڏايا ۽ رات جو استاد منظور علي خان محفل ڪئي. ان ڪانفرنس هڪ سياسي تحرڪ جو بہ ڪم ڪيو.

5 . 1982 ۾ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي ورسي ملهائي وئي. جيڪا هڪ ڪليل سياسي اظهار هئو. سڄي پاڪستان کان ليفٽ سان لاڳاپيل ماڻهو ان ۾ شامل ٿيا.

ان کان علاوه ڪميونسٽ پارٽي سان لاڳاپيل سپ فرنٽ ۾ انڊر گرائونڊ سياسي ڪارڪن اسانجي ڳوٺ ٻلهڙيجي ۾ گڏ ٿيندا هئا ۽ ڳوٺ جي عام ماڻهن سان کلي عام لهه وچڙ ڪندا هئا. شاگرن تنظيم ڊي ايس ايف ۽ ٻارن جي تنظيم ساٿي ٻارڙا سنگت به هن ڳوٺ ۾ پنهنجا اجلاس ڪيا. ڪميونسٽ روپوش وڏيري امن جي اوطاق ۾ رهندا هئا. هڪڙو ڪامريڊ گهنشام پاڻ کي لطيف پيرزادو سڏائڻ لڳو ان نوجوان شاگردن کي ڳوٺ جي سماجي ڀلائي وارن ڪمن جو شوق ڏياريو گهٽيون صاف ڪرايون ۽ سيني ٻاڙن جي گهرن مان ند ڪچرو ڪٽايو ۽ انهن ۾ پاڻ به شامل هوندو هئو.

ڳوٺ جي ماڻهن ڪميونسٽ پارٽيءَ کي ڪيئن پنهنجو سمجهيو ان جو هڪ مثال اهو آهي جڏهن ڪراچيءَ جي ڪاڪي عبدالرحيم جي گهر ڇاپو لڳو جنهن ۾ ڪاڪو عبدالرحيم، لطف پيرزادو ذلف پيرزادو، اعجاز پيرزادو ۽ روپوش ڪارڪن غلام حُسين شر گرفتار ٿيا.

اعجاز کي ڪمسن ٻار هجڻ ڪري آزاد ڪيو ويو. ڪاڪو عبدالرحيم موقعي تي ئي هڪ پلان ٺاهيو هن وڏي واڪ اعجاز کي چيو ته ابا ڳوٺ وڃي گلاب کي چئجان ته تنهنجو ڇوڪرو نوڪريءَ سانگي اسان وٽ آهي ٻن ٽن ڏينهن ۾ اچي ويندو .گرفتاريءَ جو نه ٻڌائجان ، متا پريشان ٿين. هن جو اشارو غلام حسين شر ڏانهن هئو. اعجاز ڪمسن هوندي به سمجهي ويو ته ڳوٺ وڃي اهو مشهور ڪرڻو

آهي ته هو گلاب پيرزادي جو پٽ آهي ته جيئن غلام حسين شر آزاد ٿي وڃي. پوءِ ٿيو به ايئن ڏوڪريءَ جي سي آئي ڊي پوليس هر پلهڙيجي واري کان پڇندي رهي ته گلاب جو ڪهڙو ڇوڪرو نوڪريءَ لاِ ڪراچيءَ ويل آهي. ان وقت هر پلهڙيجيءَ واري گواهي ڏني ته ها گلاب جو پٽ آهي جيڪو ڪراچيءَ ويو آهي. ڇوڻ ٿا ته جڏهن غلام حسين شر کي آزاد ڪيائون ته هڪ فوجيءَ ڇيو اسانجي نشاندهي ته غلط نه ٿي ٿي سگهي پر ثابتي نه ملڻ ڪري توکي ڇڏيون ٿا. پلهڙيجيءَ جا غير سياسي ماڻهو به ڪميونسٽن کي دوست ۽ حق تي سمجهڻ لڳا.

6. ڳوٺ پلهڙيجي وارن دوستيءَ جي دائري کي استعمال ڪري بيوروڪريسي جي مدد سان ڳوٺ ۾ بجلي، روڊ ۽ گيس آندي. اسانجي تڪَ جا سياسي ماڻهو اسانجا دشمن هوندا هئا پر انهن جي مدد کانسواءِ. انهن جي اکين آڏو اسانجي ڳوٺ وارن سماجي ترقي حاصل ڪئي. پلهڙيجي وارن سياسي ووٽ لاءِ سياسي موقف سامهون رکيو سماجي رعايتون نه.

ڪجه پر واري تر جا پيرزادا ڪاڪي ڇُتل سان گڏ آيا ۽ ميان علي حيدر سان مليا ته اسان پيرزادن جي ڪا تنظيم ٺاهيون جنهن جي وسيلي پيرزادن جي لاءِ ڪي سهولتون وٺون. ان تي ڏاڏي علي حيدر انهن کي چيو ته اسانجي نوجوانن سان ملو ۽ هنن جي مدد سان زات جي بنياد تي نه پر ڳوٺ جي بنياد تي ڳوٺ سڌار سنگت ٺاهيو ان ۾ گهڻو فائدو اٿوَ.

مثال طور ڳوٺ جي بجلي قربان پيرزادي ذاتي دوست جيڪو

ان وقت واپڊا ۾ انجنيئر هئو جي مدد سان مليو. ايئن نياز پيرزادو محب، منور ۽ صديق پي آئي اي ۾ هر مدد جي لاءِ حاضر هوندا هئا ۽ ڪيترا دوست ٻڌائيندا هئا تہ پي آءِ اي ۾ موجود پيرزادا ڏاڍا مددگار هوندا آهن. اهو جذبو جو هر ڳوٺ جو فر پاڻ کي ڳوٺ سڏار سنگت جو حصو سمجهي پنهنجي اداري ۾ ڪم ڪندو هئو. ايئن علي مردان ۽ عجيب سياسي طور وطن دوست وارن سان هوندا هئا پر ڳوٺ جي لاءِ ڪميٽيڊ هوندا هئا.

مونکي هڪ دلچسپ واقعو ياد ٿو اچي، هڪڙي دفعي وطن دوست پارٽيءَ جو ڪو نوجوان ڇوڪرو اسانجي ڳوٺ ۾ سياسي بحث دوران چيو تہ هتي ڪو ڪميونسٽن جو ماڻهو آهي تہ فدا حسين جيڪو علي مردان جو پياءَ ۽ ڪراچي ۾ ڊرگ ڪالوني ۾ ڪاڪي عبدلرحيم وارن سان گڏ رهندو هئو ۽ غير سياسي ماڻهو هئو هن چيو تہ ها مان آهيان. رڳو انڪري تہ متان ٻاهران ايندڙ سياسي ڪارڪن سمجهن تہ ٻلهڙيجيءَ ۾ ڪو ڪميونسٽ موجود نہ آهي.

انور پيرزادي جي صحافتي ڪردار تي ڳالهائجي تہ هڪ اهڙو مثالي ڪردار سامهون ايندو جنهن جي ڪسوٽيءَ تي پورو لهڻ اڄڪلهہ جي صحافتي ڪلچر ۾ ڪنهن لاءِ ناممڪن نظر ايندو.

هن هلال پاڪستان ڪراچي کان سب ايڊيٽر طور ڪيريئر شروع ڪيو. اتي هن نيٺ ۽ عام ڳالهائجندڙ لفظ ۽ جملا استعمال ڪرڻ جو رواج وڌو. سنڌي ادبي سنگت کي مڪمل ڪوريج ڏني.

هن بعد ۾ انگريزي جي مقبول ۽ مستند اخبار ڊان ۾ نوڪري ڪئي. جتي هن کي فيلڊ ۾ وڃي ريسرچ اسٽوري ڪرڻ جي

اسائنمنٽ ملي. ان بهاني هن جو واسطو سنڌ سيڪريٽريٽ سان پيو. ڪيترائي آفيسر هن جا گهَرا ٿي ويا. پر سنڌ سيڪريٽريٽ جي آفيسرن کي ڪنهن مالي لالچ ۾ اچي بليڪ ميل نہ ڪيو.

ڊان ۾ نوڪري ڪندي هن سنڌ کي موضوع بڻائي پاڪستان جي مين اسٽريم ميڊيا ۾ ڪوَريج ڏني.

سنڌي پريس ۽ ملڪي پريس جي وچ ۾ ويڇو ختم ڪرڻ لاءِ هن ڊان اخبار ۾ هفتيوار ڪالم سنڌي پريس ڊائجيسٽ شروع ڪيو جنهن ۾ سڄي هفتي دوران اهم مُلڪي معاملن تي سنڌي صحافي ڇا ٿا لکن، کان واقف ڪرايو. فيض الله مطابق ان ڪالم جو ذڪر هڪ نجي ڪچهري ۾ شيخ اياز ايئن ڪيو هئو تہ جيڪو ڪم انور سنڌ لاءِ ڪري رهيو آهي اهو تمام اهم آهي.

ڊان وارن هن کي شام واري اخبار ڊي اسٽار ۾ بيورو چيف ڪري سکر موڪليو.

انهن ڏينهن ۾ ايم آر ڊي جي جڳ مشهور تحريڪ هلي. انور سکر مان عوامي ويڙهہ جي رپورٽنگ هڪ عوام سان ڪميٽڊ صحافي طور ڪئي. جنهن ڪري ملڪي سيڪيورٽي ايجنسين هن کي جيل موڪليو اها ڳالهہ ياد رکڻ جي آهي تہ ايم آر ڊي تحريڪ ۾ صحافي طور رڳو هڪ شخص انور پيرزادو گرفتار ٿيو هئو.

جيل موڪلڻ کان اڳ سکر جي آئي_سيڪشن ٿاڻي تي هڪ ميجر جي رينڪ جو ماڻهو رات جي وقت ۾ هن سان ملڻ آيو ۽ هن کي آفر ڪيائين تہ تون انگريزي جي مين اسٽريم اخبارن جو تجربو رکين ٿو جيڪڏهن فوج تي تنقيد ڪرڻ ڇڏين تہ اسلام آباد

مان نڪرندڙ انگريزي اخبار مسلم يا پاڪستان ٽائيمز ۾ ايڊيٽر طور نوڪري ڏئي سگهجي ٿي، ۽ تون اسلام آباد ۾ پنهنجن ٻارن سان وڃي رهه. انور چيُس تہ مان حقيقت واري رپورٽنگ ڪريان ٿو ۽ مونکي اسلام آباد واري نوڪريءَ تي بہ اعتراض ناهي پر ڪنهن بہ قسم جي شرط تي قبول ناهي. ايئن ٻئي ڏينهن ئي هن کي سکر جيل موڪليو ويو.

## اسانجي خاندان جا ڪجھ پيا ڪردار.

# ڊاڪٽر زبيده پيرزادي
## منھنجي وڏي ڀيڻ•

مونکي نندپڻ جو پهريون پيار منهنجي وڏي ڀيڻ ادي گئيءَ جو ياد ٿو اچي. هن جي ڳالهائڻ ۾ پيش اچڻ جو انداز جادوئي هئو. هوءَ پنهنجو پاڻ کي گهٽ ۾ ڪنهن بہ خوبيءَ کان وانجهيل محسوس ڪرائيندي هئي ۽ ايئن تاثر ڏياريندي هئي جڻ مان اهڙو هيرو آهيان جيڪو پنهنجي خاندان کي ۽ هن کي غربت ۽ مايوسين مان ڪڍي ويندس. هن ۾ هڪ اهڙو سِحر هئو جو هن کان وڌيڪ خوشحال گهراڻن جون ڇوڪريون هن جون گرويده هونديون هيون. جڏهن هوءَ ڪراچيءَ مئٽرڪ پڙهڻ وئي تہ ڪراچيءَ جون اردو ڳالهائيندڙ هم جوليون اسانجي ڪاڪي ڊاڪٽر واري ننڍي گهر ۾ ايندڍيون هيون ۽ سيني گهر ڀاتين سان خاص طور امان وڏي سان ( جنهن کي اردو ڳالهائڻ نہ ايندي هئي) ڪمپني انجواءِ ڪنديون هيون. ڏٺو ويو آهي تہ اهڙي صورتحال ۾ ماڻهو احساسِ ڪمتريءَ جو شڪار ٿيندا آهن ۽ ٻين کان مرعوب ٿي پنهنجي والدين ۽ گهر وارن کي حقارت سان ڏسندا آهن.

جڏهن هوءَ انٽر پاس ڪري چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج ۾ وئي تہ اتي چانڊڪا جون ڇوڪرِيون هن سان ايڏيون گهرِيون ٿي ويون جو اسانجي ڳوٺ واري ڪچي گهر ۾ موڪل جا ڏينهن

گذاريندڙيون هيون ۽ هوءَ فخر سان بابي جو تعارف ڪرائيندي هئي جيڪو مهين جي دڙي تي ميوزيم جو ٽڪيٽ چيڪر هئو ۽ اهي بابي جي تمام گهڻي عزت ڪنديو هيون. ميڊيڪل پاس ڪرڻ کانپوءِ هن کي جيري جي سِرهوسِسِ ٿي ۽ ڊاڪٽرن جي شاديءَ کان منع ڪرڻ جي باوجود هن اسانجي سئوٽ ڊاڪٽر رفيق سان خاندان جي طئہ ٿيل شادي ڪئي تہ ايئن نہ ٿئي جو ان انڪار کي ميڊيڪل سبب جي بدران عورت جي آزادي جو سبب سمجهيو وڃي ۽ ڳوٺ ۾ نياڻين جي اعليٰ تعليم واري رجحان تي اثر پوي. هن چانڊڪا جي سهيلين کي حرصايو ۽ ڳوٺ ۾ ميڊيڪل ڪيمپ جو رواج وڌو. ڳوٺ جي هر ماڻهو لاءِ، خاص طور عورتن لاءِ هوءَ لاڙڪاڻي ۾ صحت جي والنٽيئر هئي. اجان بہ هن جي روايت هن جو ڀقات فياض پيرزادو نڀائيندو پيو اچي. نيٺ جيري جي بيماريءَ ۾ هوءَ 1986 ۾ لاڏاڻو ڪري وئي. منهنجي لاءِ هوءَ وڏي وٿ هئي. ڪيترائي ماڻهون هن کي اجان تائين وساري نہ سگهيا آهن. اسانجي ڳوٺ جون مايون اجان تائين هن جي ڪلاس فيلوز کان هن جي ناتي مدد وٺنديون رهن ٿيون.

اسانجي ڳوٺ ۾ هن جي لاڏاڻي کانپوءِ ڳوٺ وارن پنهنجي مدد پاڻ جي بنياد تي هڪ اسپتال کولي جيڪا اجان تائين هلي رهي آهي.

# منهنجو ننڍو ڀاءُ پرويز

پرويز منهنجو ننڍو ڀاءُ آهي، اسانجي خاندان ۾ هوندئن ته هرڪو فرد سيلف ميڊ آهي پر پرويز ان تي هر طرح سان پورو لهي ٿو. هو منهنجي طبيعت جي ابتڙ هڪ عملي انسان آهي، سوشل ۽ اڳرائي ڪري ڪم هٿ ۾ ڪڻڻ وارو، قائداڻي صلاحيت وارو فرد آهي. هن ۾ اها صلاحيت اُتم درجي جي آهي جو هو ايئن نه چوندو ته ..هي ڪم ڪجي، پر چوندو ته اچو ته هي ڪم ڪيون.. ۽ ٽيم هن سان ٿهي ويندي.

هن ڊيولپمنٽ سيڪٽر ۾ ڪم ڪندي پنهنجي هڪ نرالي سڃاڻپ ٺاهي آهي. هن جيڪا به نوڪري ڇڏي ته اتي اهڙا دوست ڇڏيا جيڪي هن سان ذاتي طور وابسته رهيا. هن هميشه دوستن کي پروموٽ ڪيو آهي. اسانجي خاندان جي پنهنجي ٿهيءَ جي سئوٽن ۽ ننڍن ٻارن کي ڳنڍي رکڻ ۾ هن جو ڪردار بي مثل آهي. هن ڪڏهن به پاڻ کي اڪيلي طور visualize نه ڪيو آهي، هر آئيڊيا ۾ هن اجتماعيت پيدا ڪئي آهي. هن آن جاب ايجوڪيشن جو به هڪ نئون تجربو ڪري هڪ مثال قائم ڪيو آهي. هن غير ملڪي يونيورسٽين مان به ماسٽرز ڊگريون پنهنجي مدد پاڻ جي بنياد تي حاصل ڪيون. هو ڪيترن ئي ضرورتمندن کي ڏَڳِ لائڻ لاءِ ڪوشان رهيو آهي.

پرويز جو پنهنجي ڳوٺ سان پيار به بي مثل آهي، هن کي

هڪ ڏينهن جي وِٿي بہ ملندي تہ ڳوٺ جو چڪر ضرور هڻندو.

ڳوٺ ۾ جڏهن ڪميونسٽ پارٽي جي پيچ ڍاهہ ڪانپوءِ ڪارڪن سرگرم نہ رهيا تہ پرويز ماحول کي ٻيهر سرگرم ڪيو. هن ڳوٺ ۾ موجود دوستن جن ۾ عبدالحق، فيض الله، ياسين، ۽ پراڻن اڳواڻن گلاب ۽ محب کي اعتماد ۾ وٺي ڳوٺ سڌار سنگت کي ٻيهر سرگرم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، جڏهن هن کي ٻڌايو ويو تہ ڳوٺ سڌار سنگت جي رجسٽريشن عدم دلچسپي جي ڪري ختم ٿي چڪي آهي ۽ بحال نہ ٿي ٿي سگهي تہ هن نئين تنظيم انڊس ڊيولپمينٽ ايسوسيئيشن جي نالي سان رجسٽر ڪرائي ان جي صدارت پراڻي ڪامريڊ گلاب پيرزادي کي آڇي، ٻيا عهديدار بہ ڳوٺ مان ڪنيا. پوءِ ان تنظيم جي ويب سائيٽ ٺاهي، بروشر جي شڪل ۾ مختلف ڊونر ايجينسين کي اپلاءِ ڪيو. هن ايس اي ايف ۾ جتي هو ان ٺي سيڪٽر ۾ ڪم ڪري چڪو هئو ۽ پنهنجي سٺي ساک پيدا ڪئي هئي سان IDA جي صدر گلاب پيرزادي کي متعارف ڪرائي تعليم جي واڌاري لاءِ پروجيڪٽ وٺڻ ۾ ڪامياب ٿيو جيڪو اڃان تائين هلي رهيو آهي. ايئن ڳوٺ سڌار سنگت ڦلهڙيجي جو تسلسل قائم رهيو. ۽ پاڻ ڪنهن بہ عهدي کانسوا پسمنظر ۾ رهي اڃان تائين سرگرم رهندو پيو اچي.

مان محسوس ڪندو آهيان تہ منهنجي پيءُ جي ۽ ادي گئي جي اها خوبي بہ پرويز ۾ ڀرپور نموني ۾ ظاهر ٿي آهي جو هو بہ اسانجي سئوٽن جي وچ ۾ فڪري اختلاف جي باوجود ڳنڍيندڙ پُل ثابت ٿيو آهي، هن 7 ڪزن گروپ ٺاهي، نئين نسل کي اجتماعيت جو شعور

منتقل ڪيو سئوٽن کي ملڪي ۽ غير ملڪي گڏجي سفر ڪرڻ تي هيرائيو. هڪبئي ۾ اعتماد لاءِ گڏجي سفر ڪرڻ وارل ٽُول استعمال ڪيو وري ٽئين نسل کي به اجتماعيت جي سوچ کان واقف ڪرائڻ لاءِ ٻارن جو گروپ ٺاهڻ جي همت افزائي ڪري.

اسانجي خاندان ۾ عيدن جي موقعي تي منظم تقريبون ڪرائڻ جو رواج وڌو ته جيئن اهڙا ڏينهن بوريت ۽ بي مقصد نه گذرن. اها روايت هاڻي اسانجي خاندان جي سڃاڻپ ٿي وئي آهي.. اسانجي خانداني شادين جي تقريبن ۾ به پرويز جون ڪوششون نئين نسل کي سنڌي ڪلچر سان جوڙي رکڻ ۾ انتهائي اهم رهيون آهن. ۽ پرويز جي ان ذاتي ڪوشش ۽ ڪريئيٽِو اپروچ ڪي ڪري اسانجو چاچو محمد حسن چوندو آهي ته مونکي خوشي ٿئي ٿي اهو ڏسندي ته اسانجي نئين نسل ۾ اها ساڳي محبت اڃان به شديد ٿيندي وڃي ٿي.

اسانجي وڏڙن، ٻائرن جي سطح تي جيڪا ميل محبت برقرار رکي اها سئوٽن جي سطح تائين وڌي وڃڻ ۾ پرويز اسان سڀني کان گهڻو ڪردار ادا ڪيو آهي، ۽ ٻاڻ تي ٿيندڙ شخصي تنقيد ۽ جُهلَهه کي هن ٻُنيءَ تي اڇلائيو آهي، نه ته هن شهري ماحول ۾ اسان جا ٻار شايد پنهنجن پنهنجن گهرن تائين محدود رهجي وڃن ها.

مونکي فخر آهي ته منهنجو ننڍو ڀاءُ اسانجي خاندان جي روايتن جو پاسدار آهي.

# منهنجو سئوٽ ڊاڪٽر افتخار...

هي ڪردار، منهنجي لئہ حيرت انگيز خوشيءَ جو سبب آهي. انڪري جو هي اسانجي خاندان جي ان نسل جو نمائيندو آهي جنهن اسانجي خاندان جي غربت اڪين سان نہ ڏٺي. ان نسل کي اها سياسي تعليم بہ نہ ملي جيڪا اسانکي ملي، جنهنڪري اسان پاڻ کي سماجي ڪمٽمنٽ جو ذميدار سمجهندا رهيا سين.

هي اسانجي ڪاڪي ڊاڪٽر جو سيني کان ننڍو پُٽ آهي، هر طرح کان لاأُبالي، نہ پنهنجي پيءُ وانگر مذهبي نہ پنهنجي چاچي انور وانگر سماج سڌارڪ. پنهنجي ماءُ جو سڪيلڌو، هي ان ڪانپوءِ ايندڙ نسل جو هيرو آهي. پنهنجي پيءُ جي گهر جو پهريون باغي ، وڏا وار رکائڻ، گٽار وڄائڻ، ڪراچيءَ جي غير سنڌي هم عمر دوستن سان رات جو دير تائين گهر کان ٻاهر رهندڙ ۽ هڪ دفعو ٽاڻي تائين پهچڻ...اهڙو ٻار ڪاڪي ڊاڪٽر جي گهر ۾ هجي اهو تصور کان ٻاهر لڳندو هئو. هن جي ماءُ هن جي اڪيلي وڪيل ۽ دوست هئي. هو عملي زندگيءَ کان پري جو ڪو ماڻهو لڳندو هئو ۽ سڄي خاندان لاءِ هڪ تجسس وارو سوال بڻيل هئو تہ هي نيٺ ڇا ڪندو.

ڪاڪي ڊاڪٽر جا ٻہ پُٽ هن جي ٽي شعبي ۾ آيا يعني جانورن جا ڊاڪٽر ٿيا.

ڊاڪٽر ابرار، پنهنجي پيءُ کان متاثر ۽ پنهنجي شعبي ۾ ماهر ڊاڪٽر ثابت ٿيو. ڪاڪو ڊاڪٽر عمر جي تقاضا جي ڪري،

پريڪٽس محدود ڪري ڇڏي.

سيني کي حيراني هئي تہ افتخار پنهنجا ٻارَ ڪيئن پاليندو.

نيٺ اهڙي ڪايا پلٽي جو هاڻي هوُ هڪ رول ماڊل ٿي ويو آهي. ڪلينڪ بہ هلائي ٿو ۽ پنهنجي ٻاءُ کان وڌيڪ خاندان لئہ سوشل ورڪر بہ آهي.. پنهنجي مختصر فيمليءَ کي پورو ڪوالٽي ٽائيم ڏئي ٿو. پنهنجي ڪمائيءَ مان، خاندان جي سيني گهرن کي تسلسل سان سوکڙيون بہ ڏئي ٿو.

ايوينٽ مينيجمنٽ جو ماهر ، ۽ انتهائي لو پروفائيل رهندڙ جيڪو ٿي هن کي وڏو انسان ناهي ٿو... حالانڪ هن جو ڪو ادب، فلسفي يا مذهب جو وڏو مطالعو بہ ناهي رهيو. هن ۾ اهي سڀ خوبيون قدرتي طور منتقل ٿيون آهن

پرويز ۽ افتخار مونکي، اسانجي خاندان جي ان روايت جا حقيقي اڳواڻ نظر اچن ٿا، جنهنکي پنهنجي ذات جي فنا چئجي ٿو.

# زبير ۽ منهنجي جوڙي

اسان جي خاندان ۾ مان ۽ زبير گهڻو ويجهو رهياسي.
ان کان اڳ ڳوٺ واري زندگيءَ ۾ مان ۽ بشير ويجهو هوندا هُئاسين. ڳوٺ ۾ رڳو اسان ٻہ ئي هر ڪم لاءِ موجود هوندا هئاسين. گهر جا ڪم ڪار، رڌي پڪي لاءِ جهنگ مان ڪاٺيون ڪري اچڻ، جانورن لاءِ گاهہ ڪري اچڻ، ۽ خيرات جي ماني وٺي اچڻ. ٻيا ٻار اڃان ننڍا هئا جن ۾ زبير، زرار، مسعود وغيره. ڪاڪي ڊاڪٽر جا ٻار ڪراچيءَ منتقل ٿي چڪا هئا. مان 1981 ۾ ڪراچيءَ آيُس. ڪاڪي انور جي فيملي 1980 ۾ ڪراچي ڇڏي لاڙڪاڻي شفٽ ٿي وئي هئي ، ان کانپوءِ ڪجهہ عرصو سکر ۾ رهي. ڪاڪي انور جي فيملي ڪراچيءَ ۾ وري 1985 ۾ آئي.

ڪراچيءَ ۾ ادبي ۽ سياسي حوالي سان ، خاندان ۾ رڳو زبير منهنجو ساٿي هئو. مان پاڻ ذاتي دوست ناهڻ ۾ اڳرائي نہ ڪري سگهندو آهيان، انڪري زبير جا دوست ئي منهنجا بہ دوست هوندا هئا. هو ڪاڏي بہ اڪيلو نہ ويندو هئو، مونکي ساڻ کڻندو هئو. هن جا پراڻا NJV جا دوست يا هن جا آفيس جا دوست، هو هر ڪنهن وٽ مونکي وٺي ويندو هئو. سياسي حوالي سان بہ اسان جي دوستيءَ جو حلقو مشترڪ هئو. ڪاڪي انور وٽ ايندڙ ويندڙ سڀ دوست زبير جا بہ دوست هوندا هئا، انڪري جو ڪاڪو بہ هن کي دوستن وانگر رکندو هئو ۽ هن جي موجودگيءَ ۾ ڪو بہ حجاب نہ رکندو هئو. ڪاڪي جا دوست بہ زبير سان عمر جي فرق جو حساب نہ رکندا هئا.

زبير ۾ اها ڳالهہ اُتم درجي جي هئي جو هن ۾ sense of humour اعليٰ درجي جو هئو جنهنڪري هو ڪاڪي انور سان بہ اهڙين ڳالهين تي جيڪي عملي نہ پر تصوراتي هونديون هيون تہ هن جي دوستن جي آڏو ورجائي، کِلندو هئو...ڪاڪي جي اهڙن دوستن ۾ ڪاڪو قربان پيرزادو ۽ ميهون خان بلوچ شامل آهن جنهن سان زبير JOKES انجواءِ ڪندو هئو.۽ سويہ ڪاڪي جي موجودگيءَ ۾. اسانجي گهر ۾ ڳالهہ نڪرندي هئي تہ رڳو بشير ٽوڪيندو هئس...تہ ٽون اسانجي ڪاڪي تي ٽو ٽوڪون ڪرين.

ڪاڪي انور جي اها خوبي هوندي هئي تہ هو هر ڳالهہ کي romanticize, ۽ exaggerate ڪري پيش ڪندو هئو.

اسانجي خاندان ۾ رڳو زبير ئي مونسان ڪميونسٽ پارٽي جر تعلق سان بہ ڳنڍيل هئو. ڪراچي سنگت ۾ منهنجي ۽ زبير جي گڏيل سرگرمي گهڻي مشهور هوندي هئي. اسان پاڻ ئي اهو طئہ ڪيو تہ سنگت ڪراچيءَ جو ماهانو نيوز ليٽر ڪڍجي. سڄي مهيني ۾ پيش ڪيل مواد مان چونڊ ڪري، سائيڪلو اسٽائيل پر نٽ ڪري آڻيندا هئاسين.. سائيڪلو اسٽائيل تي هٿ اکر مان لکندو هئس، زبير ڪٽان، نہ ڪٽان پنجاهہ ڪاپيون ڇپائي ايندو هئو. سائيڪلو اسٽائيل پرنٽنگ تي بندش هوندي هئي.

مان گلشن حديد وارو گهر بہ زبير جي صلاح ۽ شوق ڏيارڻ. ڪانپوءِ ورتو. هو ڏاڍو آرگنائيزڊ ۽ دوُر نگاهہ وارو شخص هئو. نوڪريءَ ۾ وقت جي پائبندي ڪو هن وٽان سِکي، هن جي ڊيوٽي شفٽ ۾ هوندي هئي، پر متجندڙ ڊيوٽي ٽائيم هن جي ان پائبند هئڻ واري

خوبيءَ کي متاثر نہ ڪندا هئا. هن مونکي چيو تہ گلشن حديد ۾ گھر سستا آهن ڏيڍ لک اندر گھر ملي ٿو وڃي. اسان ان وقت نيپا جي پرسان ڪرائي تي رهندا هئاسين.

مون وٽ تہ ايترا پئسا بہ ڪونہ هئا، پر ڳالهين ئي ڳالهين ۾ ڊاڪٽر آصف سان ذڪر نڪتو. هن چيو اهو سٺو موقعو آهي، ڪوشش ڪرڻ گھرجي... پن ڏينهن ڪانپوءِ ڊاڪٽر آصف فون ڪئي، تہ هاڻي مان ايئرپورٽ تي آهيان، ملڪ کان ٻاهر پيو وڃان هفتي ڪانپوءِ موٽي ايندس، مونکي هڪ ڳالهہ ذهن ۾ آئي ، سوچيم توکي ٻڌائي ڇڏيان...اها هيءَ تہ مون وٽ پنهنجي بچت مان هڪ لک روپين جو پيو آهي، جيڪو مونکي تڪڙو ضرورت ۾ نہ پوندو. تون جيڪا گھر واري ڳالهہ پيو ٻڌائين، ان لاءِ تون ڪم آڻي سگھين ٿو. مان موٽي اچي توکي ڏئي سگھان ٿو.

زبير پنهنجي گھر ۾ مٿي پورشن جو افتتاح ڪرڻ جي دعوت ڏني، قرآن خوانيءَ کان پوءِ معلوم ڪيو سين تہ هاڻي گھٽ ۾ گھٽ 2,65,000 تي هڪڙو گھر فيز 2 ۾ ملي ٿو.. نيٺ ڊاڪٽر آصف جي ڀرپور مدد ۽ زبير جي زورڀرڻ تي مان اهو گھر ورتو جنهن ۾ سڀ پئسا اوڌر جا هئا. ٻي ڀرپور همٿ افزائي چاچي تاجل ۽ چاچي پنيءَ جي هئي.

دوستن جي ٻئي حلقي، جنهن ۾ پنهنجي ڳوٺ جا فيض الله، عجيب، عبدالرب، پير بخش، نعمت، شفقت، صفت وارا شامل هئا، ان ۾ بہ مونسان گڏ زبير هوندو هئو.

زبير ۾ اها عجيب خصوصيت هوندي هئي جو بحث ڪنهن

ڳالهه ۾ به نه ڪندو هئو. نه سنگت ۾ نه سياست ۾ نه ڪنهن ٻئي موضوع تي.. هن تي ڪو ڪم رکبو هئو ته اهو خوبصورتيءَ سان ڪري ويندو هئو.

سنگت جي ماهوار نيوز ليٽر لاءِ اسان، فقير محمد لاشاري يا عبدالرحمان نقاش کان تازو مضمون لکرائيندا هئاسين. ڪڏهن زبير ته ڪڏهن مان، جنهن وٽ فرصت هوندي هئي اهو ڪم ڪندا هئاسين. عبدالرحمان نقاش جيڪو مزاح جي انداز ۾ لکندو هئو ان هڪڙي مضمون جي شروعات هيئين ڪئي هئي، ته .....ڪراچي سنگت جو گيري ڪاسپاروف زبير پيرزادو اچي مٿان بيٺو آهي......(گيري ڪاسپاروف روُس جو عالمي شطرنج جو چيمپيئن هئو) علامت هئي، خاموش ۽ ذهين هئڻ جي.

زبير جو چپ ڪائيندڙ ۽ جهنجهوڙي وجهندڙ موت جنهن ڏينهن تي ٿيو اها سڄي رات صبح جي ٻانگ تائين اسان پنهنجي گهر فيض الله سان ڪچهري ڪندي گذاري هئي. جنهن ۾ زندگيءَ جي پُر اسراريت، مستقبل جي رٿابندي ۽ گڏجي موڪلن تي ڪاڏي هلڻ جا موضوع هئا.

زندگيءَ جي آخري گهڙيءَ تائين هو مونسان گڏ هئو. ان ڏينهن منهنجي گهر دعوت هئي، اتي هن جي طبيعت خراب ٿيندي محسوس ٿي، هن مونکي اشارو ڪيو ته مونکي گهر ڇڏي آ. مان هن کي فيز 1 جي گهر ڇڏڻ آيم ته رستي تي هن اُلٽي ڪئي، مون چيو ڪنهن ڊاڪٽر کي ڏيکارڻ گهرجي، رستي تي الحديد اسپتال ۾ ايمرجينسي ۾ هڪ ليڊي ڊاڪٽر کان دوا ورتي، هن الٽي روڪڻ لاءِ

انجيڪشن لڳائي. مان هن کي سندس گهر جي در وٽ لاٿو هن جو گهر ڪليل هئو ڪاڪو انور ان ڏينهن ڪنهن ريڊيو پروگرام لاءِ ويجي رهيو هئو هو در تي ئي مليو زبير لٿو ته مان وري ڪاڪي کي بس تائين ڇڏڻ لاءِ پيريءَ واري روڊ تي ڇڏڻ آيُس..اتان موٽي فيز 2 پنهنجي گهر. اجان نه پهتس ته رستي ۾ ارشاد فون ڪئي ته زبير بيهوش ٿي ويو آهي، هن کي الحديد اسپتال کڻي ويا آهن. مان واپس الحديد هسپتال پهتس ته ڊاڪٽر مونکي ٻڌايو ته هي ته دنيا ڇڏي چڪو آهي...مان ٻاهر بيٺل گهر ڀاتين کي ڪجهه به نه ٻڌايو ۽ رياض کي وٺي ڪاڪي انور کي بس مان لاهڻ لاءِ روانو ٿي ويس. هن جا پائر ۽ ٻار اجان ننڊ ڙا هئا..ڪاڪي انور ۽ چاچي تاجل سميت هاڻي هنن لاءِ مان ئي زبير هئس ۽ جيستائين هن جا ٻار وڏا ٿين مان هنن مان هٿ نه پئي ڪڍي سگهيُس.

## مُنهنجي ناناڻي لِڇَ•

# نانو غلام حسين!

نانو غلام حسين ، حاجي لعل بخش جو وڏو پٽ هئو. حاجي لعل بخش شيخ ڪثير اولاد ماڻهو هئو. هن ٽي شاديون ڪيون ، هر شاديءَ مان هن کي جهجهو اولاد ٿيو. پهرين خاندان جي شاديءَ مان هن کي چار پُٽ ۽ ٻه ڌيئر، ٻي بروهڻ زال مان ٽي ڌيئر، ٽين سارياڻي زال مان ٻه پُٽ ۽ ٻه ڌيئر ٿيون.

ايتري اولاد مان غلام حسين هن جو صحيح جانشين ثابت ٿيو. علم، فراست، بُردباريءَ انصاف پسندي هن ۾ اعليٰ درجي جي موجود هئي. چون ٿا ته هڪ دفعي ڪنهن فيصلي ۾ غلام حسين جي راءِ ٻُڌي حاجي لعل بخش هن کي پنهنجي جيئري ئي پنهنجو جانشين مقرر ڪري ڇڏيو هئو.

حاجي لعل بخش جي لاڏاڻي ڪانپوءِ غلام حسين زمينداريءَ ۾ ٻه ۽ پيري مرشديءَ ۾ ٻه سڄي خاندان جو غير متنازعه گادي نشين ٿيو. هن زمينداري پنهنجي وڏي پُٽ الله بخش ۽ ننڍي ڀاءُ علي حيدر جي حوالي ڪئي جو اهو ڪم هن جي مزاج وٽان نه هئو. پيرُ هجڻ هن هيئن نڀائيو جو مريدن وٽ وڃي هنن جي ڪم ڪار ۾ هٿ ونڊائيندو هئو مينهون يا ڳئون ڏُهي ڏيندو هو. مريدن جا ٻار پَرچائيندو هئو شهداد ڪوٽ جا سيلرا ۽ گهاڙيءَ وارا آگهمَ اجان تائين هن جي ڳالهين کي وساري نه سگهيا آهن.

هن جو اولاد ڪڏهن ڪڏهن هن تي تنقيد ڪندو هئو تہ جي اسان مريدن سان ايترو ويجهو ٿينداسين تہ هو اسانجي عزت ڪيئن ڪندا: اهو پيري مريديءَ جو عام تاثر هوندو آهي، جڏهن تي ميان غلام حسين روايتي پِير نہ پر حقيقي روحانيت وارو ماڻهو هئو.

جڏهن 1936 جي وڏي ٻوڏ ۾ سڀ ڪجهہ تباهہ ٿي ويو ۽ اسانجو خاندان هاٽوڪي ڳوٺ ۾ آباد ٿيو تہ آمدني جو ڪو سبب نہ رهيو تنهن هوندي بہ غلام حسين پنهنجو وقار هيٺ ٿيڻ نہ ڏنو ڳوٺ جا سڀ ماڻهو هن کي ايئن ئي پنهنجو چڱو مڙس مڃيندا رهيا.

معصوم ٻارن جو هو پسنديدهہ شخص هوندو هئو هنن جو ننڍيون ننڍيون خواهشون ايئن پوريون ڪندو هئو جو هنن جا پنهنجا والدين نہ ڪري سگهندا هئا. ان حوالي سان ڪيترا ئي دلچسپ قصا مشهور آهن.

هڪ دفعي ڪَتَلَ ڪپائڻ وارو ڳوٺ ۾ آيو ٻارن ناني غلام حسين کي چيو تہ ڪَتَلَ وٺي ڏي، هن گهَورارُوءَ کي چيو تہ سيني ٻارن کي اڌ پاءُ ڪَتَلَ ڏي، جڏهن ٻار ڪتل وٺي هليا ويا تہ، ناني گهران اوتري وزن جي ڪڻڪ معاوضي طور هن کي ڏني، گهورارُو چيو سائين ڪتل مهانگي آ. ناني غلام حسين چَيُس چو تو وٹ جو ڪتل آ تہ اها مهانگي ٿي وئي. هليو وڃ هتان. ڪو بہ ماڻهو هن سان بدتميزي نہ ڪندو هئو سيني کي خبر هئي تہ هُو پنهنجي ذاتي فائدي لاءِ اهڙي حيثيت جو استعمال نہ ڪندو. اها خاصيت سندس پوٽي، منهنجي ماروٽ لُطف پيرزادي ۾ منتقل ٿي. معصوم ٻار هن سان بہ جلدي هِري مِري ويندا آهن.

اسانجي ڳوٺ ۾ ميهر ڪاسائي پنهنجو قصو ٻڌائيندو هئو تہ انهن جي خاندان ۾ ٿورڙي تڪرار ڪري هن جي ٽئہ ٽيل شادي ڪانہ پئي ٿئي. واٽ ويندي هن ميهر ڪان احوال پڇيو، جنهن جي جواب ۾ ميهر چَيُس ، سائين چوڪريءَ وارا تاريخ نہ ٿا ڏين. ناني چَيُس تنهنجو سَهُرو ڳوٺ ۾ آهي؟ هن ٻڌايُس تہ ها. چيائينس تہ مان رات توهانجي گهر ايندس. هو رات ڪاسائين جي گهر ويو ۽ گهر وارن کي سڏي چيائين تہ هڪ مهيني جي اندر ڪابہ تاريخ چونديو مان ميهر ۽ عَلڻ جي تڙ ٻَڌڻ آيو آهيان. هنن کي پنهنجا اعتراض ياد ئي نہ رهيا ۽ ميهر ۽ علڻ ڪاسائيءَ جي شادي ٿي وئي.

هن جي پهرين گهر واري ناني جَمُل مزاج جي سخت هوندي هئي، پر ناني غلام حسين جي هن سان ڪڏهن بہ اڻبڻت نہ رهي، ۽ مختلف طبيعتن جي بنياد تي هڪٻئي سان نوڪ جهونڪ هلندي رهندي هئي.

هن جي ٻي زال ، پناهہ خاتون منهنجي ناني هڪ خاموش ۽ سادي طبيعت عورت هئي، هن سان ناني غلام حسين جي خُوبرو ۽ پهلوان ڀاءُ علي بخش عشق مان شادي ڪئي هئي پر هن جي ڪُمهلي موت جي نتيجي ۾ هوءَ بيوه بڻي، عدت پوري ٿيڻ تي هن جي شادي ناني غلام حسين سان ڪرائي وئي. گهر ۾ ناني جَمُل جي حڪومت هلندي هئي، منهنجي ماءُ ، مامن ۽ ماسين جي تربيت بہ ناني جَمُل ڪئي.

نانو غلام حسين اڪثر شاهہ جا بيت پڙهي روئندو رهندو هئو. هن کي راڳ جي پلي ڄاڻ هئي. هن فارسيءَ جي تعليم لاءِ

سندس پيءُ گھر ۾ استاد جو بندوبست ڪيو هئو هن فارسي تعليم ..سڪندر.. تائين حاصل ڪئي. هن جي پالڻا ۽ نانيپڻ خوشحال وڏيرڪي گھر ۾ ٿي پر وقت ڦرڻ سان هن مفلسي وارو وقت بہ شان سان گذاريو۽ وَس آهر ماڻهن تي احسان ڪندو رهيو ۽ ڪنهنجي بہ آڏو حاجتمند ٿي نہ آيو. هن جي توڪل ۽ انصاف پسندي بي مثل هئي.

هن جا سئوٽ محمد علي ۽ احمد علي ، زوراوَر ۽ چور هوندا هئا. محمد عليءَ کي هن جي پيڻ ۽ احمد عليءَ کي هن جي ڏيءُ پرڻيل هئي. هو چوري ڪري ايندا هئا، ماڻهو دانهن کڻي ناني غلام حسين وٽ ايندا هئا، نانو انهن جي گهران وڃي اهو چوريءَ جو سامان يا ڪو ڍور کڻي واپس مالڪن کي ڏئي ڇڏيندو هئو. احمد عليءَ کي شڪ پيو تہ هن جي زال پنهنجي پيءُ کي سڀ خبرون ٻڌائيندي هوندي، ايئن هن پنهنجي زال کي سفاڪيءَ سان قتل ڪري ڇڏيو. پوليس هن کي چيو تہ تون هن تي فريادي ٿيءُ تہ هن کي ڦاسيءَ جي سزا ضرور ملندي، پر ناني غلام حسين اهو چئي انڪار ڪيو تہ ڏيءُ تہ وئي ، هاڻي وري سئوٽ کي بہ مارايان، اهو نہ پڄندو نيٺ پوليس پاڻ ئي فريادي ٿي ۽ احمد عليءَ کي عمر قيدجي سزا ملي. ناني غلام حسين حق ۽ سچ لئہ پنهنجي ڏيءُ قتل ٿي وڃڻ جو صدمو پوڳيو.

اهو اعليٰ ظرف وارو انسان منهنجو نانو ۽ منهنجي پيءُ جو مامو هئو.

# امان عالي !( منهنجي ماءُ)

امان جي شادي، منهنجي پيءُ سان ٿي ته اجان هوءَ ڪمسن هئي. ايج گروپ ۾ هوءَ ڪاڪي محمد حسن ۽ انور جي وچ واري عمر جي هئي، جنهڪري هن جي انڊر اسٽينڊنگ هن جي انهن ٻن ڏيرن سان سيني ڪان گهٽي رهي. هوءَ پنهنجين ٻنهي ڀينرن ، يار محمد جي زال ۽ محمد حسن جي زال ڪان ننڍي هئڻ جي باوجود وڏي ڏُنهن جو ڪردار ادا ڪندي هئي. ٽنهي عورتن( يار محمد، محمد حسن ۽ انور جي زالن) جي مقابلي ۾ پنهنجي مڙس سان محبت ۽ فرينڪ هجڻ جو رشتو قائم رکڻ ۾ قائم وئي. رڌي پڪي ۾ نفاست واري هوندي هئي، هن جي هر ڊِش ۾ لذت ڀريل هوندي هئي. ننڍيا توڙي وڏا گهر ڀاتي هن جي هٿ جو ڪاڌو پسند ڪندا هئا.

امان خاندان طرفان اُٿي ويٺي جي ذميدار هوندي هئي، هن کي رشتا نياٽڻ خوب ايندا هئا.

هوءَ خاندان جي پهرين عورت هئي جيڪا سينس آف هيومر ( کل ڀوڳ) ۾ لاجواب هوندي هئي. هن جي ايڪوئيشن گهر جي وڏن ۽ ننڍين سان هڪ جهڙي هئي. هوءَ شاديءَ لاءِ ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جي وچ ۾ پيار جو جذبو هئڻ جي قائل هوندي هئي.

ننڍين ۽ نوجوان ٻارن سان ڪرڪيٽ، فلم ۽ ٽي وي پروگرامن ۾ هڪجهڙو حصو وٺندي هئي. هن وٽ ايج گيپ نالي ڪا شئي نه هئي. اهڙي خصلت اسانجي گهر جي ٻين وڏي عمر جي عورتن ۾ ڪانه هوندي هئي.

پنهنجن پاڻرن ۾ هن جي اٽيچمنٽ مامي در محمد سان گهڻي هوندي هئي. مامي در محمد جي معرفت هوءَ ڪو ننڍو مادي جانور وٺي پالڻ لاءَ اڌ حصي داريءَ تي مامي جي ڪنهن دوست وٽ ڇڏيندي هئي جنهنڪري ضرورت جي وقت منهنجي پيءُ تي بار نہ وجهندي هئي پر اهو جانور نيائي پورائو ڪندي هئي. ايئن هوءَ مڙس تي ڊپيندنٽ نہ هئي پر هن جي ساٿياڻي هئي. منهنجي پيءُ بہ ڪڏهن پنهنجي ضرورت لاءِ هن کي مجبور نہ ڪيو تہ هوءَ پنهنجو مالُ وڪڻي هن جي ڪا ضرورت پوري ڪري.

# پاروتڻ ..

مان ڇهين درجي ۾ ڏوڪري هاءِ اسڪول ۾ داخل ٿيس. اتي مونکي جن استادن متاثر ڪيو انهن ۾ در محمد پٺاڻ ۽ سائين رضوان آرٽسٽ هئا.. اهي ٻئي ترقي پسند خيالن جا هئا ۽ شاگردن سان دوستاڻو انداز رکندا هئا. ٻئي پاسي سائين غلام عمر کوهارو هئو جيڪو روايتي مذهبي خيالن جو هوندو هئو. سائين نورل شاهه روباڻتو هيڊ ماستر هيو. اسڪول ڏاڍو وڻندڙ هئو. ويڪري ڪشادي بلڊنگ آڏو باغيچو جنهن ۾ مصنوعي پکين جا قالب رکيل هوندا هئا. ڳوٺ کان شهر جو تجربو اتساهيندڙ هئو. صبح سوير ڳوٺ کان پنڌ ئي پنڌ مهين جي دڙي تي ايندا هئاسين. هڪڙي ئي بس هلندي هئي جي اها نه ملي ته پي تي ۽ اسيمبلي مان غير حاضري ٿي ويندي هئي. سياري جي موسم ۾ ان بس تي پهچڻ تمام ڏکيو هوندو هئو. پر تنهن هوندي به مان تمام گهٽ اسيمبلي مان غير حاضر ٿيندو هئس. اسڪول کانپوءِ بس ڪانه ملندي هئي، اها شام ڇئين بجي ايندي هئي. لاڙڪاڻي ويندڙ بس ۾ چڙهي پُل تي لهي موهين تائين پنڌ ايندا هئاسين. وچ تي گهاٽا وڻ هوندا هئا، جن ۾ املتاس ۽ ٽُوت جا وڻ به هوندا هئا ۽ اسان ٽُوت کائيندا هئاسين. سِرهن جا وڏا وڻ پيلا گُل ڇاڻيندا هئا جيڪي وارَ وارَ هوندا هئا ۽ مسحور ڪندڙ خوشبُو ڏيندا هئا. ڪڏهن موهين جي دڙي تي ويندڙ ڪو مسافر ڪار ۾ لنگهندو هئو ته مهين تائين لفٽ ملندي هئي. ڪار ۾ ويهڻ سان ڪنهن خواب جي دنيا ۾ هليو

وچبو هئو.. غربت ايتري هوندي هئي جو سَڏَ به ڪانه ٿيندي هئي ته جيڪر اسان کي به ڪار هجي.

گرمين جي ڏينهن ۾ منهنجو پيءُ جيڪو مهين جي دڙي تي نوڪري ڪندو هئو مونکي ترسائي ڇڏيندو هئو ۽ شام جو پاڻ سان سائيڪل تي ڳوٺ وٺي هلندو هئو.منهين جي دڙي کان هيٺ لهڻ سان ڪابي پاسي گهاٽو جهنگ هوندو هئو. ڪرڙ ڪبڙ ٻٻر, ڪنڊي ۽ لَئي جا وڻ هوندا هئا.

ملوڪ شاهه واري پاسي وڻن ۾ ڪارڙا ٿيندا هئا, لذيذ هوندا هئا ۽ ڪاٺڙ ڪري هٿ ۽ وات ڪارا ٿي ويندا هئا.. ڪبڙن ۾ پيرون به ملندا هئا ۽ ليسوڙا به ڪاٺڙ لاءِ ملندا هئا. پيرين ۾ پير به قسمين قسمين جا هوندا هئا. اسانجي ڳوٺ جي سامهون باگڙي گِدرا ڪندا هئا, اسانجي ڳوٺ ۾ زيتون ۽ انب نه هوندا هئا, زيتون باقراڻي مان ۽ وڻ پڪا انب, بگي ۽ ٻنڊي مان ملندا هئا..ان قدرتي ميوات تي منڊي جو اثر نه هوندو هئو..اهي قدرتي ۽ موسمي ميوا مفت ۾ ملندا هئا.اسڪول کان موٽي گهر جي رڌي پڪي لاءِ جهنگ مان ڪانيون ڪري ايندا هئاسين, مال جي لاءِ گاهه ۽ ٻاجي لاءِ مڇي ماري ايندا هئاسين ۽ ٻلي به پٽي ايندا هئاسين.

دربيلي جو سفر پڻ ذهن ۾ سانديل آهي, ڳوٺ جي پَتڻ تان ٻيڙيءَ ذريعي درياهه پار ڪبو هئو اهو سفر ٽي يا چار ڪلاڪ جو هوندو هئو ٻيڙيءَ جو رُوٽ درياهه تان وَرَ وَڪڙَ ٿاهيندو سڳيڻ وٽ ختم ٿيندو هئو..ان سفر دوران ونجه جو پاڻيءَ ۾ پيدا ٿيندڙ ڇپڪڻ جو آواز ۽ ميربحر جو لڪڙو هلائيندي پيرن جو ٿپڪو ذهن ۾

موسيقي پيدا ڪندو رهي ٿو.

پيڙيءَ تي مير بحر عورتن جي پچايل مڇي مانيءَ واري لنچ اڃان تائين وسري نہ سگهي آهي.

سڳين ڪان اُٺ تي چڙهي دربيلي تائين وڃبو هئو.

ننڍپڻ جي پروٽيڪٽو ماحول جي ڪري مون ۾ بغاوت ڪرڻ ۽ انڪار ڪرڻ جي صلاحيت ختم ٿي وئي. انڪري مونکي ننڍي هوندي جا بہ واقعا ياد اچن ٿا. هڪڙي دفعي مال لاءِ گاهہ ڪرڻ دوران لائنياري ۾ هڪ ڪمدار چيو تہ اسانجي ٻنيءَ مان گاهہ ڇو ٿو ڪٽين. هاڻي اتي ئي ٻيهجا ڻ مان واپس اچاڻ تہ توکي پنهنجي ذميدار ڏي ٿو وٺي هلان. پوءِ ڏسجان ڪيڏي ٿي مار ملئي. هو تہ ايئن چئي هليو ويو پر مان واقعي ڳتي ٿي ويٺو رهيس. تان جو سنج لهي ويو. ڪافي دير کان پوءِ اهو ڪمدار موٽيو تہ مان اتي ئي ويٺو هئس. هو حيران ٿيو پر مونکي چيائين تہ هَلُ. رستي ۾ مونکي ڊڄ ڏيندو پئي هليو نيٺ جڏهن ڳوٺ جي حد آئي تہ چيائين ڇگو ڇا ٿاڌ ڪندين. اڄ معاف ٿو ڪيانءِ. هاڻي پلي گهر وڃ. مان گهر پهتس تہ سڀ گهر وارا پريشان هئا تہ اسان ڳولهي ٿڪا آهيون تو ڪاڏي وئين هئين. بابي جي ناراضگي تڏهن ختم ٿي جڏهن مان ان کي سڄي وارتا ٻڌائي.. پڇيائين ڪهڙو ڪمدار هئو. مان چيو تہ چوي پيو تہ جمزي چوهاڻ جو ڪمدار آهي... جمزو چوهاڻ مامي درمحمد جو دوست هئو. پئي ڏينهن ان ڪمدار کي دَبَ ڏيارڻ لاءِ خمزي وٽ گهر آيا ئين.. هن صفائي پيش ڪئي تہ سائين مان مڙئي دهمان ڪيومانس مونکي ڪهڙي خبر تہ هي جائي بہ ويهي رهندو.. مان پاڻ پشيمان آهيان. رات

مان ٿي ڳوٺ تائين وٺي آيو هئو مانس. انتي حمزي ڏاڍا معني خيز جملا چيا ته اڙي هي مُلن جا ٻارَ آهن هنن سان اهڙا ٻوڳ نه ڪندا ڪيو، هي ڪوڙ کي به سچُ سمجهندا.

پيو واقعو انڪري شيئر ٿو ڪيان ته جيئن اندازو ٿئي سگهي ته اسانجا ننڍا شهر ٻارن لاءِ ڪيڏا vulnerable آهن. هيئن ٿيو جو مان ڪنهن سانگي سان ٻاقراڻي مامي فضل محمد وٽ رهيل هوس، واندڪائي جي ڪري خيال آيو ته سينيما ڏسي اچان، ان مقصد تحت مان لاڙڪاڻي هليو ويس، فلمي پوسٽر ڏسندي ايمپائر سينيما ۾ هڪ ماڻهوءَ مونکي تاڙيو. جڏهن هن سمجهيو ته مان الڳ ٿلڳ ۽ اڪيلو آهيان ته مونسان تعارف جي انداز ۾ حال احوال ڪيائين مان چيو مانس ته ٻلهڙيجي جو آهيان ۽ پيرزادو آهيان ته چيائين علي گوهر وارن مان، مان عجيب ۽ گلاب وارن جي پيءُ ڏانهن اشارو سمجهيو ۽ ها ڪئي،( بعد ۾ مان سمجهيو ته اهو هُن ڏُکو هنيو) پوءِ ته مونسان چنبڙي پيو ته هو اسانجو ڏاڍو مهربان هئو ۽ هن مونکي چانهن پيئڻ جي صلاح ڪئي، مون به چيو نيڪ آهي..ان کان پوءِ هو مونکي پنهنجي موٽر سائيڪل تي گهمائيندو رهيو. ڪڏهن ڪٿي ته ڪڏهن ڪٿي..مان ڏسان پيو ته هو مونکي بيهاري ڪجه پرَيرو مختلف ماڻهن سان ڳالهائي وري ڪنهن ٻي جاءِ تي پيو هلي، نيٺ هڪ ماڻهوءَ کان چاٻي وٺي هو مونکي ڪنهن گهر جي اوطاق ۾ وٺي آيو.مان سمجهان پيو ته هي دوکو آهي پر مونکي هن مان جان ڇڏائڻ جي همت نه پئي ٿي...نيٺ ڪجه ڳالهين کان پوءِ ن مونڏي جنسي جذبي تحت هٿ لاٿو..مان هڪدم اٿي ڪمري کان ٻاهر نڪرڻ لاءِ

وَڏيم. هن خيرت مان پڇيو چو چا ٿيو جڏهن سمجهيو پئي ته مان ان ڪم لاءِ تيار ٿي چڪو آهيان.. منهنجي اکين ۾ اچانڪ اهڙو اعتماد آيو جو هو وڏي مونکي روڪي نه سگهيو ۽ مان ٻاهر نڪري هڪ ٽانگي تي چڙهي، جيڪو اتفاق سان ان گهٽيءَ ۾ ملي ويو ٻاقراڻي واري بس اسٽاپ تي هليو آيس...مونکي شديد احساس ٿيو ته قدرت جيڪڏهن دفاع نه ڪري ته مان هن دنيا ۾ survive ڪري نه سگهندم.

ستين جماعت ۽ مهين جي دڙي تي مڊل اسڪول منظور ٿينو اهو طئه ڪيو ويو ته ڏوڪري هاءِ سڪول مان مهين جي دڙي جي ويجهن ڳوٺن جا ٻار شفٽ ڪيا وڃن. ايئن مان ستون ڪلاس ۽ انون ڪلاس مهين جي دڙي تي پڙهي وري ناائين ڪلاس ۾ ٻيهر ڏوڪري هاءِسڪول ۾ داخل ٿيس.

# عشق مجاز

پرائمري اسڪول ۾ اسان گڏ پڙهندا هئاسين.

اسڪول کان ٻاهر ڳوٺ جي ماحول ۾ ضرور منهن مقابل ٿيڻ وڃبو هئو. اسان ٻاراڻي عمر ۾ هئاسين ۽ ٻاهمي جذبي کي ڪوتالو نه ڏئي سگهندا هئاسين. الائي ڇو لڳندو هئو ته اسان دنيا تي راڄ ڪنداسين.. اسانجي وچ ۾ اظهار ۽ اقرار ڪونه هئو. منهنجي دل ۾ هڪ طرفي خواهش سلا ڪڍڻ لڳي. اسانجي ٿهيءَ ۾ هوءَ مقبول ٿيڻ لڳي، دوست مونکي چاڻي واڻي هن جون ڳالهيون ٻڌائيندا هئا.

مان پهريون پيرو بيمارِ عشق ٿيڻ لڳس. بلڪل ساڳيون علامتون جيڪي شاعريءَ ۾ ملنديون آهن.. چهرو زرد رهڻ لڳو نڙي خشڪ حالت، ڪنهن سان به نه سلڻ جهڙي. مان ڪراچيءَ بي ايس سي ڪرڻ هليو ويس. ماحول مٽيو ادبي ۽ سياسي سرگرمي وڌڻ لڳي. پنهنجي ذات کان نڪري سماجي ڪمٽمنٽ ۾ جذب ٿي ويم. ڪڏهن ڪڏهن تصوُر ڏوهه پريندو هئو نظم يا ترائيل سرجي پوندو هئو.

**اڄان هن ڪنيو پير آهي ئي مَس**
**ته ڇم ڇم سڄو ڳوٺ آ ٿي ويو....**
**اڄان هن ڇنڊيا وار آلا ئي مَس**
**ته رم جهم هي منهنجو ذهن ٿي ويو...**

ڪراچيءَ جي دوستن طرفان منهنجي شاعريءَ کي ساراهيو ويندو هئو اها پڪ هئي ته اسان پڪا دوست هوندي به ادبي راءِ ۾ بي ايماني نه ڪندا سين. ڪراچيءَ جي دوستن ۾ عطيه دائود، فقير لاشاري، رئوف

نظاماڻي، نقاش، شامل هئا. ڪا شيءِ ڪنهن دوست جي ڪمزور لڳندي هئي ته هن کي مشورو ڏبو هئو ته اها ڦاڙي ڦٽي ڪري ڇڏ. فقير هڪ دفعي مونکي سنگت جي گڏجاڻيءَ ۾ پڇيو نظم ڪي وڏاءِ . طويل ڪر، اجان نظم ۾ ٽيمپو نهي ٿو ته نظم ختم ڪري ٿو ڇڏين. ان ڪانپوءِ مان ڪجهه طويل نظم لکيا.

چوي دل ٿي هاڻي
هلي آ ته پنهنجين وفائن کي آڻي
زماني جون هي قتل گاهون سجايون......
اجايون هي پانهون وڌايون ،
ڪڏهن ڪونه جن کي، تنهنجي بدن کي
گهيري ۾ آڻڻ سندو خواب ٿيندو حقيقت......

مونکان ڳوٺ واري معصوم محبت موڪلائيندي محسوس ٿي رهي هئي ته هڪ دفعي سياري جي موڪل ۾ ڳوٺ وياسين. مائٽن جي گهر به وڃبو هئو. چُلهه جي پرسان هوءَ بي خياليءَ ۾ ماني ڪائي رهي هئي. چلهه جي باهه جو هن جي چهري تي پئي ته باهه سان ڀڙڪندڙ هن جي چهري منهنجي وجود کي هڪ نئين قسم جي باهه کان واقف ڪرايو. هوءَ بلڪل متجي وئي هئي، يعني وڏي ٿي وئي هئي، سَتُر ۾ ويهجي وئي هئي. هن کي ڏسڻ ڏکيو ۽ مهانگو ٿي ويو هئو. هن مونکي ڪوبه تاثر نه ڏنو. مان هڪ عجيب خوشيءَ ۾ جهومي رهيو هوس. مو سمجهيو هن کي ڀاروتڻ جون ڳالهيون وسري ويون آهن.

اڙي يار ڪنهن جون ٿو ڳالهيون پُڇين
اها، جنهن ڪڏهن ڪا نه ڪئي ڪا سَچي.

ايتري ۾ هن هڪ ڀار ڪان منهنجي باري ۾ پڇيو جيڪو مان ٻُڌي ورتو (مون ۾ ساهڻ پئجي ويو). ڪنهن ڀار جي ڄمڻ دوران شاهه

جمار تي ويندي وجهه وٺي هن مانيءَ جو پور منهنجي منهن ۾ هڻيو ۽ اٿڇاڻ ٻڻجي اڳتي وڌي وئي. (مان پاڻ کي خوشقسمت سمجهڻ لڳس). هڪ طوهر جي رسم تي هن مونتي پاڻي هاريو ۽ ڇهنڊي پاتي. (مون سمجهيو مون سپ ڪٽيو). منهنجي ڳوٺ جا دوست ڪوڙيون ڏاڙيون هڻندا هئا.

مان ڪراچيءَ موٽي آيس، ڳوٺان خبر آئي ته هن جي شادي ٿي وئي. اها ڳالهه ٺڪ ٺيل هئي، مان ان جو اميدوار نه هئس. مونکي ڪنهن به قسم جي ڪيفيت، خوشي يا ڏک ڪو نه طاري ٿيو.
هوءَ منهنجي تصوُر مان ڪانه نڪتي ۽ منهنجي شاعريءَ ۾ مونسان ڊائلاگ ڪندي رهي.

ان ڪانپوءِ هڪ واچوڙو آيو جنهن منهنجا پير ڌرتيءَ تان اُکيڙي ڇڏيا. عشق جو هي نئون انداز مونکي آسمان تي کڻي ويو. مون ڏٺو هن روُپ مٽائي ڇڏيو هئو. هن چيو هي تنهنجي تپسيا جو انعام آهي. هاڻي تنهنجي پياس ٻجهندي.
هن آسمان جي ڪناري تي بيهي مونکان پڇيو مان ڪيئن ٿي لڳان... مان جواب ۾ هڪ نظم لکيو.

تنهنجي لاٿل ڪپڙن ۾ تنهجي بدن جي خوشبو
رستي ۾ تنهجي هلڻ جو ڍنگ
قٽيءَ ۾ قاتل تنهنجا وارَ
سُرمي جي سرائيءَ تي تنهنجين پنبڻين جي آلاڻ
ڦوڪڻيءَ جي مُنهَن تي تنهنجن چپن جو ڇُهاءُ

مان اجان انهن معمولي ۽ بي معنيٰ شين جي سِحر مان ٿي نه نڪري

سگھيو آهيان،
مان تنهنجي باري ۾ ڪجهڙي راءِ ڏيان.
مان حُسن جي گُوناگون رنگن واري طلسماتي دنيا ۾ ٻن مختلف روپن کي هڪٻئي ۾ جذب ۽ ڌار ٿيندي ڏسي رهيو هوس. هڪ مونکي خواب ڏسڻ سيکاريو ۽ ٻئي ناممڪن خواب کي حقيقت ڪري منهنجي تاسي وجود کي اوچي پهاڙ تان ڪرندڙ آبشار وانگر سيراب ڪيو.
منهنجي شاعريءَ کي نئون جوين هن ٻئي روپ عطا ڪيو.
حُسن جي انتها نہ حد آهي
ان جي گهرائي جي وچي ڪو ڏسي..

................................................................

*جي سماج جو ڪو بہ رشتو*
*تو کي مونکان ڌار ڪري ٿو تہ*
*ڇا اهو ان ڳالهہ جو دليل آهي*
*تہ تون منهنجي ناهين.....؟*

عشق ۽ محبت جيڪا خوشي ۽ سرشاري عطا ڪن ٿا ان جو نعم البدل دنيا جي ڪنهن بہ حاصلات ۾ ڪونهي...دولت ۽ اقتدار بہ هڪ نشو آهي پر اهو نشو انسان کي پستيءَ ۾ ٿو ڪيرائي ۽ محتاج ٿو ڪري، جڏهن تہ. عشق جو نشو انسان کي دنيا ۽ ان جي ٻنڌڻن کان بي نياز ٿو ڪري.

# عورت جو وجود...

منهنجي لاءِ نسواني وجود( اپوزٽ سيڪس) کانسواءِ خوشيءَ جي احساس جو ڪو تصوُر ڪونهي. مان ڪوشش ڪيان ٿو تہ اها ڳالهہ سياسي قسم جي اختلاف جو سبب نہ ٿئي. اهو اڻ ڇهيو موضوع بہ ناهي...پر تڏهن بہ مان اهو اعتراف ڪيان تہ منهنجي پنهنجي تصوُر مِطابق سوهڻي عورت کانسوا مان اڌورو آهيان...۽ اڌورو ئي رهندُس.

عورت هڪ مڪمل انسان آهي...هن وٽ دل بہ آهي ۽ دماغ بہ آهي...هن وٽ تخليقي سگهہ بہ آهي...هوءَ جفاڪش بہ آهي ..۽ نازڪ نفيس بہ آهي....مان عورت جي هر روپ کان متاثر ٿيندو آهيان...معصوم ٻار...الهڙ جوان...سوير عمر رسيده....مان عورت تي اعتبار ڪندو آهيان...هوءَ مونتي مهربان رهي آهي...مان پنهنجي رازداري مرد دوستَ کي نہ ٻڌائي سگهندو آهيان...مان عورت کي هر راز ٻڌائڻ چاهيندو آهيان...مان هن سان تنهائي ونڊڻ چاهيندو آهيان....مان عورت جي آڏو هٿيار ڦِٽي ڪرڻ چاهيندو آهيان....مونکي لڳندو آهي تہ مونکي رڳو عورت ئي مايوسي ۽ خوف کان ٻاهر ڪڍي سگهي ٿي...

....هڪ نظم ۾ مون اها ڳالهہ هيئن ڪئي آهي..

سونهن، آخر ٿي اچِي
انسان کي مايوسين جي سمنڊ مان
تاري ڪڍي....

..منهجي زندگيءَ ۾ ٿوريون عورتون آيون آهن ۽ اهي مونکي پورو سڃاڻن.... جيڪي ويجهو نہ آيون آهن اهي مونکي پورو نہ سُڃاڻن...

مان سمجهان ٿو تہ منهنجون وڪيل بہ اهي عورتون ئي آهن....

مان ڀاڻ کان سوال ڪندو آهيان.... تہ ڇا مان خودغرض آهيان.؟.... جنسي Frustration جو شڪار آهيان..؟...مونکي اٽيورٽنا جو احساس ڪاڏي وٺي ويندو.... ڇا هڪ خاص عمر کانپوءِ عورت جي جسم ۾ دلچسپي ذهني پسماندگي جي علامت آ؟ ڀر وري جواب نہ ۾ ايندو آهي، انڪري جو اهڙا سوال بہ معاشري جي سيڪس ڏانهن رويي جي ڪري پيدا ٿين ٿا. ۽ مان عورت جي جسماني وجود جي ڪري حاصل ٿيندڙ خوشيءَ جي ان احساس کان دستبردار ڪيئن ٿيان.....

منهنجي هم خيال عورت سان ڪچهري سائيڪوٿيراپي جو نعم البدل آهي.

جيڪو مرد ڪنهن بہ معاشري ۾ عورت کي بيعزتو ٿو ڪري، هن جي توهين ٿو ڪري، هن جي آزاد انسان واري حيثيت کي تسليم نہ ٿو ڪري، اهو پاڻ psychologically نقصان ۾ رهي ٿو.

مرد هجي يا عورت، جنسي اعتبار سان نہ اهو سمورو غلط، نہ ئي سمورو صحيح هوندو آهي...پر فطرت جي لحاظ کان جيئن تہ انسان جي تاريخ هڪ اندازي مطابق 4,000 ق.م کان مرداڻي بالادستي جو شڪار رهي آهي، انڪري معاشري جا رويا عورت جي لاءِ انصاف وارا نہ رهيا آهن. ۽ شديد پوڳنا جي ڪري هن جي شعور، لا شعور ۽ تحت الشعور ۾ اهي پوڳنائون ڀريل آهن. جيڪي عورتون دنيا ۾ انهن

پوڳناٿن کان اڪيلي حيثيت ۾ وڙهي جان ڇڏائي چڪيون آهن ، اهي سڄي دنيا جي عورتن لاءِ هڪ نمونو ۽ مثال ٿي ويون آهن.

ڪجهه مرد به پنهنجين سماجي حالتن پٺاندڙ انهن محرومين ۽ زيادتين جو شڪار هوندا آهن جيڪي عورتن سان لاڳاپيل سمجهيون ويندڙيون آهن. ساڳي طرح ڪجهه عورتون مرداڻي جبر جون علامتون هونديون آهن...پر اهي ٻئي قسم ڳاٽاپي ۾ نه ليکبا آهن. انهن کي exception چئبو آهي. هر انسانَ کي مرد يا عورت کي اولڊ ايج يعني پوڙهائپ سان منهن ڏيڻو ٿو پوي..ان مرحلي تي هن کي خيال رکڻ لاءِ ماڻهو کپي...مغربي معاشرا ان ذميداريءَ کان آجا ٿي چڪا آهن ، رياستي قانون هنن کي وٽي نه ٿا ڏين ۽ مالي نقصان ۽ بيروزگاري جو خوف هنن جي حِسيات کي ختم ڪري چڪو آهي. ان جو گهڻو شڪار عورتون ٿيون آهن..هنن کي 'مامتا' نالي exclusiveخزاني(جيڪو رڳو عورتن ۾ ئي موجود آهي...) جي استعمال کان روڪي، معاشري لاءِ ناڪاره uselessسمجهيو ويو آهي ، معصوم ٻارن جي نشونما لاءِ گرينڊ ليڊي(ڏاڏي، ناني) جي ٽريٽمنٽ جو نعمل بدل ڪنهن مهانگي بورڊنگ اسڪول ۾ ممڪن نه آهي. معصوم ٻار کان اهو هيومن رائٽ کسڻ اجان هيومن رائٽس جي چارٽر ۾ نه آيو آهي.

هڪ مونجهارو لفظ فيمينسٽ سان به لاڳاپيل آهي . فيمينسٽ مان به پاڻ کي سمجهان ٿو..ان لفظ کي مرد ۽ عورت جي تضادَ جي معنيٰ ۾ ڏنو وڃي ٿو جيڪو غلط آهي. جڏهن اهو لفظ هڪ تحريڪ ۾ تبديل ٿيو ته پوءِ ان کي اجا تائين مرد ۽ عورت جي

شخصي ڪشمڪش جيءَ نظر سان ڏٺو ٿو وڃي. جڏهن ته ايئن آهي ڪونه. فيمينسٽ سوچ هر ان زيادتيءَ جي خلاف آهي جيڪا عورت کي انسان هجڻ جي مقابلي ۾ جسماني بناوت طور هڪ الڳ خاني ۾ رکي ٿي.

مان جن عورتن جي آڏو پاڻ کي جهڪايان ٿو...اهي مهربان هي آهن..

امان. عالي.. ادي گئي.ڊاڪٽر گلشاد قادري..ملڪ...نور...ارشاد.....مهناز....ماسي آسڻ.....مامي حُسن... ..پُڦي ناز.....نبي..چاچي پٽي....سوني....ميهر.....طلعت..عطيه دائود.....باک.....نيڪي..

# ڪراچيءَ اچڻ

مان 1981 ۾ ڪراچيءَ جي اسلاميه سائينس ڪاليج ۾ بي ايس سي ۾ داخلا ورتي. اسلاميه ڪاليج جي آرٽس واري پاسي سائين ڊاڪٽر محمد پنهور سنڌيءَ جو استاد هئو. هن مونکي هڪ ٻئي سنڌي ليڪچرار ڏي موڪليو جيڪو سائينس سيڪشن ۾ ڪيمسٽري جو استاد هئو.

منهنجو شوق هئو ته مونکي مائيڪرو بايولوجي جو سبجيڪٽ ملي پر هن ٻڌايو ته رڳو هڪ combination ۾ جاءِ خالي آهي ، پوءِ مان ان ۾ ئي داخلا ورتي باٽني..زولوجي..۽ ڪيمسٽري.

هتي ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون ڪلاس ۾ گڏ هوندا هئا..مان انٽر ڏوڪريءَ مان ڪري آيو هئس..هي ڪو ايجوڪيشن منهنجي لاءِ نئون ماحول هئو.

هن سيڪشن ۾ اهي شاگرد هئا جيڪي گهٽ مارڪن جي ڪري مائڪرو بايولوجي يا بايو ڪيمسٽري ۾ داخلا کان رهجي ويا هئا. اها سيني استادن کي حيرت هئي ته مان ڏوڪري جهڙي ننڍي شهر مان انٽر ڪيل هتي سيني کان نمايان هئم. مونکي هن سيڪشن جو نمائيندو ڪيو ويو. ۽ مونکي حيرت ٿي ته ڪراچي جي ڪاليجن ۾ پڙهندڙن جو تعليمي معيار مونکان گهٽ هئو.

مان ڪاڪي ڊاڪٽر جي گهر 120 آءِ ۾ رهندو هئس. پنڌ ٿي پنڌ صبح جي ٿڌي هوا ۾ ڪشمير روڊ ٽپي مسلم ٽائون کان ٿيندو

اسلاميہ ڪاليج پهچندو هوس. ۽ ايئن ئي واپسي بہ ٿيندي هئي.
اسلاميہ ڪاليج ۾ زين الدين احمد هڪ رُوباٽتو. گهگهي آواز وارو پرنسپال هئو ۽ انگريزي پڙهائيندو هئو.

اهو سال 1981 هئو ۽ تازن واقعن ۾ PIA جو جهاز اغوا ٿيڻ هئو ۽ اغوا ڪندڙن ۾ هڪ شخص اسلاميہ ڪاليج جو هئو. اسلاميہ ڪاليج ۾ شاگرد سياست PSF جي قبضي ۾ هئي.. هاڻي يونين سياست تي پابندي هئي پر ان جو اثر محسوس ٿيندو هئو . انڪري جو جيڪي شاگرد هاڻي بي ايس سي ۾ هئا ، اهي انٽر ۾ شاگرد سياست ۾ ملوث هئا.

هڪڙي پنهنجي ڪاليج سطح جي تقريري مقابلي لاءِ نالا پيا لکجن . اتي اسانجي استادن چيو تہ هن سيڪشن مان ڪنهن بہ نالو نہ لکرايو آهي اها تہ شرم جي ڳالهہ آهي، اسانجي هڪ پناڻ دوست تيمور نالو لکرايو. موضوع هئو تہ شاعري وقت جو زبان آهي... ڪجه ان جي حق ۾ ۽ ڪجه ان جي مخالفت ۾ ڳالهائيندا. اسانجي دوست جو ڪنهن ۾ آسرو هئو تہ هن کان تقرير لکرائيندو.. عين وقت تي هن اسٽيج تي وڃڻ کان انڪار ڪيو تہ مونکي تقرير لکي نہ ملي سگهي... سيني مونکي اڳتي ڪيو ، منهنجي لاءِ موضوع تہ ڏکيو ڪونہ هئو پر مان اسٽيج کان گهبرايان پيو. نيٺ مونکي ئي وڃڻو پئو ۽ شاعري وقت جو زبان ناهي جي موضوع تي مقرر وقت جي اندر ايڪسٽيمپور ڳالهائي آيس. مان تي حوالا سامهون رکي ڳالهائيو. پٽائي، غالب ۽ فيض. ججن ۾ اسانجي ڪاليج جي اردو جو استاد ۽ پاهران حافظ ارشد انڊڙ هئو. انکي مان

ٽي وي جي مذهبي پروگرامن جي حوالي سان سڃاڻندو هوس. مونکي ان ۾ ٽيون نمبر انعام مليو ۽ اسانجي سيڪشن جي عزت رهجي وئي. ان ڪانپو منهنجي بين سيڪشن جي شاگردن سان به لهہ وچڙ ٿي. ان کان اڳ ۾ بين سيڪشن وارا پاڻ کي برتريءَ جي احساس ۾ محسوس ڪندا هئا انڪري جو مائيڪرو ۽ بايو ڪراچيءَ جي هشيار شاگردن لاءِ سمجهيا ويندا هئا.

مان ڪاليج ايندي، ويندي شاعري ڪندو هوس. سنڌي ادبي سنگت ، ڄام ساقي ڪيس ۽ ڪاڪي انور جي لاڙڪاڻي هليو وڃڻ جي ڪري ختم ٿي وئي هئي. منهنجي ملاقات ڪميونسٽ رابطن جي حوالي سان آپا ممتاز ۽ منصور سعيد سان ٿيندي هئي. مان ڪنهن به محاذ تي سرگرم نہ هئس رڳو همدرد ۽ ڪاڪي انور جي پاٺي هجڻ جي حيثيت ۾ ملاقات ٿيندي هئي. اهي ٻئي شخصيتون ڏاڍيون ڀاڄهاريون هيون ۽ مونکي پنهنجي طبيعت وٽان مخسوس ٿينديون هيون. آپا ممتاز جي معرفت مان شيما ڪرماني جي تحريڪِ نسوان ۽ اقبال حيدر جي آفيس ۾ وومن ايڪشن فورم جي پهرين اجلاسن ۾ شرڪت ڪئي.

منصور سعيد ، پي اي سي ايچ ايس ۾ اسانجي پاڙي ۾ رهندو هئو. مان اڪثر شام جو هن وٽ ويندو هوس. هڪڙي دفعي هن جي زال عابده ۽ مونکي ڪامريڊ حسن ناصر جي ورسيءَ جا پوسٽر هڻڻ لاءِ طارق روڊ تي موڪليائين. اسان ڪجه پوسٽر هنيا تہ پوليس جي وين لنگهي جنهن اسانکي منع ڪئي، منهنجي گهبراهٽ ڏسي عابدا ۽ مان واپس موٽي آيا سين.اها منهنجي پهرين سياسي سرگرمي هئي پر

ان ڪانپوءِ هو سمجهي ويا تہ مان اهو ڪم نہ ڪري سگهندس.
1983 ۾ مان بي ايس سي پاس ڪئي ۽ سئوٽ ستار جي صلاح تي هن سان گڏ ڪراچي ليبارٽريءَ ۾ انٽرنشپ شروع ڪئي. اتان هڪ ڏينهن لنچ ٽائيم ۾ سئوٽ مونکي رمپا پلازه ۾ احمد سليم سان ملائڻ وٺي ويو. احمد سليم جفاڪش رسالي جو ايڊيٽر هئو. هن ڊي ايس ايف جو پوسٽر جيڪو جرمنيءَ مان ڇپجي آيو هئو جنهن ۾ امداد چانڊيو، محمد خان سولنگي ۽ شير محمد مڱريو جي هٿڪڙين واري تصوير هئي اسانکي ڏنو. ايئن هن ڪميونسٽ پارٽيءَ جي رابطي جو جڙڻ تہ اشارو ڏنو. اتي ئي هن سان اها ڳالهہ بحث هيٺ آئي تہ سنڌي ادبي سنگت کي ريگيولر ميٽنگ ڪرڻ لاءِ جاءِ نہ ٿي ملي. مختلف هوٽلن تي ملئون ٿا هڪ يا بہ هفتن ڪانپوءِ هوٽل وارا اتي ويهڻ کان انڪار ٿا ڪن تہ توهان الائي ڇا ٿا ڳالهائيو جو خفيہ ايجينسين وارا اسانکي ڊيڄارن ٿا. انهن ڏينهن ڄلي ڪراچيءَ جي ادبي ۽ سياسي ميٽنگ پليس ۾ اسٽينڊرڊ بوڪ هائوس جيڪو روسي ڪتاب رکندو هئو ۽ پرسان مرينا هوٽل هوندي هئي. ان مرينا هوٽل جي سنگت جي هڪڙي گڏجاڻيءَ ۾ جاويد پٿو ۽ مرتضيٰ سولنگي مونسان ڪميونسٽ پارٽيءَ جي رابطي طور مليا. هنن مونکي ڪامريڊ جام ساقيءَ جو ان وقت جي پرڏيهي وزير صاحبزادي يعقوب ڏي لکيل خط جي ڪاپي ڏني ۽ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي باضابطہ چندي ڏيڻ وارو تعلق قائم ڪيو. ڪراچي سنگت ان وقت سياسي حوالي سان وطن دوست وارن جي نگرانيءَ ۾ هلندي هئي، سيڪريٽري فقير لاشاري هوندو هئو ۽ رئوف نظاماڻي ۽ عبدالرحمان نقاش بہ انهن سان وابستہ

هئا. ڪميونسٽ پارٽي جي حوالي سان جاويد پٺو مرتضيٰ سولنگي، تا ج بلوچ ۽ مان پاڻ کي محسوس ڪندا هئاسين.

خير، احمد سليم اهو احوال ٻڌي چيو ته هي ادارو عيسائين جي NGO اداري امن و انصاف تي هلائي، اهي سرڪار کان ڪونه ڏجندا مان هنن کان توهانکي هفتي ۾ هڪ ڏينهن جي ميٽنگ لاِ معاهدو ڪرائي تو ڏيان. ايئن پنجاه روپيا مسواڙ تي هر خميس جو شام پنجين وڳي کانپوءِ اها جاءِ سنڌي ادبي سنگت جي حوالي ٿي ۽ پوءِ سنگت جون گڏجاڻيون باقاعدگيءَ سان ٿيڻ لڳيون ۽ رمپا پلازه جو پنجون فلور سنگت ڪراچيءَ جي سڃاڻپ ٿي ويو.

احمد سليم ئي مونکي اڳتي هلي 1985 ڌاري، عطيه دائود جو غائباڻو تعارف ڪرايو هن جا ڪجه نظم اردوءَ ۾ جفاڪش ۾ هن ڇپيا هئا. مونکي هن جا نظم پڙهي حيرت ٿي ته اهڙي شاعره سنڌي هوندي اردو ۾ ڇپجي ٿي ۽ سنڌيءَ ۾ نه ٿي لکي. هن ٻڌايو ته عطيه تمام حساس ڇوڪري آهي، پر اردو اديبن جي جنهن حلقي ۾ اٺي ويهي ٿي اتي هوءَ تباه ٿي ويندي، هوءَ سارا شگفته جي دوست هئي، جنهن ويجهڙائيءَ ۾ ئي خودڪشي ڪئي هئي، توهان هن کي سنگت جي ماحول ۾ آڻيو. ان زماني ۾ موجود جذبي پٽاندڙ مان ان کي پارٽي اسائينمنٽ سمجهيو. هن مونکي ان ڳالھ کان به آگاھ ڪيو ته هوءَ ڪنهن سنڌي اديب جي عشق ۾ به گرفتار آهي.

ايئن هڪ دفعي هوءَ احمد سليم جي حوالي سان منهنجي پڇا ڪندي سنگت ۾ آئي. ۽ پوءِ ريگيولر ٿي وئي. ڪجه گڏجاڻين کانپوءِ عطيه بيزاري ڏيکاري ته هتان جو ماحول ڏکوئيندڙ آهي، هتي

مونسان ڪير بہ ڳالهائي چونہ ٿو هر ڪو ماٺهو ڪرسي پري هٽائي پوءِ ٿو ويهي،

مون هن کي سمجهائيو تہ هتي ڳوٺاٽي اخلاقيات موجود آهي، اهو سڀ ڪجه تنهنجي عزت جي طور تي ڪيو ٿو وڃي. ايئن منهنجي هن سان گهرائپ ٿي وئي ۽ هوءَ سنگت ۾ ايڊجسٽ ٿي نہ پر پڪي ڪارڪن ٿي وئي. عطيہ سان دوستي پوءِ رُڳو سنگت تائين محدود نہ رهي پر هوءَ منهنجي هم نَفس بڻجي وئي. مونکي هن سان ڳالهيون ڪندي جنسي فرق( مرد ۽ عورت) محسوس نہ ٿيندو هئو. هن سان سياست ۽ ادب جي مقابلي ۾ احساساتي ڪچهري گهٽي ٿيندي هئي، جنهنڪري اسان ۾ ڪا اختلافي ڳالهہ ٿيندي ئي ڪانہ هئي. هن جا اختلاف اسانجي دوست امير ابڙي سان گهٽا ٿيندا آهن پر هوءَ امير سان ماءُ جهڙو پيار بہ ڪندي آهي.

1983 ۾ سنڌي ادبي سنگت جو مرڪزي چونڊون منعقد ٿيون ، سياسي حوالي سان اهي چونڊون ٻن ڌڙن ۾ ورهائجي ويون. ڪميونسٽ ۽ قومپرست. ڪميونسٽن طرفان انور پيرزادو اميدوار هئو ۽ قومپرستن طرفان تاج جويو. ووٽ واضع طور تي سياسي ميدان طور ورهائجي ويا. اهو ياد رکڻ گهرجي تہ مرڪزي چونڊون 1972 کان وٺي ڊگهي خاموشيءَ کانپوءِ هاٽي تي رهيون هيون ۽ ان جو ماحول ۽ مطالبو انور جي سربراهيءَ ۾ ڪراچي سنگت طرفان ٿيو هئو ۽ رشيد ڀٽيءَ کان ان جي منتقلي ٿيٽي هئي. جنهن لاءِ ثريا مخدوم طرفان هڪ خط رشيد ڀٽيءَ ڏي لکيو ويو هئو ڪراچي سنگت مطالبو ٿي ڪري تہ مرڪزي چونڊون جلد ڪرايون وڃن. رشيد ڀٽيءَ ان جي

جواب ۾ ثريا مخدوم ڏي هڪ ابيوسِو abusive جواب لکيو هئو. پر ڪراچي سنگت اها مهم جاري رکي ۽ ڪجھ عرصي ڪانپوءِ عبوري سيڪريٽري تاج بلوچ مقرر ٿيو.

چوندون خيرپور ميرس ۾ ٿي رهيون هيون، انهن ڏينهن ۾ ڪراچي سنگت وطن دوست وارن جي اثر ۾ هئي پر گڏجاڻين لاءِ جاءِ نہ هئڻ ڪري رابطي ۾ نہ هوندا هئاسين. ۽ ووٽ ڏيندڙ بہ اميدوار وطن دوست وارن جا هئا. اسانجي دوستن ملير ۾ سڪندر جهنجهي جي سيڪريٽريشپ ۾ يونٽ ايڪٽو ڪيو جيڪو بچل گوٺ ۾ گڏجاڻيون ڪندو هئو. اتي انب گوپانگ، مصطفيٰ لاڪو زلف، لطيف راولاڻي ۽ ٻيا ڪيترا ماڻهو ريگيولر گڏجاڻيون ڪندا هئا. مونکي هنن اتان جو جوائنٽ سيڪريٽري ڪنيو مان هر هفتي پنهنجي موٽر سائيڪل تي پي.اِي سي ايچ ايس مان بچل گوٺ ملير سنگت جي گڏجاڻيءَ لاِ ويندو هئس..اهائي منهنجي پارٽي لائيف هئي. اتي پهريون دفعو جان خاصخيليءَ سان ملاقات ٿي هئي، پوءِ جڏهن رمپا پلازه ۾ سنگت باقاعده شروع ٿي تہ جان خاصخيلي اتي ريگيولر ٿيو. جان خاصخيلي ڪراچيءَ ۾ نئون ايل هئو هن وٽ ڪو روزگار ڪونہ هئو.. مان ڪجھ ٻارن کي سنڌيءَ جي ٽيوشن ڏيندو هئس، اها مان جان کي منتقل ڪئي. جان هڪ خوددار، محنتي ۽ خلوص وارو شخص آهي..هو مونسان ڪافي ويجهڙو هئو پر ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ڪنهن ڊسيپلين ۾ رهڻ لاءِ آماده نہ هئو جڏهن تہ هن جو ٻيو دوست رحمان خاصخيلي، ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ڊسيپلين ۾ اچي ويو هئو. هن کي شايد پنهنجي ڪراچيءَ ڪان اڳ واري ڪميونسٽن جي

تجربن اعتماد نہ پئي ڏنو يا شايد هو ڪنهن بہ ڊسيپلين کان گهٻرايل
هئو. پر مجموعي طور هو ڪراچيءَ جي ليفٽ ۾ داخل ٿي چڪو هئو
اڳتي هلي ڪراچي پريس ڪلب جي غير سنڌي صحافين سان هن
جا لاڳاپا وڌيا، اسانجو تن ڏينهن ۾ اهو ئي مقصد هوندو هئو تہ
ڪراچيءَ جي روشن خيال حلقن جو تعارف، سنڌ جي ٻهراڙيءَ کان
ايندڙ نوجوانن سان ٿئي.

ايئن اسان ووٽ ملير يونٽ طور داخل ڪيو. مقابلي ۾ فيصلہ ڪُن
ووٽ وطن دوست وارن جا آٺَ ووٽ هئا جن جو ڪراچيءَ جي لاڳاپي
سان معاهدو ڪميونسٽن سان هئو. پر عين وقت تي خفيہ طريقي سان
فيصلو مٽائي اهي ووٽ تاج جويي کي ڏياريا ويا. ان اليڪشن جا
انچارج جنهن ۾ رشيد ڀٽي بہ الوداعي سيڪريٽريءَ جي حيثيت ۾
موجود هيو، ان راءِ جا هئا تہ بي قاعدگيون ڏسي انور اعتراض ڪري تہ
اليڪشن ملتوي ٿي سگهن ٿيون ان ڪري جو بي قاعدگيون صاف ۽
چٽيون هيون. پر انور اتي رشيد ڀٽيءَ کي چيو تہ اسان هيڏي مهم
سيڪريٽري ٿيڻ لاءِ نہ پر سنگت کي فعال ڪرڻ لاِ هلائي آهي.
مونکي اعتراضن سميت نتيجا منظور هوندا.

ايئن سنگت سياسي طور مرڪزي سطح تي جيئي سنڌ وارن
جي اثر ۾ هلي وئي ۽ هنن ان کي سياسي فتح طور سيليبريٽ ڪيو.
ڪميونسٽن ان ڪانپوءِ سياسي طور سنگت تي زور لڳائڻ
ڇڏي ڏنو ۽ گهٽي عرصي تائين قومپرست پينل وٽ رهي.
مرڪزي سنگت اهڙا فيصلا ڪندي رهي جنهن تي ڪراچي سنگت
اعتراضِ جو ووٽ داخل ڪندي رهي، قرار داد منظور ٿيندو هئو ۽

ڪراچي سنگت ان جي پائبندي بہ ڪندي هئي پر تاريخ ئي درست رکڻ لاءِ اعتراض ضرور رڪارڊ تي رکندي هئي.

اهڙن قراردان ما هڪڙو نہ وسرڻ جهڙو آهي. هڪڙي مرڪزي ڪاروباري ڪميٽيءَ ۾ ڪراچي سنگت طرفان رئوف نظاماڻي شريڪ ٿيو هئو ان اجلاس ۾ امرجليل، نورالهديٰ شاه ۽ عبدالقادر جوڻيجو تي اعتراض ڪيو ويو تہ هُو پي ٽي وي ڊراما اردوءَ ۾ لکن ٿا انڪري سنگت انهن ڪان لاتعلقي ڏيکاري، رئوف ڪراچي سنگت جي طرفان ان قرارداد جي حمايت ڪان انڪار ڪيو. پر اڪثريت اهو قرارداد پاس ڪيو. ڪراچي سنگت جو موقف هئو تہ اهي اديب ڪهڙي بہ زبان ۾ لکن اهي سنڌي اديب ئي ليکبا ۽ اسان کي انهن تي فخر ڪرڻ گهرجي.

پر سياسي اثر قومپرست اديبن کي هڪ انڌي تقليد ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو هئو.

ڪراچي سنگت وري ڪميونسٽن جي اثر ۾ واپس آئي جو سياسي طور فقير لاشاري، رئوف نظاماڻي، نقاش ، شايد وطن دوست سان ڪميٽڊ نہ رهيا ۽ اسان سان هنن جو ورڪنگ رليشن وڌيڪ مضبوط ۽ اعتبار وارو ٿي ويو جو اسان سنگت ڪراچيءَ کي هڪ انٽليڪچوئل رنگ ڏيڻ ۾ ڪامياب وياسين.. سنگت جي پليٽ فارم تي ڪڏهن بہ سياسي وابستگيءَ جي ڳالھ ڪانہ آئي. وطن دوست وارن جو غير ادبي سياسي لَڏو پاڻ ئي غائب ٿي ويو.

هي اهو دور آهي جڏهن ايم آر ڊي جي تحريڪ ، قومپرستن کي سياسي طور اڪيلو ڪري ڇڏيو هئو ۽ انٽليڪچوئيل حوالي

سان ڪميونسٽن ڏي همدرديون وڏي رهيون هيون.

جيئي سنڌ ۽ وطن دوست وارن مان انٽليڪچوئلز ۽ اديب پاڻ کي، ڪميونسٽن جي ويجهو محسوس ڪري رهيا هئا. ڪراچي سنگت هڪ يونٽ جي حيثيت ۾ ٻئي مرڪز جي مقابلي ۾ وڌيڪ فعال ۽ مجموعي ملڪي انٽلڪچوئل لائف ۾ اهم جاءِ والاري چڪي هئي.

مرڪزي سنگت، ايترن سالن ۾ سنڌ سطح جي ڪا ادبي سرگرمي ڪانه ڏيکاري سگهي.

نيٺ وري به ڪراچي سنگت 1986 ۾ ترقي پسند تحريڪ جي گولڊن جوبلي تقريب ۾ سڄي مرڪزي سنگت کي شعوري طور شامل ڪيو. ڪراچي سنگت ان بين الاقوامي سطح جي ڪانفرنس ۾ مرڪزي سنگت کي اونِ ڪيو ۽ ماڻُ ڏنو. پر موٽ ۾ مرڪزي سنگت اهڙو ورتاءُ نه رکيو.

ان سڄي ڪانفرنس ۾ ڪراچي سنگت جا ميمبر والنٽيئر ٿي رهيا ۽ مرڪزي عهديدارن کي ڊيليگيٽ طور ٽريٽ ڪيو ۽ آفيشل رهائش ڏياري.

مان 1990 ۾ ڪراچي سنگت جو سيڪريٽري چونڊيُس. آخرڪار نوڪريءَ جي ڪري مونکي ڪراچي ڇڏي اسلام آباد وڃڻو پيو. ان وقت جوائنٽ سيڪريٽري جان خاصخيلي هئو جيڪو قائم مقام سيڪريٽري ٿيو.

منهنجي اسلامِ آباد وڃڻ ڪانپوءِ ڪراچي سنگت هڪ تاريخي پروگرامِ ڪيو جشنِ اياز جيڪو عام روايت کان هٽي وڏي

پٺاڻي تي FTC هال ۾ ڪيو ويو. ان پروگرام جو حقيقي روح روان خدابخش ابڑو هئو جيڪو به عطيه دائود سان شادي ڪانپوءِ سنگت ڪراچيءَ جو سرگرم ڪارڪن طور ڪم ڪري رهيو هئو.

ان پروگرام جي تشهير به شاندار نموني ٿي ۽ ڪراچي جي انٽليڪچوئل ڪميونٽيءَ ان ۾ ڀرپور شرڪت ڪئي. سنگت جي پليٽ فارم تان ايڏو وڏو پروگرام اڳ ۾ ڪونه ٿيو هئو.

ان ڪامياب پروگرام کان پوءِ ڪراچي سنگت کي هڪ منظم انداز ۾ سبوتاز ڪيو ويو. جنهن ۾ گمان غالب آهي ته سائين علي احمد بروهي جي همت افزائي شامل هئي. انعام شيخ انهن ڏينهن ۾ علي احمد بروهيءَ جي رابطي ۾ هئو جنهن کي شايد خبر نه هئي ته ڪراچي سنگت ۾ علي احمد بروهي جي دلچسپي پراڻي آهي ۽ هو ڪراچي سنگت جي ليفٽ واري اثر کي ختم يا گهٽ ڪرڻ چاهي پيو. انعام شيخ پاڻ به جيئي سنڌ جي سياست جو ماضي رکي پيو.

مونکي ياد آهي ته سائين علي احمد بروهي طرفان آفرز ڪراچي سنگت ۾ ايندڙيون رهنديون هيون جيڪي ڪاروباري ڪميٽيءَ ۾ بحث هيٺ ايندڙيون هيون. جنهن ۾ ڪراچي سنگت کي مستقل بنياد تي شيخ سلطان ٽرسٽ بلڊنگ ۾ آفيس الاٽ ڪرڻ به هئي. ڪراچي سنگت جي ڪاروباري ڪميٽي جنهن ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ جو نظرياتي اثر هوندو هئو. انڪري علي محمد بروهيءَ کي انتهائي شڪريئي سان موٽ رسيد ڏني ويندي هئي ته ڪراچي سنگت ڪنهن به اهڙي سرڪاري يا نيم سرڪاري آفر کي قبول نه ڪندي جنهن سان هن جي آزاد فيصلن ۾ فرق پوي.

1991، 1992 واري جشن اياز جي شاندار ڪاميابي کان پوءِ ، سڀ کان پهريان ڪراچي سنگت جي دوستن ۾ خدابخش ابڙي جي شخصيت تي شڪ جي ڏار وڌي وئي ته ان پروگرام جا فنڊز ڪٿان آيا ۽ ڪيئن خرچ ٿيا.

خدابخش ابڙي سمجهيو ته هن تي شڪ ڪيو پيو وڃي جنهن ڪري هو سنگت کان پاسيرو ٿي ويو.

منهنجي اسلام آباد وڃڻ کانپوءِ ڪميونسٽ پارٽي جيڪا پڻ پيچ ڊاهَه جي عمل مان گذري رهي هئي، ڪراچي سنگت کان پري ٿي وئي. اهڙن نازڪ تنظيمي مونجهارن ۾ جنهن بُردباري جي گهرج هوندي آهي ، اها اسانجا دوست قائم رکي نه سگهيا ۽ سازشين تمام سولائيءَ سان اسانجي دوستن کي ، اليڪشن ۾ غيرضروري پرتي ڪري ووٽ جي بنياد تي ، شڪست ڏني. عطيه انور ۽ ڪامريڊ سوڀي سانِ به صلاح ڪئي پر هنن به هن کي خاموش رهڻ جي تلقين ڪئي ۽ پاسيري ٿي وئي.

ان کان پوءِ سنگت ڪراچي سائين علي احمد بروهي ۽ سنڌ حڪومت جي ڪلچر ڊپارٽمنٽ کان مرعوب ٿيندي رهي ۽ سنگت ڪراچيءَ جو تاريخي ليفٽ ڪردار کان محروم ٿي وئي.

سنگت ڪراچيءَ جا پروگرام، رمپا پلازا، ۽ ڪراچي پريس ڪلب جي بدران فائيو آسٽار هوٽلن ۾ ۽ لياقت لائيبريري ۾ ٿيڻ لڳا. برائي venue ۾ نه پر سنگت جي مٿان نئين رنگ چڙهڻ ۾ هئي. جيڪا ان وقت جي شوقين عهديدارن کي سمجه ۾ نه پئي آئي.

مان جڏهن 1994 ۾ ڪراچي واپس آيُس ته سنگت جي

صورتحال متجي وئي هئي. پر مان سمجهيو تہ اسانجا دوست( رئوف، عطيہ، انور ابڙو چندر ڪيسواڻي، اُمير ابڙو جان خاصخيلي وغيره) . نون عهديدارن جي رويَن جي ڪري بد دل ٿي ويا آهن. مان جيئن تہ انهن موقعن تي موجود نہ هئس انڪري مون ڏانهن هنن جا رويا تعصب وارا نہ هوندا. مان سنگت ڪراچي ۾ ريگيولر ويندو رهيس.

انهن ڏينهن ۾ رزاق سهتو سيڪريٽري ۽ رمضان نوَل جوائنٽ سيڪريٽري هئا.

مان جيئن تہ ڪراچي سنگت جي سيڪريٽري هجڻ دوران ڪراچي ڇڏي ويو هوس انڪري مان ڪراچي سنگت ۾ ميمبرشپ، فيس ادا ڪري بحال ڪئي. رزاق سهتي مونکي سُٺي موٽ ڏني، بهترين آدرڀاءُ ڪيو. پر منهنجي لاءِ حيرت جي انتها ٿي وئي جو ڪجه ڏينهن کانپوءِ رمضان نوَل منهنجي آفيس ۾ آيو ۽ چيائين تہ رزاق شرمندو آهي جو ڪاروباري ڪميٽي ۾ هڪ دوست هن تي سخت چنبڙ ڪيڏي تہ تون شاهہ محمد جي ميمبرشپ ڇو بحال ڪئي، خاص طور تي جڏهن اليڪشن ويجهون آهن. انڪري توهان هي ميمبرشپ جا پئسا واپس وٺو.

مان تہ کِلي ڳالهہ ٽاري ڇڏي تہ منهنجو تہ اليڪشن ۾ سيڪريٽريءَ لاءِ بيهڻ جو ارادو ڪونهي، پر جيڪڏهن مان اها وضاحت مرڪز کان وٺان تہ مان ڪراچي سنگت جو حاضر سيڪريٽري هوس ۽ اتي وڃي مان اسلام آباد سنگت جو ايڪٽِو ميمبر بہ رهيو آهيان ۽ منهنجي ميمبرشپ صرف ٽرانسفر آهي ، تہ ڪراچي سنگت آئيني جواز ڪهڙو ٻڌائيندي؟

پر ڳالهہ آئي وئي ڪري ڇڏي.

منهنجو ذاتي خيال آهي تہ سنگت ڪميونسٽن جو برين چائيلڊ آهي. ان ڪري اهي ئي اُن کي هاءِ اسڪيل تي وٺي وڃي سگهن پيا. سنگت يونائيٽڊ فرنٽ طور ڪاميابيءَ سان هليو ئي تڏهن جو اهو ڪميونسٽن جو پليٽ فارم هئو. اهو اونرشپ جو احساس رڳو ڪميونسٽن کي ئي ٿي سگهي ٿو. نہ تہ اڄوڪي سنگت جو حشر 1992 جي ڪراچي سنگت جي شعوري پيچ ڊاهہ ڪانپوءِ ڪاٿي پهتو آهي.

سنڌي ادبي سنگت جي ٿهڻ کان وٺي گوبند مالهي ۽ ڪامريڊ سوڀو جي فڪر ان جو خاڪو ناهيو 1970 واري آئين جي ٻولي ۽ مول متا پڙهي اندازو لڳئي سگهجي ٿو. ان ڪانپوءَ قومپرستن طرفان اڪثريت جي بنياد تي ٿيندڙ ترميمن جو عقلي جائزو وٺجي تہ خبر پوندي تہ مرڪزي سنگت جو vision بين الاقوامي سطح جي ادبي ۽ انٽليڪچوئل تنظيمن جي مقابلي ۾ ڪيئن ٿو نظر اچي.

سنگت جي شروعاتي دور ۾ سائين جي ايم سيد جو ڪو بہ ڪردار نظر نہ ٿو اچي. ان ڳالهہ جو اعتراف شمشير الحيدري مونسان ۽ راز ناٿنشاهي سان روبرو ملاقات ۾ ڪيو جڏهن اسان پئي هن کي پڇڻ سندس پاڪستان ڪوارٽرز واري گهر ويا هئا سين. هن جي بينائي جهڪي ٿي وئي هئي ۽ آواز بہ جهيٽو ٿي ويو هئس پر حافظو بحال هئس. ڳالهہ نڪتي هئي سنگت جي آئين تان جنهن جي پسمنظر طور هن ٻڌايو تہ سنگت جو هڪ پنهنجو نظرياتي موقف هوندو هئو پر اڻ لکيل هئو. هڪڙي دفعي خبر پئي تہ ڪراچيءَ ۾ اياز

قادري جيڪو سيڪريٽري به هئو ان سنگت جي پليٽفارم تان محمد بن قاسم جو ڏينهن ملهائيو. ان ڪري جو اياز قادري جو رجحان اوڏانهن به هئو. مان حيدرآباد ۾ هوس ۽ پوءِ ضرورت محسوس ٿي ته لکت ۾ مول متا چيپل نه هوندا ۽ سنگت رجسترڊ نه هوندي ته اهڙي رجحان کي روڪي نه سگهبو. پوءِ اسان سنگت جو آئين ٺاهيو ۽ ان جي آزاد ترقي پسند ۽ غيرسياسي حيثيت کي اجاگر ڪيو. ان تان هن اهو به ٻڌايو ته اسان جي ايم سيد کان چندو به نه وٺندا هئاسين، انڪري جو هن جو هڪ واضع سياسي موقف هئو. ۽ ان تي سائين جي ايم سيد ڪابه ناراضگي نه ڏيکاري. راز ناٿنشاهيءَ ان ملاقات جو ذڪر شايد پنهنجي اخباري ڪالم ۾ ڪيو به آهي.

ادل سومري جي پي ايچ ڊي ٿيسس سنڌي ادبي سنگت تي تحقيقي ڪم تي ٻڌل آهي، اها ڪتابي صورت ۾ موجود هئڻ گهرجي ته خبر پوي ته اهي ڪهڙا محرڪ هئا جن سنگت کي سنڌ جي مڙني ترقي پسند اديبن جي اڪيلي تنظيم ٺاهيو.

جڏهن 1974 کانپوءِ سنگت غير فعال هئي ته ڪامريڊ جام ساقيءَ ان لاءِ انور تي ذميداري وڌي ته سنگت کي فعال ڪرڻ گهرجي. ان وقت به سنڌي ادبي سنگت قومپرستن لاءِ priority نه هئي.

ڪراچي سنگت جڏهن شيخ اياز جو جشن ملهائيو 1992 ۾ ته ان کي ان جي سزا طور منتشر ڪيو ويو ۽ ڪنهين وانگر ميمبر پيدا ڪرائي، انگ جي بنياد تي آئيني تقاضا پوري ڪري، ان تي قبضو ڪيو ويو. ۽ رزاق سهتي ۽ مرحون رمضان نَوَل جي سادي قيادت پويان مضبوط ڪاروباري ڪميٽيءَ جا ميمبر ڪراچي سنگت جو حشر

نشر ڪري، ان کي نِستو ڪري موجوده افسرده حالت ۾ ڦٽي ڪري، هڪبئي کي مبارڪون ڏيندا غائب ٿي ويا.

ڪميونسٽن کان علاوه ڪو اهڙو فورم جيڪو ڪنهن بي ڏُر ٿاهيو هجي ۽ اهو يونائيٽڊ فرنٽ طور هليو هجي، سنڌ جي تاريخ ۾ ڪونہ ٿو ڏسجي. هاڻي يا تہ ڪميونسٽ پارٽي جو رِوائيوَل ٿئي يا محنت ڪش ماڻهن جي نئين سياسي پارٽي وجود ۾ اچي، ۽ اهو مجڻ گُهرجي تہ ڪميونسٽ پارٽيءَ سان لاڳاپيل سڀ فرنٽ پنهنجي منطقي انجام تي پهچي چڪا. هاڻي نوان فورم نَوَن بنيادن تي ٺهندا.

ڪراچي سنگت جو ٻيو ڪارنامو 1989 ۾ پيپلز پارٽيءَ جي پهرين سياسي دور ۾ جمهوريت پسند اديبن جي لاهور ۾ ٿيندڙ ملڪي سطح جي ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪرڻ هئو. ان لاءِ سنڌ جي سطح جو وفد ڪراچي سنگت جي اڳواڻيءَ ۾ اتي شريڪ ٿيو. ان وفد ۾، ڪامريڊ سوڀو، ڊاڪٽر الله داد ٻوهيو، قمر شهباز آڪاش انصاري، عطيہ دائود، امير ابڙو، فيض سومرو ۽ مان ويا هئاسين. وفد جي اڳواڻي فقير محمد لاشاريءَ ڪئي.

ڪراچي شهر جي ڪنهن بہ ادبي سرگرميءَ ۾ سنڌي ادبي سنگت کي نظر انداز ڪري نہ سگهبو هئو.

سياسي حوالي سان زلف، زبير ۽ مونتي مشتمل هڪ ڪميونسٽ پارٽيءَ جو سيل ٺاهيو ويو، جنهن جو انچارج اڳ ۾ ڊاڪٽر بخش علي ۽ پوءِ احمد سليم هئو. اتي اسانجي سياسي تربيت ٿيڻ لڳي. اسانکي احمد سليم هڪ ٽاسڪ ڏنو تہ اسان ايم آر

ڏي جي پس منظر ۾ لکيل سنڌي ادب اردوءَ ۾ ترجمو ڪري سڄي ملڪ جي ماڻهن لاءِ پيش ڪيون تہ سنڌي ادب جو ٻين ٻولين جي مقابلي ۾ معاشري جي جمهوري ۽ روشن خياليءَ ۾ ڪهڙو ڪردار رهيو آهي، ۽ پارٽيءَ کي بہ هڪ ڪارڪردگي ڏيکاريون. ڪميونسٽ پارٽي ريسرچ فورم جي نالي هڪ رسالو اڳ ۾ ئي ڪڍي رهي هئي جنهن ۾ فڪري بحث هوندا هئا. ايٿن مان سنڌيءَ ۾ لکيل ڪهاڻيون ۽ شاعري اردوءَ ۾ ترجمو ڪئي، احمد سليم، مشهور آرٽسٽ ناگوريءَ کان فوجي آمريت خلاف پينٽنگز اجازت وٺي ان ڪتاب ۾ شامل ڪيون ۽ پنهنجي هڪ دوست نثار کي راضي ڪري اهو ڪتاب سارا ملڪ منصور جي نالي سان شايع ڪيو. ان وقت ڊان اخبار ۾ صفدر مير ZENO جي نالي سان ڪالم لکندو هئو جيڪو ليفٽ حلقن ۾ مشهور هوندو هئو. هن هڪ ڪالم اسانجي ان ڪتاب تي بہ لکيو. ان زماني ۾ ڪميونسٽ پارٽي تمام گهڻو سرگرم هئي ۽ سنڌ جي نوجوانن لاءِ اتساهہ جو سبب هئي. 1986 جي گولڊن جوبلي ڪانفرنس ۾ سنڌ جي نوجوانن جي ڀرپور شموليت هئي، سنگت جي ٿي اثر ڪري ان ڪانفرنس جو افتتاح نئين انقلابي ميوزڪ گروپ وائسز جي طرفان شيخ اياز جو ترانو ڳائڻ سان ڪيو ويو. انهن ڏينهن ۾ اسلم اظهر ۽ منصور سعيد دستڪ ڊرامہ گروپ شروع ڪيو جنهن گولڊن جوبلي ڪانفرنس دوران گليليو ڊرامو پيش ڪري وڏو اتساهہ پيدا ڪيو ڪميونسٽ پارٽيءَ جا ڪلچرل ونگ وارا اهي فرنٽ، ڪراچي سنگت، دستڪ. روشن خيال رسالو ۽ وائسز ان ڪري بہ مقبوليت ماڻي رهيا هئا جو انهن گروپن ۾ شامل ڪيترائي ماڻهو

ڪميونسٽ پارٽيءَ سان سياسي طور وابستہ نہ هئا ۽ اهي محسوس ڪري رهيا هئي تہ ڪميونسٽ ڪيڏا وسيع نظر آهن..جو انهن کي پروپگينڊا ڪيل پارٽي لائين نظر نہ پئي اچي..هر ڪم اجتماعي صلاح مشوري سان ٿي رهيو هئو ۽ روشن خيال ماحول جڙي رهيو هئو. اسلم اظهر جو ڪردار انهن ڏينهن ۾ وڏي اتساهہ وارو هئو، هو جيڪو PTV جو باني هئو چاهي ها تہ مين اسٽريم اداڪارهن سان ڪم ڪرڻ لاءِ تيار هجن ها، پر هن عام ماڻهن کي ڪم ڪرائي وڏو نالو پيدا ڪيو ۽ دستڪ جو معيار اسٽيج ڊرامن ۾ نئون رڪارڊ قائم ڪيو. هن جو خيال هئو تہ رڳو ميسيج نہ پر ٿيم بہ انقلابي هجڻ گهرجي. ڪاڪي انور بيدل مسرور کي هن سان ملايو ۽ بيدل جي آواز ۽ انقلابي گيتن جي تعريف ڪئي. اسلم اظهر بيدل جي قيادت ۾ شاهد ڀٽي کي شامل ڪري انقلابي ميوزڪ گروپ وائيسز جو پايو وڌو..

روشن خيال، رسالي جي ايڊيٽر زاهده حنا هئي ۽ سنڌ سان هن جي وابستگي هن جي ڪهاڻين ۽ ٻين لکڻين ما صاف ظاهر هئي. روشن خيال جي ئي دفتر ۾ منهنجي ملاقات جون ايليا سان ٿي هئي، ان ڪچهريءَ ۾ نديم اختر بہ هئو جيڪو ڪامريڊ ڄام ساقيءَ جو پراڻو دوست هئو ۽ روشن خيال رسالي ۾ ڪم ڪندو هئو.

# ڪميونسٽ پارٽيءَ جو ٻہ حصا ٿيڻ

ان بيان ڪيل پسمنظر ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي مقبوليت ۽ ڪردار جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. 1985 ۾ ضياءالحق غير سياسي چونڊون ڪرايون ۽ محمد خان جوڻيجو وزير اعظم ٿي ويو. سياسي پارٽين اهڙين اليڪشن جو بائڪاٽ ڪيو ۽ 1986 ۾ ايم آر ڊي تحريڪ جو ٻيو دور هليو. سياسي ماحول بهتريءَ طرف. ويندو نظر اچي رهيو هئو.

1986 ۾ جام ساقي ڪيس وارن کي باعزت آزاد ڪيو ويو. مٿن ڪوبہ الزام سچو ثابت ڪونہ ٿيو. ملٽري ڪورٽس جي هوندي هنن کي ڪابہ سزا ڪانہ ڏنائي وئي. عام اليڪشن کانپوءِ ملٽري ڪورٽون ختم ٿيون ۽ سڀ ساٿي آزاد ٿيا.

امڪان هئو تہ ڪامريڊ جام ساقيءَ جي شموليت ڪميونسٽ پارٽي کي غير متنازعہ ليفٽ الٽرنيٽ جو درجو ڏياريندي. پر حقيقت ۾ جيڪو ٿيو اهو پاڪستان جي ليفٽ سياست جو اونداهون باب آهي. اڄان انتي خاموشيءَ جا پردا چڙهيل آهن. روشن خياليءَ جو خواب ٿي چوري ٿي ويو. نہ ڀاڳين فرياد داخل ڪئي نہ چورن جا پيرا کنيا ويا. 50 جي ڏهاڪي واري رُوس نواز ۽ چين نوار ڪميونسٽ اختلاف کانپوءِ هي ٻيو ڌڪ هيو جيڪو ڪاري ڌَڪُ ثابت ٿيو.

ڳالهہ هڪ معمولي واقعي سان 1987 ۾ شروع ٿي.

مونکي نونيءَ (نديم خالد) ٻڌايو تہ اڄ ڏاڍي زيادتي ٿي جو جيل مان

نڪري ايندڙ ساٿين ڪميونسٽ پارٽيءَ جي سينٽرل ڪميٽيءَ ۾ انهن ساٿين تي ڇتي تنقيد ڪئي جيڪي ايترا سال ٻاهر سياست ڪري رهيا هئا ۽ انهن ما هڪ اهم ڪامريڊ کي سينٽرل ڪميٽيءَ مان ڪڍي ڇڏيو.

هن جي ڳالهه ڪرڻ جي انداز ۾ ئي هڪ بغاوت هئي. ڪجهه ڏينهن ۾ ئي خبر پئي تہ ان هڪ ڪامريڊ جي نيڪاليءَ جي احتجاج طور ٻيا ميمبر پاڻ هُرتو ئي سينٽرل ڪميٽي ڇڏي ويا. اهي اقليتي گروپ طور سڃاڻجڻ لڳا ۽ اها فرمائش ڪرڻ لڳا تہ اهو بحث هيٺ لاٿو وڃي تہ ڪارڪن فيصلو ڪن ۽ جلد نئي ڪانگريس ڪوٺائي وڃي.

هاڻي پارٽي ڊسپلن ختم ڪري گروهہ بندي ٿيڻ لڳي. جن جي سينٽرل ڪميٽيءَ ۾ ٿورائي هئي. انهن جي ئي ڪاڊر ۾ گهڻائي هئي. سيني جو همدرديون انهن اقليتي ساٿين سان هيون. منهنجا سڀ ذاتي دوست اقليت وارن سان هئا. جن ۾ احمد سليم، ڊاڪٽر منظور، آپا ممتاز نوراني، حُوري، نوني، اسانجا چانڊڪا جا عبدالرحمان ۽ سڀ دوست، مرتضيٰ سولنگي، زلف، ڊاڪٽر بخشيل. پر مونکي اها سٽينڊ لاجيڪل نہ لڳي تہ هڪ دوست سان جي زيادتي ٿي آهي تہ انڪري سڄي پارٽي بغاوت ڪري.

هنن جو سڄو اعتراض پروفيسر جمال نقوي جي شخصيت تي رهڻ لڳو.

ان اڪثريتي حلقي ۾ منهنجو هڪڙو ئي دوست بچيو. اهو هئو منصور سعيد. مان ان سان ئي رابطي ۾ رهيس. هاڻي هرڪو ماٺهو

رابطا مهم ۾ شامل ٿي ويو. اڪثريت وارا ڪلئي عام بحث ڪان روڪيندا رهيا. اقليتي حلقي جا دوست هڪ تمام مقبول، پاپولر، اوپن ڪميونسٽ پارٽيءَ جو تصوُر مارڪيٽ ڪندا رهيا. ۽ اڪثريت وارن تي جن ۾ ڪامرڊ جمال نقوي ۽ امام علي نازش خاص نشانو هئا اها تنقيد ڪندا رهيا ته معاشري ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي مقبوليت وڌي رهي آهي ۽ هو ڪنهن کي پارٽيءَ جي اندر آڻڻ ۾ رڪاوٽ آهن. سينٽرل ڪميٽي جا ميمبر وڌندا ئي ڪونه ته آزاد فيصلا ڪيئن ٿيندا.

اقليتي دوستن اعلان ڪيو ته اسان هڪ پارٽي ڊاڪيومنٽ تيار ڪري رهيا آهيون. ٻيو پارٽي ڊاڪيومنٽ اڪثريتي دوست تيار ڪري رهيا آهن. ڪارڪن فيصلو ڪندا ته ڪهڙو موقف درست آهي.. ايستائين ٻه اميد هئي ته جي ڪو ٻه هڪ ڊاڪيومنٽ گهڻا ووٽ کڻندو ته ٻيا سڀ ان کي مڃيندا ۽ پارٽي وري بحال ٿي ويندي انڪري بحثن ۾ نوڪ جهونڪ هوندي هئي پر دشمني ڪانه هئي.

اها تيز مهم اوچتو ان اعلان تي ختم ٿي ته اقليتي حلقي جي هڪ گڏجاڻي ٿي جنهن ۾ هو ڪلئي عام سياست تان هٿ کڻي ويا. ۽ اعلان ڪيائون ته هر ڪو فرد آزاد آهي، اسان اجتماعي طور نه ته ڪا نئين ڪميونسٽ پارٽي ٺا ٺاهيون نه ئي وري ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ شرڪت ڪنداسين. هنن سڄي ڪيڊر کي رڻ ۾ رولي ڇڏيو. انهن جي اڳواڻن ۾ مختيار باچا، مير ٽيپو امتياز عالم اهم ماڻهو هئا.

ٻئي پاسي اڪثريتي گروپ پارٽيءَ کي لڱل ڏڪ جو ڪو

علاج نہ ڪري سگهيو. هلندي هلندي گورباچوف جي گلاسنوسٽ بہ اچي وئي. اهڙي ماحول ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي سينيئر اڳواڻن جنهن ۾ ڪامريڊ جام ساقي ۽ جمال نقوي شامل هئا، سوويت يونين ۽ يورپ جي سياسي دوري تي نڪري ويا. ڪامريڊ جام ساقي جرمني ۽ لنڊن بہ ويو. پروفيسر جمال نقوي جلدي دورو ختم ڪري موٽي آيو. ان وقت تہ ٻڌايو ويو تہ طبيعت جي خرابيءَ جي ڪري واپس آيو آهي پر گهڻو پوءِ هن اهو بيان ڏنو تہ سوويت يونين جي دوري هن کي ڪميونسٽ نظريئي تان ئي اعتبار ختم ڪرائي ڇڏيو.

مان ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ڪراچي سطح جو ورڪر هوس پر جيئن تہ منهنجو مزاج پوليٽيڪل فرنٽ تي ڪم ڪرڻ وارو نہ هئو، انڪري مان پاڻ کي پوئتي رکيو. پارٽيءَ مونکي سنڌ جي صوبائي ڪميٽيءَ جي اجلاس لاءِ دعوت ڏني جنهن لاءِ مان معذرت ڪئي، پوءِ پارٽيءَ چيو تہ هاڻي ڪراچي ڪميٽيءَ جا ڪجھ ماڻهو صوبائي ڪميٽيءَ تي ويا آهن، انڪري ڪراچيءَ جو سيڪريٽري تون ٿيءُ، مان انڪان بہ انڪار ڪيو ۽ نديم ،نيشنل ريفائينريءَ وارا و ، جيڪو صوبائي ڪميٽيءَ تي هليو ويو هئو. اضافي چارج طور ڪراچيءَ جو سيڪريٽري بہ رهيو.

مان 1990 ۾ نوڪريءَ سانگي اسلام آباد بدلي ٿي ويُس، ان وقت مان سنڌي ادبي سنگت ڪراچيءَ جو سيڪريٽري بہ هئس، جان خاصخيلي جوائنٽ سيڪريٽري هئو. ڪراچي ڇڏڻ سان مان پنهنجي ذميواريون بہ ڇڏيون. 1990 کان 1994 تائين مان ڪراچيءَ جي ڪنهن بہ سياسي، ادبي يا انٽليڪچوئيل لائيف شريڪ نہ رهيُس.

ڄام ساقي ڪجهه وقت ڪميونسٽ پارٽيءَ جو سيڪريٽري جنرل رهيو پر پارٽيءَ کي فعال نہ ڪري سگهيو ۽ طبيعت ٺيڪ نہ هئڻ کي جواز ٺاهي، جيڪو درست بہ هئو پارٽيءَ کان الڳ ٿي پيپلز پارٽي ءَ جو مشير ٿي حڪومت ۾ شامل ٿي ويو. نيٺ 1990 ۾ پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت بہ ختم ڪئي وئي.

اهو اتفاق ڇئجي يا سوچيل سمجهيل رٿابندي جنهن مطابق ظاهري طور هڪ ٻئي سان اختلاف رکندڙ ٻنهي گروپن ، ساڳي ايجنڊا نبائي. يعني ڪميونسٽ پارٽيءَ کي ڪمزور ڪرڻ.

ايئن پاڪستان جو عوام هڪ ليفٽ الٽرنيٽ کان محروم ٿي ويو. اهو سڄو ڪيڊر معاشي ڪيريئر ٺاهڻ ۾ لڳي ويو.مان پنهنجي هڪ ننڍڙي نظم ۾ پنهنجي ڪيفيت هيئن بيان ڪئي هئي.

*دنيا جا سرمائيدار ٺئو*
*اچو، ۽ پنهنجي سرمائي سان اچي*
*منهنجي ديس جي نوجوانن کي ڪرپٽ ڪيو.*
*هُوان لاءِ بلڪل تيار آهن.*
*هاڻي هنن وٽ*
*پنهنجي سماج کي بدلائڻ جو*
*ڪو بہ خواب ناهي رهيو...*

# پڙهائيءَ کانپوءِ
# عملي زندگيءَ جي شروعات

مان بي ايس سي جو امتحان ڏئي ڪري ڪراچي ليبارينٽريءَ ۾ سوٽ ستار جي معارفت انٽرنشپ ڪئي، جيڪو اتي نوڪري ڪندو هئو. ان دوران هڪ بزرگ عمر جو ماڻهو ليبارينٽريءَ ۾ سامان ڏيڻ آئو. اسانجو انچارج سيموئل بشير هئو هن پڇيو، ڇو توهان پاڻ ڪٽي آيا آهيو هو ڪمپنيءَ جو مالڪ ميان رياض صاحب هئو. هن ٻڌايو تہ ملازم نوڪري ڇڏي ويو آهي، جيستائين ڪو ٻيو ماڻهو رکان، ان ڪري توهان جو سامان پاڻ ئي کڻي آيس. ان ڳالهہ تي اسانجي انچارج مونکي اڳتي ڪيو ڇيائينس تہ هي نوجوان جي توهانجي ڪم جو هجي تہ هن سان ڳالهائيو.

مان اڪثر پنهنجي انچارج کي ٻڌائيندو هوس تہ مونکي سيلز ۾ آئوٽ ڊور نوڪري پسند آهي، هو چوندو هئو تہ اهڙي نوڪري توکي ملي ويندي. ڪمپنيءَ جي مالڪ چيو پوءِ تہ اها توهانجي مهرباني ٿيندي، اسانکي ٻيو ڇا کپي، توهانجي اعتبار جو آهي تہ منهنجي لاءِ تہ آساني ٿي پئي. هن مونکي بزنس ڪارڊ ڏنو تہ هن ائڊريس تي مونسان اچي مل. هن جي آفيس، پي اي سي ايڇ ايس ۾ اسانجي گهر جي ويجهو هئي. مونکي ليب ۾ چار مهينا ٿي ويا هئا. مان اجاڻ ڪم سکڻ جي مرحلي ۾ هوس.

مون اڳواٽ سوچيو تہ انٽرويو ۾ ضرور پڇندو تہ سواري

پنهنجي هجڻ لازمي آهي، انڪري مان ڪاڪي ڊاڪٽر سان صلاح ڪئي، هن چيو في الحال پنهنجي سوٽ رفيق وارو ويسپا سڪوٽر کڻي وڃ . جيڪو هن کي ڪاڪي ڊاڪٽر جانورن جي گهريلو وزٽ لاءِ وٺي ڏنو هئو. ان وقت رفيق . ڪاڪي ڊاڪٽر سان ئي ڪم ڪندو هئو.

ڪاڪي ڊاڪٽر صلاح ڏني ته انٽرويو ۾ پگهار تي ڪو زور نه ڏجان، مان هن سان ملڻ ويس ته هن انٽرويو ڪونه ورتو رڳو چيائين ته 1500 روپيا ماهوار پگهار ۾ اچڻ وڃڻ جو خرچ اسان ڏينداسين. سڀاڻي کان اچي جوائن ڪر.

مان اهو احوال ليباريٽري ۾ ٻڌايو. اسانجو انچارج ڏاڍو خوش ٿيو ۽ مبارڪ ڏني، پر سئوٽ ستار چيو ته توکان پوءِ هتي اهو ماڻهو آيو جيڪو اڳ ۾ ان ڪمپنيءَ ۾ نوڪري ڪندو هئو. ان سان مان ڳالهه ڪئي پر هو ته ڪمپنيءَ جي گِلا پيو ڪري، ۽ چيائين ته پنهنجي سئوٽ کي اُيڏانهن نه موڪل هن کي اجان سال کن ٽريننگ ڪراءِ ان کان وڏيڪ سٺي ڪمپنيءَ ۾ نوڪري ملي. ويندس جتي مستقبل ۾ ترقي به ڪري سگهندو.

اسانجي انچارج چيو ته مونکي هن ماڻهوءَ جي ڳالهائڻ مان اندازو ٿيو ته ڪمپنيءَ کان الڳ ٿيڻ ڪري هن ۾ ان ڪمپنيءَ خلاف بُغض ويهي ويو آهي، هو نه ٿو چاهي ته ڪراچيءَ ۾ هنن کي ڪو سٺو ماڻهو ملي، مان ان ڳالهه جي به حق ۾ ناهيان ته هي سال انتظار ڪري. هِن جي مدد لاءِ ته اسان موجود هونداسين.

پر سئوٽ ستار جي ڳالهه. مونکي به منجهائيو ته منهنجي

ٽريننگ مڪمل ناهي ۽ اها ڳالهہ متان نوڪريءَ ۾ ڏکيائي پيدا ڪري. مان ارادو ڪيو تہ سياڻي وچي انڪار ڪري ايندُس. مان ٻئي ڏينهن وچي ڪمپنيءَ جي مالڪ سان مليُس ۽ هن کي ٻڌايم تہ ڪلهہ جيڪي مان چيو اهو درست نہ هيو سچي ڳالهہ هيءَ آهي تہ.

1...مان بي ايس سي جو امتحان ڏنو آهي، اڃان نتيجو نہ آيو آهي، انڪري مان اڃان گريجوئيٽ ناهيان، ٿي سگهيٿو منهنجو ڪو پيپر رهجي وڃي ۽ مونکي ٻيهر امتحان ڏيڻو پوي.

2. ويسپا سڪوٽر منهنجو ناهي پر منهنجي سئوٽ جو آهي جيڪو جانورن جو ڊاڪٽر آهي، مان اهو تڏهن استعمال ڪري سگهندس جڏهن هو واندو هوندو.

ان جي جواب ۾ هن مونکي چيو تہ جيڪڏهن تو امتحان ۾ فيل ٿئين تہ ، نوڪريءَ تي هوندي بہ سپليمينٽري پيپر ڏئي سگهين ٿو پيو تہ موٽر سائيڪل تہ اسانجي ڪمپنيءَ جي موجود آهي، مان تہ توکي ڪونہ چيو تہ پنهنجي سئوٽ جي استعمال ڪر، اهي سڀ ڳالهيون بي معنيٰ آهن، هيءَ اٺئي آفيس جي چاٻي ۽ ٻي اٺئي هنڊا 70 جي چاٻي جيڪا زيرو ميٽر اندر بيٺي آهي. هن فرج ۾ سامان پيو آهي، مان سياڻي راولپنڊي موٽي ويندس، سياڻي کان اچي ڪم کي سنڀال.

قدرت منهنجي لاءِ ايئن بندوبست ڪيو ان وقت اها آفر ڪيڏي وڏي ۽ اهم هئي، اهو شايد مان هاڻي بيان ڪري نہ سگهان.

وڏيڪ انڪار جي گنجائش نہ هئي...ايئن مان پنهنجي زندگيءَ جي پهرين نوڪري شروع ڪئي. اها نوڪري مان ست سال

ڪئي، 1983 کان 1990 تائين.

مان ان وقت 22 سالن جو غير تجربيڪار نوجوان هئس، مونکي ڪراچيءَ جي پوري جاگرافي به معلوم نه هئي . مان صرف پي اِي سي ايچ ايس ۾ اسلاميه ڪاليج جي وچ وارو رستو ڄاڻندو هئس پر خود اعتمادي جي ڪري مان ان نئين موٽرسائيڪل تي گوناگون ڪراچي ڏسي ورتي. اورنگي، ڪورنگي، ناظم آباد، فيڊرل بي ايريا، ڪلفٽن، ڊفينس، وغيره.

مونکي مارڪيٽنگ تہ ڪونہ ايندي هئي پر ڪو سُياءُ ۾ مٺيا اهڙي هئي جو مونکي ايلاڻ بي ايماني يا رشوت جو سهارو وٺڻ جي ضرورت ڪانہ پئي. مٿان وري ڪمپنيءَ جي مالڪ طرفان به ڪو دٻاءُ ڪونہ هوندو هئو. ڪمپنيءَ جو مالڪ رياض صاحب آزاد منش ماڻهو هئو پئسي جي لالچ وارو ماڻهو نہ هئو. عام مروج خيالَ ۾ ڪامياب بزنيس مين ڪونہ هئو.

ليبارٽرين ۾ منهنجي اوائلي مدد ڪندڙن ۾ چوڌري شبير جيڪو امام زين العابدين اسپتال ۾ ضياءالدين اسپتال ۾ ڪم ڪندو هئو. رضوان شريف جيڪو لياقت نيشنل اسپتال ۾ ڪم ڪندو هئو. سعيد صاحب جيڪو ڪميونسٽ ڊاڪٽرن سان ڪم ڪندو هئو جن ۾ ڊاڪٽر شاهہ جهان، ڊاڪٽر هاشمي ۾ ڊاڪٽر اديب رضوي شامل هئا، عبد الجبار جيڪو جناح اسپتال جي گردن واري وارڊ ۾ ليباريٽري هلائيندو هئو.

چوڌري شبير شارجہ هليو ويو هئو. ڪافي سالن ڪانپوءِ هو مونسان ملڻ آيو هئو ۽ ٻڌايائين تہ مونکي ڏاڍو اُڻو هوندو هئو تہ هن

معاشري ۾ تو جهڙو معصوم، سڌو سنئون ۽ خوبصورت ماڻهو تباهه نه ٿي ويو هجي. تو ڪيئن پنهنجي طبيعت کي آلوده ٿيڻ کان بچائيو آهي. مون هن کي ٻڌايو ته مونکي به ايئن لڳندو آهي ته قدرت مونکي بچائيندي رهي آهي.

مارڪيٽ ۾ ان وقت S.Ejazuddin ۽ Merck ڪافي ڪامياب ڪم ڪري رهيون هيون. مان به رياض صاحب کي تجويز ڏني ته اسان هڪ ليبارٽريءَ ۾ ڪم جو تجربو رکندڙ ماڻهو مارڪيٽنگ لاءِ رکئون. هو راضي ٿيو ۽ چيائين ته پلي تلاش ڪر. مان چوڌري شبير کي راضي ڪيو اسان فرانس جي ڪمپنيءَ کي هن جو تعارف ڪيو جنهن مان اها ڳالهه ثابت ڪرڻي هئي ته اسان ڪم کي تيز ڪرڻ لاءِ تياري ڪريون پيا.

ڪجھ مهينن ۾ رياض صاحب هن کان ناراض ٿي پيو انڪري جو هو ڪمپنيءَ جو اميج وڌائڻ لاءِ پئسا خرچ ڪري رهيو هئو. رياض صاحب چيو هن کي جواب ڏئي ڇڏ. هي اسانکي مهانگو ٿو پوي.

منهنجي لاءِ اها هڪ ڏکي ڳالهه هئي ته مان هن کي ڪيئن جواب ڏيان، پر هو سمجهي ويو ۽ چيائين ٺيڪ آهي تنهنجو ان ۾ ڪهڙو ڏوهه.

هاڻي فرانس واري ڪمپني جيڪا چوڌري شبير جي ٽريننگ لاءِ تاريخ طئه ڪري چڪي هئي، ان کي ڪهڙو جواب ڏيئون. رياض صاحب چيو ته فرانس تون ويندين.

هن مونکي ساڻ ڪنيون ۽ پاسپورٽ آفيس وٺي هليو هڪ

ايجنٽ جي مدد سان ٻن ڏينهن ۾ ارجنٽ پاسپورٽ ٺهي ويو. وري پاڻ ٺي باٿ آئي ليند ۾ موجود فرانس جي سفارتخاني وٺي هليو انهن ٻـ ساڳي ئي ڏينهن ۾ 15 ڏينهن جي ويزا ڏني.

ايئن جنهن ٽوئر لاءِ چوڌري شبير شاپنگ بـ ڪري چڪو هئو اها مان ڪري آيس. مون وٽ ان وقت لُنڊا بازار مان خريد ڪيل پينٽ شرٽ هوندا هئا. ڪوٽ يا فُل سُوٽ ڪونـ هئو.

پر اهڙين ڳالهين ۾ مونکي ڪا احساسِ ڪمتري ڪانـ هوندي هئي ۽ مان زندگيءَ ۾ محسوس ڪيو تـ ڳُوڙو نَٽُ نانگر ماڻهوءَ جي مان ۽ مرتبي ۾ ڪو اضافو ڪونـ ٿو ڪري. ڪاليج ڪان وٺي ماڻهو منهنجي لباس جي تعريف ڪندا هئا ۽ مان هنن کي ٻڌائيندو هئس تـ ، مان لُنڊا مان ورتا آهن. ۽ اهي ٻُڌي حيرت جو اظهار ڪندا هئا.

ان خانگي ڪمپنيءَ جي خرچ تي مان پهريون دفعو 1986 ۾ فرانس مان ٽريننگ ڪرڻ ويُس.

ڪراچيءَ مان مصر جي ايئر لاين ذريعي سفر شروع ٿيو. 24 ڪلاڪ قاهره ۾ گهمياسين. پوءِ هيدرو ايئرپورٽ لنڊن مان جهاز مٽائي فرانس جي شهر لِيون ۾ لٿاسين. اهو منهنجي زندگيءَ جو نئون تجربو هئو جو مان وڏي بوئنگ جهاز ۾ سفر ۽ فائيوِ سٽار هوٽل جي رهائش جو تجربو ڪري رهيو هوس. مان پنهنجي خاندان جو پهريون فرد هوس جنهن کي انٽرنيشنل ٽوئر جو موقعو مليو.ان ٽريننگ مان تعليمي معيار جو واضع فرق سمجهہ ۾ آيو.

واپسيءَ تي بـ ڏينهن پيرس ۾ رهي واپس آيس. هڪڙي گهٽيءَ ۾ گهُمندي مونکي ايئن لڳو جڻ مان هن گهٽيءَ مان اڳ ۾ بـ

گذري چڪو آهيان.. اتي پاڪستاني ماڻهو مليا جن پيپلز پارٽي جي ڪاتي ۾ سياسي پناهه ورتي هئي، جيڪا تن ڏينهن ۾ عام ڳالهه هئي جو ضيا جي مارشل لا پي پي پي لاءِ ناقابل برداشت حالتون پيدا ڪيون هيون ۽ الذولفقار هڪ جلاوطن پارٽي بڻجي رهي هئي.

1987 ۾ پارڪ ليب جو مالڪ رياض صاحب برين هيمريج جي ڪري لنڊن ۾ گذاري ويو ان ڪانپوءِ هن جي خاندان ۾ اختلاف جي ڪري ڪمپنيءَ کي هلائڻ وارو فرد نہ رهيو هن جو هڪڙو پيو نمبر پُٽ امتياز صاحب جي حصي ۾ پارڪ ليب آئي پر هُو ان کي جديد تقاضائن مطابق هلائي نہ سگهيو. جنهن جي نتيجي ۾ ان فرانس واري ڪمپنيءَ پنهنجو معاهدو ختم ڪري هڪ ٻي ڪمپنيءَ کي ڏنو.

مان ان ڪانپوءِ ٽي سال پارڪ ليب سان رهيُس پر هن جي ڪاروباري صلاحيت سٺي نہ هئي جنهنڪري ان فرانس واري ڪمپنيءَ مونکي گهر فون ڪري چيو تہ تون پنهنجو وقت زيان نہ ڪر ۽ اها ڪمپني جوائن ڪر جنهن سان اسان نئون معاهدو ڪيو آهي، ان ڪري جو اها نئين ڪمپني ٽن سالن ۾ ڪاميابي حاصل ڪري نہ سگهي آهي.

مان امتياز صاحب کي راضي ڪيو تہ في الحال توهان وٽ منهنجي لاءِ ڪم ڪونہ آهي انڪري مونکي اجازت ڏيو توهان جڏهن ڪو نئون پراڊڪٽ مارڪيٽ ۾ آندو ۽ منهنجي ضرورت محسوس ڪئي تہ مان توهان وٽ هليو ايندس، جنهن تي هن اجازت ڏني.

پي نوڪري چار سال هلي 1990 کان 1993. اها نوڪري مان اسلام آباد ۾ ڪئي. انڪري جوان نئين ڪمپنيءَ کي اسلام آباد ۾ وڏيڪ ضرورت هئي، ٻيو سبب اهو هيو جو ڪراچي 1990 جي فسادن جو شڪار هئي جنهنڪري شهر جو ڪاروبار متاثر ٿيل هيو.

اسلام آباد ۾ رهي مان سڄي نارٿ پاڪستان ۽ ڪشمير ۾ ڪم ڪيو جيڪو شاندار تجربو هيو. هتي مونکي پنهنجي ذاتي حيثيت طئہ ڪرڻ ۾ مدد ملي. ڪراچي يا سنڌ ۾ ڪاڪي انور ۽ ڪاڪي ڊاڪٽر ۽ ٻئي خاندان جي حوالي سان سڃاڻپ هوندي هئي، ڪراچيءَ کان ٻاهر منهنجي ذات جو تعين خالص منهنجي ذات جي حوالي سان ٿيڻو هئو.

مونکي ٽوئرازم جو شوق هئو ۽ ڪمپني ان کي محنت جي ذمري ۾ آڻي منهنجي همٿ افزائي ڪري رهي هئي.

مان اتي ڪمپنيءَ لاءِ اڪيلوفرد هئس پر راولپنڊي، اسلام آباد کان علاوه پشاور، بنُو ڪوهاٽ، مردان، نوشهره، مظفر آباد، راولاڪوٽ، ميرپور، جهلم، کاريان، سيالڪوٽ جي شهرن ۾ بہ ڪم ڪرڻ ويندو هئس.

نيٺ امان جي طبيعت انهن ڏينهن ۾ خراب رهڻ لڳي ۽ ڪاڪي انور مشورو ڏنو تہ يا عاليءَ کي تون پاڻ وٽ رهاءِ يا هاڻي تون ڪراچي موٽي اچ. مان پوءِ اها نوڪري ڇڏي، ڪراچيءَ ۾1994 ۾ واپس اچي پنهنجو ذاتي ڪاروبار ڪرڻ لڳس.

# پنهنجي ذاتي ڪاروبار جي شروعات..
# پيرزادا اينڊ ڪمپني

مان راولپنڊيءَ ۾ ٽي پارڪ ليب واري امتياز صاحب کي ٻڌايو تہ مان نوڪري ڇڏي ڪراچيءَ ۾ ڪو پنهنجو ذاتي ڪم شروع ٿو ڪيان; هن چيو تہ اها سٺي سوچ آهي تون الڳ آفيس نہ وٺ ۽ پارڪ ليب ۾ ويچي ويهہ. اتي منهنجي ڪم جي بہ نظرداري ڪر ۽ پنهنجو ڪم بہ ڪر، مون کي تہ دلجاءِ ٿيندي. ان وقت هن سان منهنجو سئوٽ مسعود ۽ پير بخش ڪم ڪندا هئا. مان پارڪليب ڇڏڻ وقت انهن کي امتياز صاحب جي حوالي ڪيو هئو.

ايئن مونکي ذاتي ڪاروبار لاءِ سيٽ اپ جي ضرورت ڪانہ پئي، رڳو اسٽيشنري ڇپائڻي پئي.

مونکي مارڪيٽ مان سٺي موٽ ملي. سامان وٺڻ وارن بہ همت افزائي ڪئي ۽ مارڪيٽ ۾ هول سيل وارن اوڌر تي سامان ڏيڻ شروع ڪيو. وڪري جي پيمنٽ ٿيندي هئي تہ اڳ ۾ جنهن کان سامان ورتل هوندو هئو ان کي ادائگي ڪندو هئس باقي نفعي مان گهر هلائيندو هئس.

مارڪيٽ ۾ ايتري ساک ويٺل هئي جو سامان ڏيڻ وارا اهو ڪونہ پڇندا هئا تہ پئسا ڪڏهن ڏيندين.

ٻيو فائدو اهو ٿيو جو سنڌ ۽ پنجاب جي وچ ۾ مان هڪ پُل جو ڪردار ادا ڪيو. ڪراچيءَ وارا پنجاب جي ماڻهن تي اعتبار نہ ڪندا هئا ۽ پنجاب جي ماڻهن کي ڪراچيءَ وارا ڏکيا لڳندا هئا.

ڪراچيءَ وارن کي پنجاب ۾ وڪرو گھرجي پيو ۽ پنجاب وارن کي ڪراچيءَ ۾. ايئن منهنجي ڪاروبار کي هڪ نئين سجاٽپ ملي.

1998 ۾ پنجاب جي هڪ دوست چيو تہ مونکي ڪراچيءَ ۾ آفيس کولڻي آهي، اُن ۾ منهنجي مدد ڪر. هن چيو تو پنهنجو ذاتي ڪاروبار پلي جاري رک، رڳو مون کي آفيس ٺاهڻ، ملازم رکڻ ۽ انهن جي نظرداري ڪرڻ ۾ مدد ڪر. ان جي نتيجي ۾ هن مونکي موٽر سائيڪل ڏني،ماهوار رقم ۽ وڪري تي ڪميشن پڻ ڏني. ڇهن مهينن ڪانپوءِ مهراڻ ڪار بہ ڏني ۽ انجو خرچ بہ. اها سهولت في الحال مان پنهنجي ذاتي ڪاروبار مان حاصل نہ پئي ڪري سگهيس.

ٻن سالن ڪانپوءِ هڪ ٻي لاهور جي ڪمپنيءَ آفر ڪئي تہ اهڙي سروس اسانکي بہ ڏي. تيستائين اڳين ڪمپني پنهنجن پيرن تي بيهي چڪي هئي.

ٻي ڪمپنيءَ جي مالڪ شعيب رانا سان بہ منهنجي ملاقات راولپنڊيءَ وارن ڏينهن ۾ ٿيل هئي.

هن مهراڻ ڪار ٿي پر زيرو ميٽر ڪيڊرائي ڏني، پگهار نہ صرف ڪميشن جي آفر ڪئي. مون بہ قبول ڪئي جو پنهنجي ذاتي ڪاروبار جي ڪري گهر ۾ مهيني جو خرچ مان ڏئي پئي سگهيُس.

هن ڪمپنيءَ مان مونکي ڪميشن ٽن مهينن ڪانپوءِ گڏجي ملڻ لڳي جنهن مان ما گلشن حديد واري گهر جي واڌاري اڏاوت جو ڪم ڪندو رهيُس.

نئين ڪار ڇهن مهينن اندر ئي ڪراچيءَ جي سِوِل اسپتال وٽان چوري ٿي وئي. ان تان ڪراچيءَ جي حالتن ڪري شعيب رانا

گھبرائجي ويو ۽ هن چيو تہ هاڻي ڪار ڪمپنيءَ جي طرفان نہ ، پر توکي قرض ٿو ڏيان تہ تون پاڻ وٺ ۽ قرض آسان قسطن ۾ لاهي ڇڏجان. پيٽرول ۽ مينٽينينس جو خرچ توکي ملندو رهندو. مونکي ڪو اعتراض ڪونہ هئو. هن 5 لک روپيا قرض ڏنو جنهن مان مان پنهنجي مرضيءَ جي نئين آيل SANTRO ڪار ورتي. اهو طئہ ٿيو تہ جيڪا ڪميشن ٺهندي ان جو اڌ قرض ۾ ڪٽبو ۽ اڌ وري خرچ لاءِ ملندو. انهن ڏينهن ۾ سرڪاري عونيورسٽين کي بيشمار بجيٽ ملي ۽ اسانجي سَيل ايتري وڌي جو گاڏيءَ جو قرض ٻن سالن ۾ ٺي لهي ويو. هاڻي جيئن تہ گاڏي ڪمپنيءَ جي نہ هئي انڪري ٻن سالن ڪانپوءِ هڪڙو دوست منهنجي آفيس آيو تہ مان ڪار جي هڪ ڪمپنيءَ ۾ ڪم شروع ڪيو آهي ، توهان ڪا ڪار وٺو تہ آسانيءَ سان ليز تي سگهي ٿي. مان هن کي ٻڌايو تہ منهنجي ڪار اڃان نئين آهي، تنهن تي هن آفر ڏني تہ اها ڪار اسان کڻون ٿا ، جيڪا هنڌا سٽي آٽوميٽڪ زيرو ميٽر ڪار جي اڌ قيمت ۾ آهي، باقي اڌ ٽن سالن جي قسطن ۾ ايئن ادا ڪيو جيئن ڪمپنيءَ کي ڪنٽرائيندا هئو. اها ڳالهہ دل سان لڳي ۽ سينٽرو ڪار جي بدلي ۾ هنڊا سٽي آٽوميٽڪ زيرو ميٽر ڪار حاصل ٿي.

جيئين جيئن ٻار وڏا ٿيندا رهيا تيئين تيئين گھر جي ڪمرن ۾ بہ اضافو ٿيندو رهيو. ٻارن جي باري ۾ منهنجو اعتقاد اهو آهي تہ ٻار الله جي مصلحت تحت امانت جي شڪل ۾ اسان وٽ اچن ٿا، جيستائين بالغ ٿي نڪاح ڪري هڪ نئين خاندان جي صورت وٺن تيستائين الله انهن جي سار سنڀال لاءِ رزق جي صورت ۾ اسانکي

مال دولت ڏني ٿو انهن جي سهولت، تربيت، ۽ ڪاڏي پيتي ، لٽي ڪپڙي لاءِ. نہ مال دولت فرد جي قابليت جي ڪري ملي ٿو نہ ئي اها ان فرد جي ملڪيت آهي. ايئن اولاد بہ ملڪيت ناهي پر امانت ۽ آزمائش آهي. مان الله جو شڪر ٿو ادا ڪيان جو مناسب عمر تي انهن لاءِ جوڙ جو ساٿي سامهون آيو ۽ مان رڳو پنهنجي پيار جي رضامندي ڏني ۽ تسليم ڪيو. ها ايترو ضرور ڪيو تہ پنهنجن پارن کي مان محسوس ڪرايو تہ نڪاح ڪانپوءِ توهان منهنجي ذميداريءَ مان نڪري، الله جو هڪ مشن پورو ڪرڻ وارا فرد ٿي ويندئو. انڪري آخري حد تائين سڀ امڪان تصور ۾ آڻيو.

اهو اعتقاد مون ۾ قرآن ۾ آيل اعراف سورت جي وسيلي ٿيو. اها آيتہ 46 هيئن شروع ٿئي ٿي،.وَبينهُما حجابٌ وَ علي الاعراف رجالٌ يعرفون ڪُلّا بسيماهُم...وَ نادو اصحاب الجنتہ اَن سلامٌ عليڪُم لَم يدخلوها وهُم يطمعونَ (ٻنهي جي وچ ۾ پردو آهي. ڪجھہ ماڻهو اعراف تي ويٺل هوندا جيڪي ماڻهن کي انهن جي پيشانين وسيلي سڃاڻندا..اهي جنت وارن کي چوندا تہ توهان تي سلامتي هجي. هي جنت ۾ داخل نہ ٿيا آهن پر خواهشمند آهن)

ان سورت ۾ ٻڌايل آهي تہ موت ڪانپوءِ ڪجھہ فرد نہ سڌا جنت ۾ ٿا وڃن نہ ئي سڌا دوزخ ۾ ٿا وڃن پر اعراف جي پِٽِ تي ويٺل آهن هڪ طرف هو جنت وارن کي ڏسن ٿا ۽ ٻئي طرف دوزخ وارن کي ڏسن ٿا. هاڻي سوال ٿو اٿي تہ اهي وچ واري ديوار تي ڇو ويٺا آهن ۽ ڪيتري دير تائين ويٺل هوندا...جيڪي اميدوار ۽ خواهشمند جنت جا ئي آهن. ان جي واضع تشريح نہ ٿي ملي..منهنجي سوچ ۾ اهڙن

فردن کي جنت ۾ داخل ٿيڻ لاءِ عمل جو موقعو گهرجي..۽ عمل جي دنيا رڳو هيءَ دنيا آهي، تہ ٿي سگهي ٿو اسانجي اولاد جي صورت ۾ ڪجھ اهڙا جنت جا حقدار بہ هجن. ٿي سگهي ٿو هو ڄمندي ئي مري وڃن ۽ جنت ۾ هليا وڃن، يا ڏکهي عمر گذاري، يا بيماريءَ ۾ گذاري اهو شرط پورو ڪري، اهو الله جي مصلحت تي دارومدار رکي ٿو. انسان ان جي هر مصلحت کي جيئين جو تيئن قبول ڪري سگهي. جيڪڏهن اسان ڪنهن ڍير تان بيڪار سمجهي ڦِٽي ڪيل شيون ڦولهيندي ڪنهن ڏُتڙيل شخص کي ڏسئون تہ سمجهڻ گهرجي تہ متان اهو اها ڳَسَرَ پوري ڪرڻ آيل هجي ۽ جنت جو حقدار هجي. آدم ۾ الله جي وجود جو حصو( مِن روحي...القرآن) آهي ، انڪري الله هر انسان ۾ آهي انسان کي ان نظرِ سان ڏسڻ صوفي ازم آهي.

اولاد لاءِ ٻيا حوالا قرآن ۾ هيئن آيل آهن.

1. الله چاهي تہ توهان کي پُٽ ڏئي، يا ڌيُ ڏئي يا ٻئي ڏئي يا ڪجهہ بہ نہ ڏئي...ان مصلحت تي راضي رهڻ ۾ فائدو آهي.

جيڪا شئي قدرتي طور نہ ٿي ملي اها گهري وٺڻ پنهنجي لاءِ مشڪل پيدا ڪرڻ آهي. انڪري جو الله ڪان وڌيڪ اسانجو نہ تہ ڪو گهَڻَ گهُرو آهي نہ ئي ڪو پالڻهار. هو اسانجي لاءِ آساني ٿو پيدا ڪري ۽ اسان اٽڃاٽائيءَ ۾ پنهنجي لاءِ ڏچي ۾ پوڻ پسند ٿا ڪيون.

2. غربت سبب پنهنجن ٻارن کي قتل نہ ڪيو جو انهن جو رزق توهان جي هٿ ۾ ناهي پر الله جي هٿ ۾ آهي.

3. اولاد توهان لاءِ فتنو بہ ٿي سگهي ٿو.

4. الله وٽ توهانجو اولاد رڳو اهو آهي جيڪو توهانجي نطفي

مان ٿئي.. توهان جي چوڻ سان ڪو ٻار توهانجو ٻار نہ ٿو ٿئي.

اها آيت انڪري آئي جو رسول الله زيد بن حارث کي پنهنجي سڄاڻپ ڏني هئي.

مونکي شاهد فقير چيو هئو تہ توهان ٻار بند ڪرايو انڪري بہ ڪجھہ پريشانيون ان عمل جي سائيڊ افيڪٽ طور توهان سان لاڳو آهن. ان ڪري پريشان ٿيڻ بدران انهن پريشانين کي ڪنهن بہ شيءِ جي سائيڊ افيڪٽ طور قبول ڪجي.

هن اها بہ اڳڪٿي ڪئي تہ توهانجي حصي جي هڪ ڏيءُ توهانجي پهريئي ڏيءُ جي ڏيءُ( ڏوهٽي) جي شڪل ۾ ايندي. ان وقت منهنجي ڏيءُ باک اڃان سمبارا نہ ڄڻي هئي.

مان پنهنجن ٻارن جا نالا نيٺ سنڌي ۾ هڪ اکر واري اسم تي رکيا. جيڪا ڳالھہ هڪ نئون فيشن بڻجي پئي.

منهنجون ڏيئرون، باک، هير، ۽ نيڪي

منهنجا پٽ، وشال، ۽ مثال

مان پنهنجن دوستن کي هڪ آڪاٽي ٻڌائي انهن نالن جو مفهوم سمجهائيندو آهيان. اها هيئن هوندي آهي،

"اسانجي شادي ٿي تہ اسانجي نئين زندگيءَ جي شروعات "باک" سان ٿي. جنهن ڪانپوءِ اسانجي نئين زندگيءَ ۾ ٿڌڙي "هير" گھلڻ لڳي، ايئن اسانکي هر شيءِ "وشال" نظر اچڻ لڳي، اسان ماڻهن سان "نيڪي" ڪئي، ۽ ڪوشش ڪئي تہ الله واري انسان جو "مثال" ٿي سگهئون. اميد آهي تہ،

باک، هر شخص لاءِ مايوسيءَ واري رات ڪانپوءَ ڦٽندڙ باک ثابت

ٿيندي.

هير ،هر ڪنهن جي زندگيءَ ۾ ٿڌي هير جو احساس ثابت ٿيندي. وشال، ذهن جو بہ وشال، نظر جو بہ وشال ۽ دل جو بہ وشال ثابت ٿيندو. نيڪي سراپا نيڪي ٿيندي ۽ مثال، اعليٰ انسانيت جو مثال ثابت ٿيندو.

اهي سڀ الله سان ڪيل پنهنجا پنهنجا وعدا پورا ڪري هن جهان مان سُرخرو ٿيندا.

جڏهن آدم ۾ الله پنهنجو روح داخل ڪري ، هن دنيا جو خليفو مقرر ڪيو ان وقت هيءَ دنيا اجا وجود ۾ ڪانہ هئي، پوليون وجود ۾ ڪونہ آيون هيون، ذاتيون، نسل، مذڪر، مونث جنسون، وجود ۾ ڪونہ آيون هيون. نسل آدم اجان شروع نہ ٿيو هيو. پر الله کي ڄاڻ هئي تہ هن دنيا ۾ الله جي نيڪ بندن جو واسطو شيطان سان بہ پوندو جيڪو هنن کي الله سان ملڻ واري رستي تان هنن کي ٿيڙيندو. ان ڪري هن آدم جي شڪل ۾ پيدا ٿيل الله جي رُوحن کان اوعدو ورتو تہ، ڇا مان توهانجو رب آهيان؟

هنن قلب سان اقرار ڪيو تہ بيشڪ اسان مڃون ٿا. ۽ هن دنيا ۾ موجود رهندڙ پنهنجن هم نفس روحن( ويڙهيچن) سان ڀلائي ڪرڻ جو وچن ڪيو. سڀ نسل آدم هڪٻئي ۾ ويڙهيچا آهن. رڳو ٻہ فرقا آهن، الله جي پاسي وارا ۽ شيطان جي پاسي وارا.

هن دنيا ۾ انسان اهو وچن وساري ٿو ڇڏي. الله قرآن وسيلي هن کي اهو وچن ياد ڏياريندو رهي ٿو ۽ شيطان هن کان اهو وچن وسارائي ٿو. اها ئي ويڙه آهي هن دنيا جي.

## منهنجا دوست

# ڊاڪٽر سيف الدين جوڻيجو ( ذوالفقار قاضي)

ڏوڪري هاءِ سڪول ۾ منهنجي همخيالي ذوالفقار قاضي ( سيف الدين جوڻيجو) سان رهي، ادب، سياست ۽ فلسفي سان دلچسپي ۽ مطالعو ذوالفقار جو پنهنجي تهي وارن ۾ سينني کان گهڻو هوندو هئو..اسان ٻئي ڪنهن به موضوع تي بحث نه ڪندا هئاسين پر تڏهن به عقيدت محسوس ٿيندي هئي..مون ڪيترائي نوان ڪتاب هن وٽان پڙهيا، شروعاتي ڏينهن ۾ گورڪي جو ناول ماءُ، مان هن وٽان پڙهيو. اڳتي هلي گارشيا مارڪيز جو ناول آڪيلائي جا سو سال، سنڌي پڙهندڙن لاءِ به ذوالفقار ئي متعارف ڪرايو. هن مارڪيز جي نوبل انعام ملڻ وقت ڪيل تقرير انگريزي مان سنڌي ۾ ترجمو ڪئي، جيڪا فقير محمد لاشاريءَ هلال مئگزين ۾ ڇاپي هئي. ذولفقار سياسي محاذ تي به سرگرم هيو. اخبار ۾ هن جا ليک به ڇپيا هئا.:هڪ دفعي سائين نورل شاهه هن کي گهرائي ، ڏوڪري شهر تي لکيل مضمون جي تعريف ڪئي هئي..اها ڪنهن به شاگرد لاءِ اعزاز جي ڳالهه هوندي آهي. مان نظرياتي طرح سوشلزم کي پسند ڪندو هئم ، ان ڪري پاڻ کي ڪميونسٽ پارٽيءَ سان لاڳاپيل محسوس ڪندو هئس. ذوالفقار ، قومپرستي کان ٿيندو وطن دوست انقلابي پارٽي سان لاڳاپيل هئو جيڪا ڏوڪري جي سطح تي مقبول هئي، اسانجي ڳوٺ مان علي مردان ۽ عجيب به ان سان لاڳاپيل هئا. نظرياتي طور اهي

دوست بہ پارٽ کي سوشلسٽ چوندا هئا پر سياست سنڌ جي دائري اندر ڪندا هئا. مونکي ان ڳالهہ ۾ تضاد لڳندو هئو. اڳتي هلي وقت ثابت ڪيو تہ هو سنڌ جي سياست ۾ جيئي سنڌ وارن جو نعم البدل نہ ٿي سگهيا ۽ سوشلسٽ سياست ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ جو نعم البدل نہ ٿي سگهيا.. اڳتي هلي انهن جي صفن ۾ ڪرائيم کي بہ انقلابي طور جائز سمجهڻ جو رجحان پيدا ٿيو. هي ساڳيو دور آهي جنهن ۾ فيض پيرزادو جساف ۽ جيئي سنڌ محاذ ۾ Paradigm شفٽ ڪرڻ جي ڪوشش ۾ هئا. ذوالفقار وطن دوست انقلابي پارٽي ۾ هڪ ٿيوريٽيشن هئو. هن هڪ الڳ مينيفيسٽو تجويز ڪيو پر اهو منظور نہ ٿيو ۽ نيٺ انهن جي سياست ليفٽ جي عالمي بحران سبب ملڪ جي ٻي ليفٽ سياست وانگر عملي ڪارج وڃائي ويئي.

مان ذوالفقار سان گڏ رهندو هئم. هنن جا بحث ٻڌندو هئم پر هن کي خبر هئي تہ منهنجي طبيعت سياسي محاذ واري ڪارڪن جي نہ هئي.

ذولفقار چانڊڪا مان سنڌ ميڊيڪل ڪاليج ڪراچي آيو. مان بہ بي ايس سي ڪرڻ ڪراچي آيس.. هن سان منهنجون ملاقاتون جاري رهيون..

مان اڪثر هن وٽ هاسٽل تي ويندو هوس. ميڊيڪل ڪانپوءِ هن بہ دفعا سي ايس ايس پاس ڪري ، اڳم اڪائونٽس ۾ ۽ پوِ ڪسٽم کاتي ۾ ڪامياب ڪيريئر ناهيو. بيوروڪريسي جي ڪيريئر هن ۾ موجود ادبي دلچسپي کي ختم نہ ڪيو ۽ هن جو ڪتاب پڙهڻ جو شوق برقرار رهيو.. مان ذوالفقار جو هر ڪمرو وزٽ

ڪيو. ڏوڪري ۾ هن جو گهر، ايس ايم سي جي پراڻي هاسٽل، نئين هاسٽل، اڪائونٽ جنرل جي آفيس، ڪسٽم جي نوڪري دوران هر پوسٽنگ واري آفيس...ان مان اسان پنهي جي گهرائي جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. اها به هڪ عجيب ڳالهه آهي ته اسان جڏهن به ملياسي ته چانهه يا ڪاڏي جو بل رڳو ذوالفقار ڏيندو آيو آهي..مان هن کي پنهنجي خرچ تي آڇ نه ڪري سگهيو آهيان...ان وقت اها انتهائي ننڍي ڳالهه محسوس ٿي آهي..۽ اهو منهنجي لاءِ ناقابلِ بيان احساس رهيو آهي.. مان هن جي دوستي کي پنهنجي لاءِ هڪ خزانو سمجهندو آهيان. ..بيروڪريسيءَ هن ۾ بنيادي انساني خوبيءَ کي ڇيهو نه رسائيو آهي. چينَ ۾ نوڪريءَ دوران هن چيني زبان تي ڪافي عبور حاصل ڪيو آهي ۽ چيني ڪلاسيڪي ادب ۽ معاشري جو گهرو مطالعو ڪيو آهي، هو ضرور ادب لاءِ به استعمال ڪندو جڏهن هن کي وِٿي ملي. اهڙو دوست هجڻ منهنجي لاءِ فخر جي ڳالهه آهي.

# ڊاڪٽر آصف فرُخي

مان اسلام آباد ۾ 1994 ۾ هڪ ادبي ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪئي. جيڪا فخر زمان منعقد ڪرائي هئي. اهو پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت جو پيو وارو هئو. هن ڀيري بينظير پنو گارنٽي طور پنهنجي پارٽي جي فرد فاروق لغاري کي ملڪ جو صدر مقرر ڪرايو هئو جو جيستائين آئين ۾ ترميم ٿئي تيستائين ملڪ جو صدر حڪومت ختم ڪرڻ جو اختيار رکي پيو.

ملڪ ۾ نئين اميد طور گهٽا ڪم ٿي رهيا هئا. ان سلسلي طور ترقي پسند اديبن جي ڪانفرنس سرڪاري سطح تي ٿي رهي هئي. اتي منهنجي ملاقات پهريون دفعو روبرو پروين شاڪر، شبنم شڪيل، عطا شاد سان ٿي. مان ۽ عطيه دائود بيٺا هئاسين ته هڪ اوپري ماڻهوءَ عطيه کي چيو ته پنهنجي دوست سان تعارف نه ڪرائيندينءَ...اهو ڊاڪٽر آصف هئو جنهن کان مان اڳ ۾ واقف نه هئس.

تعارف ٿيو ته هن ٻڌايو ته هو ڪراچي ۾ منهنجو پاڙيسري آهي، مان ان وقت نيپا جي پرسان ڪرائي جي گهر ۾ رهندو هئس ۽ هو به ڪراچيءَ ۾ اسانجي پرسان گلشن اقبال جي بلاڪ 5 ۾ رهندو هئو. هو ميڊيڪل ڊاڪٽر آهي ۽ پبلڪ هيلٿ ۾ دنيا جي مشهور هارورڊ يونيورسٽي آمريڪا مان ماسٽرز ڪري آيو آهي ۽ يونيسيف ڪَراچي واري آفس ۾ ڪم ڪندو آهي.

مان پنهنجي عادت مطابق ان کي رسمي ملاقات سمجهي ۽ وساري ويٺس. ڪجھ ڏينهن کانپوءِ آصف فون ڪئي ۽ منهنجي واندڪائي پُڇي. مان جيئن تہ گهڻو مصروف ناهيان رهندو انڪري هن جي ٻڌايل ائڊريس تي ڪلفٽن ۾ موجود يونيسيف آفيس پهچي ويُس. اها آفس منهنجي ڏٺل هئي جو هڪ دفعي ڪاڪي انور سان گڏجي ڳوٺ سڌار سنگت جي نمائيندن جي حيثيت ۾ڳوٺ لاءِ ڪو پروجيڪٽ ڊسڪس ڪرڻ ڪنهن سان ملڻ ويا هئا سين.

هن مونکي منهنجي هڪ وائيءَ جو انگريزي ترجمو ڏيکاريو جنهنجو اردو ترجمو سارا ملڪ منصور، ڪتاب ۾ ڇپيل هئو.

اسانجون ملاقاتون شروع ٿيون، ايئن ٻن متضاد ڌارائن جو ميلاپ ٿيو، منهنجي سڄي پروَرش ترقي پسند ادب ۽ ڪميونسٽ فلسفي جي اثر ۾ ٿي جڏهن تہ آصف جو تعلق غير ترقي پسند جنهن کي اسان رجعتي حلقا چوندا هئاسين، جنهن جو وڏو مفڪر حسن عسڪري هئو،۾ ٿيَ هئي. پر اسان ٻنهي جي طبيعتن ۾هڪ قسم جي هم آهنگي موجود هئي.

آصف، عطيہ جي شاعريءَ جو انگريزي ترجمو اڳ ۾ ئي ڪري چڪو هئو پر ڪتاب اجان ڇپيو ڪونہ هئو. اسانجي ملاقات جو تذڪرو آصف ان ڪتاب Raging to be free جي مهاڳ ۾ ڪيو.

ان کانپوءِ آصف، باقائدگيءَ سان سنڌي ادب جو مطالعو مون سان گڏ ڪيو. ۽ غير محسوساتي طريقي سان ڪيترو ئي سنڌي ادب اردو ۽ انگريزي زبان ۾ ظاهر ڪيو.

سيني کان اهم ڪم جيڪو اسان گڏجي ڪيو هو شيخ اياز جو ترجمو هيو. شيخ اياز سان ملاقاتون رهيون. شروع ۾ آصف جو خيال هئو تہ جديد سنڌي شاعريءَ جو انگريزيءَ ۾ انتخاب آڻيون. هر شاعر جا ڏهہ صفحا هجن. اسان شيخ اياز جا ڪجھ نظم انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري هن کي ڊيڪارڻ وياسين. اياز کي ڏاڍي خوشي ٿي ۽ هن چيو تہ منهنجو پراڻو خواب ساڀيان ٿيندي ڏسجي ٿو. هن ٻڌايو تہ ڪيترن ئي ماڻهن منهنجا انگريزي ترجما ڪيا، پر مان علاج لاءِ لنڊن ويم، اتي ڪنهن پبلشر کي ڊيکاريم. هنن پڙهي ۽ چيو تہ هنن ترجمن مان ڪابہ ڳالھ ڪميونيڪيٽ نہ ٿي ٿئي، هيءَ انگريزي هاڻي انگريز بہ ڪونہ سمجهندا. آصف جو ڊڪشن ماڊرن هئو جنهن ۾ اياز جي شاعريءَ جو حق ادا ٿئي پيو. هن اها ڳالھ ڪئي تہ توهان جي آئيڊيا سٺي آهي پر منهنجي لاءِ رڳو ڏهہ صفحا ڪو تاثر ڪونہ پيدا ڪندا. اسان هن سان تڪڙو تڪڙو ملڻ لڳا سين ۽ وڏيڪ ترجما بہ هن کي ڊيکاريندا رهياسين. محسوس ٿيندو هئو تہ هن کي بہ اسانجي اچڻ جو انتظار رهي ٿو. اياز پنهنجي آتم ڪٿا جي چوٿين ڪتاب ۾ انهن ملاقاتين جو ذڪر بہ ڪيو آهي. آصف کي بس اياز ۾ وڏو اديب نظر آيو ۽ هن تسليم ڪيو تہ اسان نوجوانن کي سينيئر اردو اديبن تعصب ۾ مبتلا رکيو. آصف هڪ دفعي مونکي چيو تہ اياز سڄي بَرِصغير جي ادبي روايت جو آخري وڏو اديب آهي.

ان ڳالھ تي اردوءَ جا ڪجھ تنگ نظر سينيئر اديب هن کي چوندا هئا تہ اياز تي ايڏو توجھ ڏيڻ وقت زيان ڪرڻ آهي، هو سنڌيءَ جو ڀلي وڏو اديب هجي پر اردوءَ جي وڏ ۾ وڏ اخترالايمان جي قد برابر

ٿيندو. اياز ڏانهن اهو تعصب هاڻي آصف کي خراب لڳڻ لڳو هئو.

نيٺ ان مرحلي دوران ئي اياز لاڏاڻو ڪري ويو ۽ آصف آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس جي امينہ سيد کي قائل ڪيو تہ اياز جو انگريزيءَ ۾ مجموعو تيار آهي اهو فوري طور تي آڻجي. ايئن نيٺ اياز جو پهريون انگريزيءَ ۾ ڪتاب شاناڻي نموني بين الاقوامي سطح جي پبلشنگ اداري طرفان ظاهر ٿيو پر افسوس اهو ڇپيل ڪتاب اياز اکين سان نہ ڏسي سگهيو.

اياز سان ريلوي هال ۾ ملهايل پروگرام ۾ آصف جو پڙهيل مقالو ٻڌي اياز چيو هئو تہ مونکي سڄي زندگي نقادن کان جيڪا شڪايت رهي آهي اها ڊاڪٽر آصف جو مقالو ٻڌي ختم ٿي وئي.

سنڌي ڪهاڻين ۾ اسان جمال ابڙو علي بابا, امر جليل, نورالهديٰ شاھ,نسيم کرل, سراج ميمڻ کي ڏيهي ۽ پرڏيهي اينٿالوجيز ۾ شايع ڪرايو.

هن مونکي جيئن غير سنڌي ادبي ماحول ۾, پاڪستان ۽ ان کان پاھر روشناس ڪرايو, ان لاءِ ماڻهو وڏي جستجو ڪندا آهن.

آصف جي دوستيءَ ۾ منهنجي مطالعي ۾ اضافو ٿيو مان محسوس ڪيو تہ ترقي پسند اديب نئين عالمي ادب جي مطالعي ۾ پوئتي رهجي ويا هئا, اسان نوجوانن تائين مطالعي جو شوق ۽ جديد تجربا ڪونہ پئي متعارف ٿيا. جنهن بنياد تي 1936 ۾ ترقي پسند اديب ٻين اديبن کان نيارا هئا اهو هئو عالمي سطح تي اپ ڊيٽ هجڻ, هاڻي1960 کانپوءِ ترقي پسند اديب مطالعي ۽ لکڻ جي نون تجربن کان اپ ڊيٽ نہ هئا. انهن جي ڀيٽ ۾ حسن عسڪريءَ نوجوانن جي

هڪ وڏي کيپ کي ادب ڏانهن مائل ڪيو. آصف ان لڏي جو ماڻهو هئو. هن جي ساٿ مونکي ادب جي نون نالن کان متعارف ڪرايو.

مونکي پنهنجي لڏي جي ان ڪمزوريءَ جو شديد احساس ٿيو. منهنجو واسطو ڪاڪي انور احمد سليم، تاج بلوچ، منصور سعيد وارن سان هئو پر انهن مان ڪنهن به ڪو نئون ڪتاب ريفر نہ ڪيو. رڳو منصور سعيد جي ريفرنس سان مان جيڪ لنڊن پڙهيو اهو مونکي وڏيو پر اوائلي ليکڪ هئو.

آصف عطيہ دائود جي انگريزي ترجمي واري ڪتاب جي مهاڳ ۾ ان نئين رجحان جو ذڪر ڪيو آهي جيڪو هن جي ۽ منهنجي ملاقات جي نتيجي ۾ پيدا ٿيو آهي.

ان ڪانپوءِ هن شهرزاد پبليڪيشن ۽ دنيازاد تہ ماهي رسالو ڪڍيو جيڪو هر طرح جديد دئور جي ترقي پسند لاڙن کي جاءِ ڏئي ٿو، جڏهن تہ ڪوبہ ترقي پسند اديبن جو نمائيندا رسالو موجود ڪونهي.

هن ترقي پسند صحافي ضمير نيازي جي طرفان ايٽمي تجربي واري جنون جي خلاف لکيل ادب تي مشتمل ڪتاب مرتب ڪري زمين ڪا نوحہ جي نالي ۾ ڇاپي ان ڳالهہ کي مستحڪم ڪيو تہ اڄ جو نمائيندو ترقي پسند اديب هوُئي آهي پر ٽرمينالوجي مٽجي وئي آهي.

دنيا زاد ۾ بين الاقوامي سياسي حالتن جي نتيجي ۾ پيدا ٿيندڙ ادب کي مسلسل ڇاپي رهيو آهي، هن جي ان سٽ ۾ ڪشور ناهيد، فهميده رياض، احمد سليم ، حسن منظر، حارث خليق وغيره

شامل آهن جيڪي مجيل ترقي پسند اديب آهن. هن عراق جي جنگ خلاف لکجندڙ ادب ۽ فلسطين تي خاص ايڊيشن ڪڍيا.

جڏهن تہ انجمن ترقي پسند مصنفين يا سنڌي ادبي سنگت موجوده دور ۾ پنهنجن پڙهندڙن کي ڪجهہ بہ نہ ڏئي سگهيا.

ادب کان هٽي ڪري آصف مونسان ذاتي سطح تي تمام گهَرو ٿي ويو. منهنجي خاندان سان ويجهڙائي اختيار ڪئي ۽ مونسان لاڳاپيل سيني رشتيدارن سان لهہ وچڙ ۾ رهڻ لڳو. منهنجي آفيس ۾ ڪم ڪندڙ منهنجي سوٽ مسعود سان، منهنجي سوٽ ڊاڪٽر عزير سان، عزير ۽ امتياز کي هو منهنجي ڀينرن جي ڪري . پنهنجا ڀيٽيويا سمجهڻ لڳو. لاڙڪاڻي وڃي تہ مصروفيت جي باوجود فيض الله سان ، منهنجي دوست هجڻ جي ناطي ملندو هئو. جيڪو اتي بينڪ ۾ ڪم ڪندو هئو.

مونکي پنهنجو ذاتي گهر گلشن حديد ۾ وٺڻ لاءِ هن دلچسپي ورتي. منهنجي سُست ۽ پٺتي رهڻ واري طبيعت جي باوجود هن مونکي شهر جي مين اسٽريم ادبي ماحول ۾ شامل رکيو. هو ادب ۾ بِرصغير جي سطح جو ريفرنس شخصيت آهي پر اوتروئي نِهٺو ماڻهو آهي. منهنجي ادبي صلاحيتن جو هن کي جيترو اعتبار آهي، اوترو مونکي پاڻ کي بہ ڪونهي.

# فيض الله پيرزادو

فيض الله پيرزادو، منهنجو مائٽ آهي، هم عصر آهي. مان هن کان متاثر هوندو هوس. ننڍي هوندي مان هر ان شخص کان متاثر ٿيندو هوس جيڪو لوڪ لڇا جو شڪار نه هئو ۽ پنهنجي مرضي هلائيندو هئو.

ننڍپڻ ۾ هو ڳوٺ ڇڏي سڪرنڊ هليو ويو. ايئن هن سان ملاقات تڏهن ٿيندي هئي جڏهن خاص موقعن تي ڳوٺ ايندو هئو.

اسانجي ٿهيءَ ۾ هو سيني کان نمايان هوندو هئو. اسڪولي تعليم جي لحاظ کان نه پر ليڊرشپ واري خوبيءَ جي ڪري.

اسانجي دوستيءَ جي تتل لڙهي پيهر تڏهن ڳنڍي جڏهن، هو سڪرنڊ ڇڏي مستقل طور ڳوٺ ۾ رهڻ آيو. سڪرنڊ واري ولوله انگيز سياسي جدوجهد ۽ تنظيم ڪاري واري ڀرپور دور کانپوءِ ڳوٺ ۾ عام ۽ گمنام نوڪري پيشه فرد طور زندگي گذارڻ لاءِ هو پاڻ کي تيار ڪري چڪو هئو. هي شخص جيڪو پنهنجي سرشت ۾ حساس ۽ آرٽسٽ ماڻهو هئو، منهنجي طبيعت سان ٺهڪي آيو.

اسان ادب، مابعدالطبعيات ، علم نجوم، پالمسٽري ۽ روحانيت کي ڊسڪس ۽ ايڪسپلور ڪرڻ شروع ڪيو.

اها 2001 جي ڳالهه آهي. فيض بينڪ جي نوڪريءَ تان گولڊن هينڊشيڪ واري آڇ قبول ڪندي آزاد ٿي ويو. بينڪ مان مليل پئسن کي سيڙائي گذر جو بندوبست ڪري رهيو هئو. هن کي اسان صلاح ڏني ته ڪراچي ۾ اچي. هي وڏو شهر آهي، هتي

پرائيويٽ سيڪٽر مضبوط آهيَ. ان ڪري مصروف رهڻ جو بہ ڪو سبب ڳولهجي. ايئن اسان پئي هر وقت گڏ هونداهئاسين.

منهنجي هر ذاتي ۽ ڪاروباري حيثيت بہ هن اڳيان کليل هئي. هن کي اها تشويش هئي تہ مان 1994 کان ذاتي ڪاروبار ڪيان ٿو پر مون وٽ جمع پونجي ناهي. بينڪ ۾ ڪو ريزرو پئسو ڪونهي. هن کي وڏو اوُنو هوندو هئو تہ ڪاروبار لاءِ پنهنجي خريد ڪيل آفيس هجڻ گهرجي.

هن کي ڪئي سال اڳ جو سڪرنڊ واري زماني جو هڪ واقعو ياد هوندو هئو. جڏهن سياسي سرگرمي ڇڏي مايوسي واري دور مان گذري رهيو هئو تہ هن جي استاد سائين عبدالحڪيم ارشد هن کي جنگشاهي واري ماستر شوڪت علي بروهيءَ جو غائباڻو تعارف ڪرايو هئو جيڪو علم نجوم جو سنڌ جي سطح تي وڏو ڄاڻو هئو ۽ هڪ خط ۾ سائين عبدالحڪيم ارشد هن ڏانهن فيض جي جي طرفان ڪجهہ سوال موڪليا. انهن ڏينهن ۾ فيض بيروزگار بہ هيو. مايوس بہ هيو ۽ هن کي پنهنجو مستقبل اونداهون پيو لڳي.

ماستر شوڪت بروهي هن جي لاءِ شاهوڪار مستقبل جي اڳڪٿي ڪئي.. جيڪا پوءِ سچي ثابت ٿي. فيض ڇيو ڪراچيءَ کان جنگشاهي پري ڪانهي ڇونہ شوڪت بروهيءَ کي ڳولهجي ۽ ان سان تنهنجي باري ۾ عِلمي مشورو ڪجي.

مون وٽ مهراڻ ڪار هوندي هئي. اسان جنگشاهي هليا ويا سني ۽ ماستر شوڪت بروهي جي پڇا ڪئي سين...

فيض جو خيال هئو تہ هو عبدالحڪيم ارشد جو هم عصر هوندو يعني وڏي عمر جو هوندو پر هو اسان جي ٿهيءَ جو نِڪتو.

ايئن ماستر شوڪت بروهيءَ سان اسانجو تعلق جڙيو.

ماستر شوڪت بروهي علم نجوم جو وڏو ڄاڻو هو هن وٽان اسانکي ان علم جي ڄاڻ حاصل ٿي. هن اسانجا زائچا ٺاهيا.

جنهن ۾ هن ڪجهہ وقت جو تعين ڪري ٻڌايو جتي اهم تبديلين جي نشاندهي ڪئي.

پهرين خبر اها پئي تہ اخبارن ۽ رسالن ۾ ايندڙ هاروسڪوپ، ڪو علم نجوم ناهي. ان کي SUN SIGN چئجي ٿو. جڏهن تہ نجوم جي حساب سان ڪي بہ ٻہ ماڻهو هڪجهڙا نہ ٿا ٿي سگهن، نہ ئي انهن جي زندگيءَ جا واقعا هڪجهڙا ٿي ٿا سگهن. هڪ زائچي ۾ 12 گهرَ آهن، هر گهرَ ۾ 30 ڊگريون آهن، انهن ٻارنهن خانن ۾ 9 سيارا آهن، جن مان ڪي تيز آهن جيئن چنڊ ۽ سج ، ڪي سست رفتار آهن جيئن زحل. پلوٽو نيپچون ، ڪي سِڌا هلي هلي پوئتي موٽ ٿا کائن، وري سِڌا ٿا هلن، وقت ۾ ڪلاڪ، منٽ ۽ ساعت جو بہ دخل آهي. هر سيارو ڪٿي ڪمزور ۽ ڪٿي طاقتور آهي. ڪنهنجو دوست ۽ ڪنهنجو دشمن آهي،

هن علم ۾ ڪمال حاصل ڪرڻ نا ممڪن آهي، هڪ شخص جي پيدائش وقت سڄي ڪائنات جي تقويم کي ذهن ۾ رکڻ هڪ انسان جي عقل کان ٻاهر آهي. هي علم ڪارائتو ضرور آهي پر هن ۾ مهارت حاصل ڪرڻ ڏکي آهي. ان ڪري جيڪو علم هڪ عام انسان کي ڪا ڀلائي نہ ٿو پهچائي تہ اهو متروڪ ٿي ويندو آهي.

علم نجوم بہ ايئن ئي آهي. ڪڏهن تہ بادشاهہ پاڻ وٽ نجوم جا ماهر ملازم رکندا هئا. هر ڪنهن نجوم جي ماهر وٽان ڪجه مبهم اشارا ملن ٿا. جيڪي درست آهن تہ ٻيا وري نسورا غلط ثابت ٿين. جيڪي ڪنهن فرد کي وڏيڪ مونجهاري ۽ مايوسي ۾ ڦٽي ٿا ڪن. ان ڪري مجموعي طور تي هن علم جو ڪارج ختم ٿي ويو آهي. قرآن ۽ حديث ۾ ان علم کي رد ڪيو ويو آهي. انڪري جو عمومي ذهني سطح رکڻ وارو ماڻهو ان علم تي ڀاڙي خوداعتمادي وڃائي ويهي ٿو جڏهن تہ قرآن هر اينڌڙ واقعو الله ڏانهن منسوب ٿيل ڄاڻائي فرد ۾ خوداعتمادي ۽ حالتن کي منهن ڏيڻ جي ٽريننگ ڏئي ٿو.

ماستر شوڪت بروهي چيو تہ علم نجوم علمي ماڻهن لاءِ ڪارگر آهي جو اهي ان علم مان حڪمتِ عملي يا احتياط متعلق هدايت وٺي سگهن ٿا. پر جنگشاهي جهڙي شهر ۾ ماڻهو سمجهن ٿا تہ رڳو خبر پوڻ سان ڪهڙو فائدو. اسانکي فائدي ڏيارڻ وارو ڏَسُ ڏيو جنهن لاءِ عامل سان رابطو ڪرڻو ٿو پوي.

اهڙي هڪ عامل امام ڏنو بروهي سان ملاقات ٿي. عامل مختلفؒ پريڪٽس ۽ ميڊيٽيشن ذريعي هڪ ڪوڊ ورڊ سکي وٺندا آهن.. جنهن جي وسيلي هو ماڻهن جا مسئلا حل ڪندا آهن.. جيڪي عارضي حل هوندا آهن.

امام ڏني بروهي اسانکي ٻڌايو تہ هو هڪ جنات جي مخلوق سان رابطي ۾ آهي.. جيڪو جنگشاهيءَ ۾ گمنام بزرگ جو چيلو يا خليفو آهي.. هن مونکي هن بزرگ جي سار سنڀال لاءِ مقرر ڪيو آهي.. هاڻي هفتي جو هڪ ڏينهن مقرر آهي هو مون وٽ ايندو

آهي. جنهن ۾ ڪي پيا ويٺل ماڻهو ڏسي نه سگهندا آهن.. مان هن ڪي ماڻهن جا سوال پڇائيندو آهيان ۽ هو جيڪو جواب ڏيندو آهي اهو مان وري ماڻهن کي پڌائيندو آهيان... هڪ دفعي هو اسانجي گهر آيل هئو، اسانجي ان دلچسپيءَ ۾ زبير، امتياز عجيب پڻ شامل ٿي چڪا هئا. هن چيو ڪڏهن جنگشاهي اچو هڪڙي رات اتي رهو. هو جنات مون وٽ ايندو توهان ما جيڪو ڪجهه پڇڻ چاهي ته ان ڪي جواب ملندو. اسان سيئي ان ايڊونچر لاءِ ته تيار ڪونه ٿياسين پر هنکي هڪڙي آزمائش طور فرمائش ڪئي سين. اها هئي ته عبدالرحمان پنهنجي ماءُ سان ملي. انڪري جو پڪي ناز ڏاڍو زور پريندي هئي ته عبدالرحمان هڪڙو دفعو مونڏي اچي.. جو پاڻ ۾ رنجشن ڪري ايندا ويندا ڪونه هئا.

اها شعبان جي پهرين تاريخ هئي، امام ڏني چيو ته 15 يا 16 شعبان تي هو ماءُ سان ملڻ ويندو... مان چيو تاريخ نه سهي اهو چئي سگهجي ٿو ته رمضان جي عيد تائين اچي ويندو. هن چيو اها توهانجي مرضي.

مان هڪ ڏينهن آفيس ۾ هئم ته ارشاد فون ڪئي ته ڳوٺان خبر آئي آهي ته عبدالرحمان ۽ هن جي گهر واري ڳوٺ آيا آهن.. مون ڏٺو اها 16 شعبان هئي.

پر انهن سان گهڻو گهرائيءَ ۾ وڃي خبر پئي ته. پئسي جي آڏو اهي سڀ مجبور آهن ۽ انهن جي وڏندڙ لالچ اسانکي انهن کا پري ڪري ڇڏيو. اهو تعلق هاڻي سلام دعا تائين وڃي رهيو آهي.

نجومي ۽ عمليات وارن جي سڃاڻ تي ته جستجو اجان

وڏي. ۽ اسان روحانيت جي هڪ ئي شڪل سان متعارف ٿياسين.
اهي هٿا بغير حساب ڪتاب جي توهانجي اندر جا راز پڌائڻ وارا.

هڪڙو هيو رئيس الرحمان. جيڪو عام دنيادار ماڻهو هو.
پرنٽنگ ۽ پبلشنگ جو ڪم ڪندو هئو. فيض پنهنجي اداري فشرفوڪ فورم طرفان پرنٽنگ جي ڊيتي ليتي لاءِ هن وٽ ويل هئو.
هن وٽ هڪ ماڻهو نوڪري لاءِ آيو جنهن کي ڏسي رئيس رحمان چيُس تہ تون ڪراچي ڇڏي وڃ تہ تنهنجا ڏينهن سٺا ٿي ويندا. رئيس رحمان کي ڪهڙي خبر تہ اهو فيض الله جي دلچسپي جو موضوع آهي.
جڏهن همراهہ هليو ويو تہ فيض رئيس رحمان پڇيو تہ اها توهانکي ڪيئن خبر پئي تہ ان ماڻهو کي ڪراچيءَ مان نڪري وڃڻ ۾ فائدو آهي. رئيس رحمان نتائڻ جي ڪئي پر فيض جي دلچسپيءَ هن کي مجبور ڪري وڌو ۽ هن کي ٻڌايائين تہ مون وٽ پنهنجي طاقت ناهي پر منهنجو مرشد آهي جڏهن ان سان ذهني ڳانڍاپو ٿيندو آهي تہ هو مونکي ٻڌائيندو آهي. ايئن ڪچهري وڌندي وئي ۽ فيض جي ذاتي زندگي هن جي آڏو کلي وئي.. جڏهن تہ هو بلڪل اجنبي هئو. اها رات فيض لاءِ هڪ نئين زندگيءَ جي شروعات ثابت ٿي. هن پنهنجي سڄي عقليت پسندي کي الوداع چيو ۽ پاڻ کي سرينڊر ڪيو. فيض هن کان پڇيو تہ ڪي ماڻهو چون ٿا تہ اسانجي نبي سائين ءَ جي ڪچهري قائم آهي ۽ هن دنيا جا حال حيات فرداتي وڃن ٿا... رئيس رحمان ان جي تصديق ڪئي.. ٿوري دير ماٺ ڪانپوءِ چيائينس تہ تنهنجي گهر واري بہ اتي ويندي آهي. .هن فيض تي واضع ڪيو تہ تون گهر واريءَ کي عام عورت نہ سمجهہ. هن جي دل جيئن چئي تيئن

ڪرڻ ڏينس..هوءَ ڏهہ خرچ ڪندي تہ 100 تي موتي ايندا...۽ پوءِ فيض ايئن ئي ڪيو..هن جا ماءُ پيءُ، پينر ڀاءُ، دوست مائٽ اجان تائين هنجي معاشي حيثيت کي ڏسي اچرج ۾ آهن.

منهنجي لاءِ هن چيو تہ هن جو قلب ايڏو صاف آهي جو جيڪڏهن ڪو ماڻهو هن سان دغا، دوکو يا بدخواهي ڪندو تہ اُلٽو اُن شخص تي ئي اثر پوندو ۽ هن جا بدخواهہ ۽ دشمن نقصان ۾ پوندا.

پر ان صلاحيت هوندي بہ رئيس رحمان دنوي معاملن ۾ الجهيل رهيو. ۽ پنهنجي مرشدڪان ڪنجي ويو.

ٻيو اهڙو شخص شاهد فقير هئو. جيڪو فيض کي مڪليءَ جي ڀرسان مخدوم آدم جي مزار وٽ مليو.

هو هڪ تارڪ دنيا قسم جو ماڻهو هئو. پنجاب ۾ گوجر خان جي ڀرسان جو رهاڪو. ذات جو ڪياني ۽ روحاني نسبت گولڙا شريف جي درگاهہ سان هئس. هن ٻڌايو تہ هتي مخدوم آدم هن جي اُڄ اجهائي آهي، هاڻي هتي ئي تڪيو ٺاهيو اٿائين.

فيض الله مونسان ان جو ذڪر ڪيو ۽ اسان جون ڪچهريون شروع ٿيون.. فيض الله جي طبيعت تشڪيڪ واري هجڻ ڪري هو ڳالهين کي پيٽيندو آهي.هن رئيس رحمان واري ڳالهہ پيٽڻ لاءِ شاهد فقير سان پنهنجي مالي حالت ۽ گهر واريءَ جي باري ۾ پڇا شروع ڪئي. شاهد فقير هن کي چيو تہ ڪڏهن هتي اچي تہ پو تفصيل ملي ويندو..هن جو طريقو اهو هوندو هئو، جو آڱوٺي جي ننهن کي ڇهي ماڻهوءَ جيَ اندر جو احوال ٻڌائيندو هئو.

ٽيٽ فيض الله جي باري ۾ شاهد فقير بہ رئيس الرحمان وارين

ڳالهين جي تصديق ڪئي.

هن وڏيڪ فيض ڪي اهو ٻڌايو تہ تون پاڻ پنهنجي خوشحاليءَ کي روڪيو بيٺو آهين، نئين اولاد سان نئين خوشحالي تنهنجو انتظار پئي ڪري، ايئن فيض جون بہ ڏيئر ان ڳالهہ جو ثبوت ثابت ٿيون.

مونکي هن چيو تہ تنهنجو قلب ان لاءِ تيار آهي تہ مان پنهنجي امانت توکي سونپيان. ان لاءِ تون مونسان چاليهہ ڏينهن گذار، مان ان لاءِ تيار نہ ٿيُس، چيائين پلا هڪ هفتو دنيا داريءَ جا سڀ لاڳاپا لاهي مونسان گذار مان اُن لاءِ بہ تيار نہ هئس. هن چيو اسان تي اهو فرض ٿي پوندو آهي تہ الله جي راه ۾ هڪڙو ماڻهو آڻيون. اسانجون اکيون ان ماڻهوءَ کي تلاشينديون رهنديون آهن. تون پلا ٽي ڏينهن مونسان ڪراچيءَ ۾ گذار. مان هن کي چيو منهنجي روحانيت ۾ دلچسپي الله ۽ قرآن کي سمجهڻ جي حد تائين آهي، مان پيري، فقيري اختيار ڪرڻ نہ ٿو چاهيان. هن چيو اهو ضروري بہ ناهي، ڪيترائي الله جي راهہ ۾ اچڻ وارا دنيا جي ڪار وهنوار ۾ بہ مشغول آهن( مونکي صوفين جو قول ياد آيو. دل يار ۾ ۽ هٿ ڪار ۾(دنيا جي ڪمن ۾) . مان هن سان ان ڳالهہ لاءِ تيار ٿي ويُس تہ ٽي راتيون ڪراچيءَ ۾ هن سان گڏ گذاريندُس.

هن سان گذاريل ٽي راتيون ، مونکي پنهنجي هوش، حواس مان ڪڍي ويون .هن سڀ اهڙا ڪم ڪيا جيڪي منهنجي طبيعت جي خلاف هئا ۽ مونسان سخت لهجي ۾ پيش آيو جيڪو مان تصوُر نہ پئي ڪيو. مان محسوس ڪيو تہ مان ذهني طور هن جو غلام ٿي ويو

آهيان. مان فيض الله کي چيو تہ مونکي هاڻي خوف ٿيڻ لڳو آهي، مان هن شخص جي گرفت مان نڪرڻ ٿو چاهيان. پر منهنجو وَسُ نہ ٿو هلي. فيض مونکي چيو تو پاڻ کي ايترو ملوث ڇو ڪيو. مان زندگيءَ ۾ پهريون دفعو سائيڪياٽرسٽ کي ڏيکاريو.

شاهد فقير چوي، تون اجايو ٿو گهٻرائين، اهو نارمل آهي. توکي قرآن پاڪ ۾ آيل حضرت موسيٰ ۽ حضرت خضر جو قصو ياد ناهي، مان توکي مڪمل ڪيو آهي رڳو ٿورو ڪم رهيل آهي، جڏهن مان تنهنجين اکين تان پردو هٽائيندم تہ تون پاڻ ئي سمجهي ويندين. رڳو هڪ دفعو مونسان اسلام آباد هلُ، مان توکي بيعت ڪري نہ ٿو سگهان، تون گولڙه شريف جي شاهہ عبدالحق کان بيعت ٿيندين، پوءِ منهنجي زميواري پوري ٿيندي. مان هن سان اسلام آباد ويم پر اهو اعتراض بہ ڪيُم تہ بيعت زبردستي تہ ڪانہ ٿيندي آهي، مان اجان هن پير صاحب کي ڏٺو ئي ناهي تہ هن کي مرشد ڪيئن ڪيان. هن چيو انهن سيني سوالن جا جواب توکي ملي ويندا. تون اتي ڪجهہ بہ نہ ڳالهائجان، هن کي سڀ خبر آهي.

مان بي دليءَ سان هن سان گڏجي ويُم. هن چيو مونکي پنهنجي ڳوٺ ڇڏي، جيڪو گوجر خان جي ڀرسان هئو پوءِ تون گولڙه شريف وڃي بيعت ٿجان. ان کانپوءِ جڏهن مان ڪراچي اچانِ تہ مونکي ايئرپورٽ تي وٺڻ اچجان، ان کان پوءِ توکي اهو سڀ ڪجهہ نظر اچڻ شروع ٿي ويندو جيڪو مونکي نظر اچي ٿو. مان هن کي چيو هتي مان توسان ان وعدي تي آيو آهيان تہ ان کان پوءِ تون مونسان رابطو نہ رکندين. هو کِلي پيو. چياٿين پر جيڪڏهن تون محسوس

ڪرين ته مونسان ملين ۽ مان نه لِيانءِ ته پوءِ؟ مان چيو في الحال ته مان رابطي ۾ رهڻ نه ٿو چاهيان.

مان ٻئي ڏينهن گولڙه شريف ويس، صبح جو نائين وڳي پير عبدالحق حويليءَ کان ٻاهر آيا، ڪافي عمر رسيده هيا، پير مهر علي شاه جا پوٽا هئا. مان هن کي هدايت مطابق عرض ڪيو ته مونکي بيعت ڪريو هن ڪو به سوال نه پڇيو چشتي، قادريَ طَرِيقي سان بيعت ڪئي، مان 500 رپيا لنگر خاني لاءِ نذرانو ڏنا. پاڻ پڇياڻون ڪٿان جو آن، مان عرض ڪيو اصل لاڙڪاڻي جو هاڻي ڪراچي ۾ رهاڻو ٿيڪسي وارو گڏ آهي، هتان واپس ڪراچي ويندس. هن چيو اسانجي طريقي مطابقَ روز يارهين وڳي قوالي ٿيندي آهي، اها ٻڌي، لنگر کائي پوءِ وڃجان. هن خدمتگار کي چيو ته هن کي ڪنهن ڪمري ۾ آرام ڪرڻ لاءِ ترسايو. ڪلاڪ کن پلي آرام ڪري، مان ۽ ڊرائيور هڪ ڪمري ۾ آياسين. هڪ کٽ تي مان جيئن ئي ليٽيس ته ننڊ وٺي وَئي ۽ هڪ اهڙو چٽو خواب ڏٺم جيڪو مونکي اڄان تائين ياد آهي. مان ڏٺو ته هڪ محفل آهي ۽ مسنَد تي حضرت علي ويٺا آهن، جيڪا تي ڏاڪا مٿي آهي. مون ڏي ڏسي مرڪندي ، اک ڀڃندي چوَن ٿا ته هڪ ڪَري ۾ سُڄي شئي توکي ڏئي ڇڏي سين.

ان خواب کان پوءِ مونکي پير صاحب سان واقعي اُنسيت ۽ محبت ٿي وئي ۽ مونکي لڳو ته هيءَ بعيت مان مرضيءَ سان ڪئي آهي. پر تڏهن به شاهد فقير کان منهنجي طبيعت بيزار ٿي پئي. مان ڊاڪٽر ڪريم خواجه جي علاج هيٺ هئڻ جي باوجود ذهني سڪون ۾ نه هئس. نيٺ فيض الله هڪ ڀيو ڏَسُ ڏنو جيڪو ڪيس ادريس جتوئي

جي پاءُ عرس جتوئيءَ پڏايو هئو. اهو شخص هئو سائين محمد علي بلوچ قلندري.

سائين محمد علي بلوچ ، پراڻو ليفٽنسٽ هئو. هن کي خواب ۾ سائين احمد علي قريشي سان ملڻ جو اشارو ٿيو. سائين احمد علي قريشي 20 گريڊ جو سرڪاري آفيسر هئو ۽ اسلام آباد ۾ رهندو هئو. هن چواڻي قلندر شهباز هن کي رسول الله جي اڄ جي دور ۾ موجود ڪچهريءَ ۾ وٺي ويو ۽ هڪ درود پاڪ عام ڪرڻ جي ذميداري وٺي آيو. پاڻ کي لِڪَ ۾ رکڻ هن جي طريقت آهي. محمد علي بلوچ کي هڪ مزار تان قريشي صاحب سان ملڻ جو اشارو مليو. قريشي صاحب محمد علي بلوچ کي قبول ڪري پنهنجو وڏو خليفو مقرر ڪيو ۽ ڏَسيل درود پاڪ عام ڪرڻ ۽ دنيا تان پريشانيون ختم ڪرڻ جو ڪم رکيو. هي پيري، مريدي يا بيعت جو سلسلو ناهي پر خاص ڏَسيل درود پاڪ کي عام ڪرڻ جو سلسلو آهي. هن ۾ ڪا بہ دنيا داري ڪانهي، ڪوبہ ڏَنُ يا نذرانو جائز ناهي. بس رڳو چند ماڻهو ميڙي محفل ڪري اجتماعي درود پڙهڻ جو احتمام ڪرڻو آهي. اهو ڪَمَ سرو تر اڳتي وڌائڻو آهي.

مان سائين محمد علي بلوچ سان ٽنڊو جام جي اڳيان سلطان آباد ۾ ملڻ ويُس. مان هن کي پنهنجي پريشاني پڌائي. هن جو ننڍڙو ميڊيڪل اسٽور هيو. هڪ ٽيبل. ڪرسي ۽ آڏو بينچ رکيل هئي؛ هو ڪرسي ڇڏي مونسان بينچ تي آمهون سامهون تي ويٺو ۽ چياٿين شاهد فقير کي فون ڪر. منهنجي مٿان سائين احمد علي قريشي جي تصوير لڳل هئي، ان کي ڏسڻ لڳو. منهنجيءَ فون شاهد فقير ڪانہ

ڪنئي. بلوچ صاحب چيو تہ وري ملائينس. ايئن تي دفعا ملائڻ ڪانپوءِ هن چيو بس هاڻي هو توسان ڪڏهن بہ رابطو نہ ڪندو.
مون سمجهيو مون تان وڏو بار لهي ويو.

ان ڪان پوءِ مان سائين محمد علي بلوچ سان درود پاڪ جي حوالي سان رابطي ۾ اچي ويُس. هاڻي ڪنهن محفل ۾ شرڪت تہ ڪانہ تي ٿئي پر درود پاڪ جو ورِد جاري آهي.

## سيفي سلسلو..

هي نقشبندي سلسلو آهي ۽ ان جو باني سيف الرحمان ، عرف مبارڪ سائين آهي. پاڻ افغانستان جا آهن پر طالبان جي زور وٺڻ ڪانپوءِ پنهنجن مريدن ، جن جي اڪثريت پاڪستان ۾ هئي جي زور پرڻ تي لاهور ۾ اچي آستانو قائم ڪيائون.اها خبر فيض الله کي لاڙڪاڻي ۾ بينڪ جي نوڪريءَ دوران هڪ بينڪ جي ساٿيءَ طرفان پئي.

ان بينڪ آفيسر هن کي ٻڌايو هئو تہ پشاور کان مٿي باڑہ جي علائقي ۾ هڪ موجوده وقت جو اهڙو روحاني شخص موجود آهي ، جنهن وٽ پري پري کان روحاني ماڻهو فيض وٺڻ لاءِ پهچن ٿا.( ان خصوصيت فيض الله کي خواجہ محمد زمان لنواريءَ جي ياد تازي ڪئي جيڪو هن جو خانداني مرشد هئو ۽ شاهہ عبد اللطيف ڀٽائيءَ جو جونيئر همعصر هئو. جنهن وٽ شاهہ لطيف ۽ قاضي احمد جهڙا پنهنجي وقت جا مڃيل ۽ مشهور روحاني شخص بہ ملاقات لاءِ ويا، ۽ قاضي آحمد بيعت بہ ڪئي، جڏهن تہ هو 70 سالن جو ضعيف عمر

هئو ۽ خواجہ محمد زمان جي عمر ٽيهہ سال کن هئي)

ايئن باڙه جي ڏورانهين علائقي ۾ رهندڙ شخص ڏي سنڌ ۽ پنجاب سميت سڄي پاڪستان جا روحاني بزرگ ۽ طالب ڪيئن ڇڪجي، پهچي رهيا هئا. اها هن جي روحاني، بزرگي جي سندَ هئي. فيض الله جي دلچسپي اچان بہ وڌي جڏهن هن ٻڌايس تہ اهو بزرگ بہ نقشبندي طريقي جو آهي.

ان بينڪ آفيسر هن کي ٻڌايو تہ مان ۽ منهنجو دوست جنهن جو نالو جمال الدين فقير آهي، هن سان ملاقات لاءِ وياسين. مان تہ موٽي آيس پر منهنجو دوست اتي رهي پيو ۽ روحاني تعليم پوري ڪري، هن جو خليفو بڻجي واپس آيو آهي.

فيض الله جي ان ڏَس تي مان هڪ لڳا سائين جمال فقير سان ملڻ هن جي آستاني تي ويُس، جيڪو گمبٽ جي پرسان گُهرام ۾ آهي. فيض الله هن سان اڳ ئي ملي آيو هئو.

مان پهتس تہ پيهريءَ جو وقت هئو. سائين جن نماز لاءِ ٻاهر آيا، مونکان احوال ورتائون ۽ منهنجو هٿ وٺي بيعت ڪيائون. مان هن کي ٻڌايو تہ مان اڳ ۾ ئي گولڙه شريف جي پير وٽ بيعت آهيان پر هن چيو تہ مون وٽان توهانکي روحاني فيض ۽ قلبي ذڪر بيعت ڪانپوءِ ملندو. ان ڪانپوءِ هن نقشبندي طريقي جو لطائف خفيہ وارو ذڪر عطا ڪيو.

هن ٻڌايو تہ هاڻي سائين سيف الرحمان ، مبارڪ لاهور ۾ رهن ٿا. توهان جو لاهور وڃڻ ٿئي تہ هن سان بہ ملاقات ڪجو. مان چيو بهتر ٿيندو تہ توهان سان گڏ ملاقات ڪجي، چيائين تہ اسانجو

وجڻ ٿيندو تہ توهانکي ٻڌائيندا سين.. مونکان هن شاهہ لطيف جا بيت ٻڌڻ جي فرمائش ڪئي.

هڪڙي دفعي شام جو هن ٻڌايو تہ اڄ اسان لاهور ريل رستي وڃون ٿا، مان هن کي چيو تہ مان سياڻي جهاز ذريعي ايندس. رات جو ٻي وڳي هنن فون ڪري ٻڌايو تہ خبر آئي آ تہ سائين سيف الرحمان مبارڪ لاڏاڻو ڪري ويا آهن. ايئن مان سندن زيارت کان محروم رهجي ويس.

پوءِ هن مونکي سندن فرزند احمد سعيد، جيڪو يار جان جي نالي سان پڪاريو ويندو آهي، سان رابطو رکڻ جي تلقين ڪئي.

سائين جمال فقير جي باري ۾ فقير ٻڌائيندا هئا تہ ڳوٺ ۾ هڪ شخص کي ٽي دفعا خواب ۾ آيو تہ جمال فقير کي ٻڌايو تہ خواجہ محمد زمان لنواريءَ وارو چوي ٿو تہ ماڻهن کي ٻڌايو تہ هن وقت منهنجو نمائيندو تون آهين..

ٻئي هڪ شخص سائين جمال فقير کي چيو تہ رسول الله چئي ٿو تہ پنهنجي مسجد جي آڏو واهہ تي پُل ٺهرائيو جيڪي ماڻهو ان تان لنگهي توهان ڏي ايندا انهن لاءِ پلصراط آسان ٿيندي. ڪجهہ سالن کانپوءِ سائين جمال فقير بہ لاڏاڻو ڪري ويو. نيٺ فيض الله سان گڏجي روحانيت جي تلاش واري جستجو منهنجي لاءِ پوري ٿي.

ان ڪانسوا فيض الله جي دوستي منهنجي لاءِ وڏو ڏڌُ آهي. ڪيترن ئي مونجهارن مان هن مونکي ڪڍيو آهي. هو ڪنهن بہ ماڻهوءَ لاءِ وڏو سهارو آهي. مان ڪو مغالو تبيري نہ سگهندو آهيان تہ فيض الله کي وچ ۾ آڻيندو آهيان. منهنجي زندگيءَ جو وڏو واقعو

جڏهن ڪراچيءَ کان ڳوٺ ويندي منهنجي گاڏي ڪلٽي ڪائي وئي، مونسان گڏ ارشاد، هير ۽ منهنجي ننڍي ڀيڻ هئا. معجزاتي طور گاڏي ڪلٽي ڪائي ڀيرن تي سڌي بيٺي، اسان پاڻ سنڀاليو ته ڪنهن کي به ڪو ڏڪ يا نقصان ڪونه ٿيو. گاڏي ٽوٽل تباهه ٿي وئي، هڪ ڊاتسن واري پناڻ اسانجو سامان ۽ اسانکي دادوءَ ڇڏيو جتان اسان چيڪ اپ ڪرائي ٽيڪسيءَ وسيلي ڳوٺ پهتاسين. اتان فياض، ڪاڪو گلاب ۽ محب موقعي تي ويا، خبر پئي ته ڪلٽي ٿيندي گاڏي هڪ موٽر سائيڪل کي لڳي ۽ موٽر سائيڪل هلائيندڙ گذاري ويو هاڻي ان جا مالڪ پيا چون ته ڪار ڊرائيور جيستائين نه ايندو تيستائين فيصلو نه ڪنداسين ته هرجاڻو ڪهڙو وٺون.. اهو معاملو فوتيءَ جي مائٽن ۽ پوليس مان ڪيئن نبرجندو سا ڳالهه پريشان ڪندڙ هئي. اسانجا سڀ مائٽ ۽ اسان ان ڳالهه لاءِ ذهني طور تيار هئاسين ته قيمت ته ضرور ڏيڻي پوندي ، نه ته جي هنن ڪورٽ ڪيس ڪيو ته اجان به ڏکيو ٿيندو.

مان فيض الله سانُ ذڪر ڪيو هن جاءِ واردات ڀرپي جيڪا پان سعيد آباد هئي. فيض الله جي سياسي ماضيءَ ڪم ڪيو هن چيو اتي سائين جلال شاهه وارن جو سياسي ۽ سماجي اثر آهي ، اتان معلوم ڪراءِ جيڪڏهن مير مولا بخش لغاري حال حيات آهي ته توکي ڪجهه ڪونه ٿيندو.

ٿيو به ايئن مير مولابخش حيات هئو سائين جلال شاهه ۽ زين شاهه سان به فيض جا گهرا تعلقات آهن جيڪي هن ڪڏهن به ذاتي مفاد لاءِ استعمال نه ڪيا آهن. هن پلان ٺاهيو ته ڪرائي تي ڪار

ڪٽي سڪرنڊ مان مير محمد پيرزادي ڪي ڪٽي، موري ڪان ڦري پان سعيد آباد پهچو مير مولا بخش ڪي اڳوات معاملو تفصيل سان سمجهائي ڇڏيو. توهان جي پهچڻ سان هو نبيرو ڪرائي ڇڏيندو. مير محمد ڪي به هن ئي تيار ڪيو. فيض الله جي پلان ٺاهيندو آهي ته پيا رڳوان ڪي فالو ڪندا ته نتيجو آوَس نڪرندو.

اسان جيئن ئي مير مولابخش وٽ پهتاسين ته سوچيو هئوسين ته اڳ ۾ تڏي تي هلبو. هن چيو نه اڳ ۾ مون وٽ مانجهاندو ڪيو پنهنجو ماڻهو موڪلي فوتيءَ جي مأئٽن ڪي ڇَوِرائي موڪليائين ته اسان اينداسين ، قدرت جي ڪم ۾ رضا الاهي ڪنداسين، ڪو به ڏنڊ ڏوهه ڪونه ملندو هنن تي مير مولابخش جو ڪافي اثر هئو. هنن ڪابه وڌيڪ ڳالهه ڪانه ڪئي. پوليس ٿاڻي تي به مير مولا بخش جو ماڻهو هليو ٿاڻي وارن بغير ڍيگهه جي ڪيس ڪليئر ڪري. گاڏي ڪراچي ڪٽائي وڃڻ جا ڪاغذ ٺاهي ڏنا. مان ان معاملي مان مڪڙ مان وار وانگر نڪري ويُس. مان اها پلائي قدرت طرفان سمجهي ۽ شڪر ادا ڪيو پر اها ڳالهه به حق آهي ته قدرت ئي ماڻهن وسيلي مدد پهچائيندي آهي.

مان محسوس ڪيو ته مان پنهنجي ڳوٺ مان به ايئن جان ڇڏائي نه سگهان ها، سب چون ها ته هنن جو زيان ٿيو آهي معاوضو گهرڻ واجبي آهي.

هو ئي پهريون شخص رهيو آهي جنهن مونکي محسوس ڪرايو ته ڪاروبار جي لاءَ جاءِ پنهنجي هٿڻ گهرجي ۽ پو قدرت اهڙو ماحول منهنجي لاءِ سازگار ڪيو جو ڊاڪٽر آصف جي ابتدائي مدد

سان اها ڪراچي جي صدر واري آفيس نيٽ پنهنجي ٿي.

فيض الله اهڙي مدد اسانجي ڳوٺ جي مکڻ شاه سان به ڪئي هئي، جنهن جو ڪم منير شاهه وسيلي هن ڪرايو هئو. وقت پوڻ تي فيض الله جيئن ماڻهوءَ جي مدد ڪندو آهي اهڙي بي لوث مدد ڪير به ڪري نه سگهندو آهي.

فيض الله جي زندگيءَ جو سماجي حوالي سان ڪارائتو دور اهو ٿي ليکبو جيڪو هن قومپرست سياست ڪندي گذاريو. هن جي شخصيت جي سِحرَ جا گواهه اجان به ملي ويندا ، جڏهن ته 1990 ڪانپوءِ هو سياسي حوالي سان گمنام رهيو آهي.

ڪجهه فرد مخلص، وفادار ۽ مليل هدايت ۽ پارٽي لائين جي مطابق ڪم ڪرڻ وارا هوندا آهن، پر جينيئس فرد پنهنجي تخليقي ذهن سان نيون راهون طئه ڪندا آهن.

فيض الله قومپرست سياست جو هڪ ننڍڙو ڪارڪن هيو. سڪرنڊ ۾ رهندو هيو ۽ ٽيڪنيڪل ڪاليج جو شاگرد هيو. هن جي عملي سرگرمي 1977 کان 1987 تائين رهي( 19 سالن کان 31 سالن جي عمر تائين). تعليمي لحاظ کان به هو معمولي پڙهيل شخص هئو. پر هن جي طبيعت انڌي تقليد جي بجاءِ عقلي رهي آهي، ان ڪري هو عقلي طور سائين جي ايم سيد جي فڪر جو پوئلڳ ٿيو.

هن پنهنجي طبيعت سان جي ايم سيد واري فڪر جي چوٽيءَ جي دانشورن کي به متاثر ڪيو جن ۾ عبدالواحد آريسر، مير محمد پيرزادو، تاج جويو، خاڪي جويو، عبدالحڪيم ارشد، راشد مورائي ۽ پاڻ سائين جي ايم سيد به شامل آهن، ۽ عام

ڪارڪنن ۽ شاگردن کي بہ متاثر ڪيو جن ۾ گُل محمد جکراڻي، دودو مهيري، ادريس چانڊيو،مٺل ملاح، مير مولابخش لغاري، علي نواز ٻُٽُ ۽ ان ٿهيءَ جا بيشمار ڪارڪن.

هن جي قيادت ۾ اڀرندڙ ڪارڪن جيڪي پوءِ رهنما بڻيا انهن ۾ بشير خان قريشي، آصف بالادي، ڊاڪٽر قادر مگسي ، ادريس چانڊيو وغيره شامل آهن.

هن ننڍي عمر جي نوجوان ۾ ايڏو تہ ولولو هئو جو ڪيترن ئي سينيئر اڳواڻن هن تي مضمون لکيا. جن ۾ علي نواز ٻُٽ، عبدالواحد آريسر پڻ شامل آهن.

عبدالحڪيم ارشد هن کي چوندو هئو تہ تون تخليقي ذهن رکين ٿو انڪري ڪمپرومائيز نہ ڪري سگهندين، سياست ۾ ڪمپرومائيز ٿيندا آهن ان ڪريٰ هي نوجوانيءَ جو ايج فيڪٽر آهي جو تون هر شئي پرفيڪٽ ڏسڻ ٿو چاهين. تون گهڻو عرصو سياست ۾ نہ رهي سگهندين، جو تنهنجو ذهن توکي ايئين ڪرڻ نہ ڏيندو. ڪيترائي ماڻهو وفاداريءَ ۾ سڄي عمر هڪ ئي نقطي تي بيٺا هوندا آهن. تون عمر جي حساب سان متجي ويندين. هن سنجيده دانشور جي فيض الله بابت راءِ درست ثابت ٿي.

هن ننڍي عمر ۾ جساف جي تنظيم ڪاري ۾ انقلابي ڪردار ادا ڪيو.ان وقت جا ماڻهو گواهہ هوندا تہ هي شخص ڪيڏو چابڪدست هئو. هن جهڙو آرگنائيزر ورلي ڪو پيدا ٿيو هوندو.

ان کان اڳ ۾ جساف تي وڏين يونيورسٽين ۽ ميڊيڪل ڪاليجز جي شاگردن جو غلبو هوندو هئو. هن جساف مان دهشت

پسندي ختم ڪري علمي، ادبي ۽ تعليمي ماحول پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ جي ايم سيد کي محسوس ڪرائڻ ۾ ڪامياب ويو تہ دهشت پسندي، داداگيري ۽ هٿياربند ويڙهہ جي پاليسي سائين جي ايم سيد جي بنيادي فڪر جي ابتڙ ۽ تضاد ۾ آهي.

هن يونيورسٽين ۾ جساف طرفان ڪتابي ميلا منعقد ڪرائي هڪ نئين رجحان جي شروعات ڪئي. جساف جي اليڪشن ۾ پنهنجو الڳ پينل متعارف ڪرايو ۽ ان وقت ڪوبہ مرڪزي اڳواڻ هن جي حڪمت عمليءَ ۾ اثر انداز نہ پيو ٿئي. هن ان وقت جي ناقابل شڪست رجحان جنهن جي اڳواڻي حبيب الله ناريجو ڪري رهيو هئو کي عقلي دليلن سان شڪست ڏني ۽ ڪارڪنن ۾ مقبول ٿيو. ۽ جي ايم سيد هن جي همٿ افزائي ڪئي ۽ چيو تہ مان توسان گڏ آهيان، ان ڳالهہ هن ۾ اعتماد اڃان بہ پختو ڪيو.

افسوس جو هو ان نئين رجحان کي مستحڪم ڪري نہ سگهيو ۽ پنهنجي چونڊيل باڊي کي ٽوڙي عبوري باڊي جوڙي جساف کان الڳ ٿي ويو.

ان جو بنيادي ڪارڻ اهو هئو جو هو جيئي سنڌ جي انهن داداگير شاگردن کي، جيڪي سنڌ يونيورسٽي ۾ حاڪماڻين ڪارروائين ۾ مصروف هئا ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي هاسٽلين کي ڌوهارين جي پاٿاري طور استعمال ڪندا هئا، ميمبرشپ تان هٽائڻ پيو چاهي، پر هن محسوس ڪيو تہ هن جي باڊيءَ جا ڪجهہ ميمبر جي ايم سيد کان انهن ماڻهن کي نہ هٽائڻ لاءِ سفارش پيا ڪرائين ، انهن شاگردن جون همدرديون انهن ڪرمنل سوچ رکندڙ شاگردن سان

هيون ۽ انهن جو موقف هو هئو تہ انهن اڳواڻن قومي تحريڪ جي ڪري پنهنجون زندگيون تباهہ ڪيون آهن، هاڻي انهن کي نہ خاندان وارا ۽ نہ ئي معاشرو جذب ڪندو انڪري سائين جي ايم سيد ۽ جساف انهن جو قدر ڪري. هن ان امڪاني دٻاءَ کان بهتر سمجهيو تہ جي ايم سيد سان ملڻ کان اڳ ۾ پاڻ الڳ ٿي وڃي.

اهو افسوس هن کي زندگي ڀر رهيو تہ هو ايئن نہ ڪري ها ۽ جي ايم سيد سان ملي ها، ٿي سگهي ٿو جي ايم سيد هن جي ٿي پنيرائي ڪري ها ۽ ايئن جساف تان دهشت پسنديءَ جو رنگ لهي ها ۽ جي ايم سيد جو نالو هر گروپ استعمال نہ ڪري سگهي ها.

**روحانيت** جي تلاش واري ان سچي سفر ۾ مونکي حقيقت ۾ ڏوکو پٽي مليا. جيڪا ڳالهہ مونکي سگهي جو احساس ڏياري ٿي اها آهي ذاتي تجربو.

مان ان نتيجي تي پهتو آهيان تہ روحانيت ڪرامتون ڏيکارڻ جو نالو ناهي، اڳڪٿيون ڪرڻ بہ ناهي، ڪشف حاصل ڪرڻ بہ نلهي. جيڪڏهن ماڻهو سکيو ستابو ۽ دولت مند آهي تہ لازمي ناهي تہ الله هن کان راضي آهي. جيڪڏهن مشڪلات ۾ آهي، بدنام ٿئي ٿو هن جو ڪوبہ ڏنوي ڪم سٺائو نہ ٿو ٿئي تہ ان جو مطلب هرگز اهو ناهي تہ الله هن کان ناراض آهي، يا الله هن کي سزا ٿو ڏئي.

## قرآن جي تعليم•

قرآن ۾ جيڪا تعليم آهي، قرآن جي مطابق جيڪا روحانيت آهي اها هيءَ آهي تہ انسان هن دنيا ۾ امانت دار آهي، هر شئي هن کي امانت طور ملي ٿي، ملڪيت طور نہ.

ساهہ بہ امانت آهي، جنهن وقت ساهہ قبض ڪرڻ وارو ايندو تہ اهو حوالي ڪرڻو پوندو...ان لاءِ تيار رهڻ کپي. رڳو لفظي طور نہ.

علم ۽ ڄاڻ بہ امانت آهي...ماڻهن کي فائدي پهچائڻ لاءِ .. دولت ڪمائڻ لاءِ نہ

اولاد بہ امانت آهي..انساني نسل کي الله جي مصلحت سمجهي اڳتي وڌائڻ لاءِ..پنهنجي ناموس ۽ وراثت لاءِ نہ. هتي مونکي قرآن پاڪ بہ اعراف سورت ۾ آيل اهي ماڻهو سُجهن ٿا جيڪي اعراف جي پِٽِ تي ويٺل آهن ۽ جنت جي انتظار ۾ آهن. ٿي سگهي ٿو اهي دنيا ۾ ڪا رهجي ويل ڪثر پوري ڪرڻ لاءِ اسان وٽ اولاد جي

شڪل ۾ ايندا هجن. انڪري جو عمل جي جاءِ هيءَ زندگي آهي، رزق ملڻ وري بہ امانت آهي. اولاد، ماءُ پيءُ، مِٽ مائٽ، ماتحت، ملازم ، معاشري جا مقروض انهن تائين ترتيب وار ڦهلائڻو آهي، جمع ناهي ڪرڻو

جمع ڪرڻ ڪنهن بہ دعويٰ سان الله کان انڪار برابر آهي. ( مثال طور، ڏکئي وقت لاءِ بچائي رکڻ، اولاد جي شادي جي خرچ لاءِ بچائي رکڻ، مستقل ماهاني خرچ لاءِ موُڙي طور رکڻ...اهو سڀ توَڪل جي خلاف آهي) هڪڙي دولت رزق جي شڪل ۾ الله طرفان ملي ٿي، ان جي نشاني اها آهي تہ ان دولت ۾ انسان جي محنت، صلاحيت ۽ ڪرت جو دخل ضرور هوندو. ٻي دولت شيطان جي طرفان هوندي جنهن ۾ توهانجي ظاهري عمل يا محنت شامل نہ هوندي، انڪري جُوا ، رشوت، لا وارث پيل دولت ۽ سُود ۾ مليل دولت شيطان جي طرفان ملي ٿي ان ۾ لالچ Temptation آهي تہ جيئن ماڻهو الله تائين نہ پهچي سگهي.

ڊاڪٽر آهي تہ مريض جو علاج امانت سمجهي ڪرڻ گهرجي...ماستر آهي، انجنيئر آهي، دوڪاندار يا ڪو ٻيو ڪاروبار بہ ضرورتمند جي سهولت لاءِ هجڻ گهرجي. سائنسدان آهي تہ ان جي دريافت ۽ تحقيق انسانذات جي فائدي لاءِ هجڻ گهرجي. وغيره..معاوضو رزق آهي جيڪو الله ڏانهن منسوُب آهي..

هر انسان کي هڪ الڳ ڪم ۽ الڳ ذميداري ۽ الڳ صلاحيت امانت طور مليل آهي، رڳو پنهنجي پنهنجي حيثيت ( capacity) ۾ اها امانت حوالي ڪرڻي آهي.

جنهن کي جيڪو ڪم اچي ٿو اهو ممڪن حد تائين احسن طريقي سان ڪرڻو آهي.

جڏهن ماڻهو شعور ۾ ناهي تہ بہ هن کي زندگيءَ گذارڻ جو تصوُر پيدا ٿئي ٿو. اهو تصوُر پيدا ٿيڻ لاءِ خيال الله جي طرفان بہ ۽ شيطان جي طرفان بہ ايندا آهن..انهن ۾ فرق ڪرڻ لاءِ ئي قرآن پاڪ تعليم ڏئي ٿو.

هر حاصلات امانت آهي انسان کي فائدي پهچائڻ لاءِ( ينفع الناس)...ذاتي ملڪيت ناهي.. اهو الله جو رستو آهي.

ٻيو نظريو هي آهي، تہ هر حاصلات ..ملڪيت آهي، ان جي ڪري جو مان محنت ڪئي آهي، انڪري جو مان قابل آهيان، ان ڪري جو الله مونکان راضي آهي، انڪري جو اها مونکي خانداني طور ورثي ۾ ملي آهي...اهو شيطان جو رستو آهي...

اهو واضح پيغام قرآن ۾ موجود آهي.

ا        لله جي پاسي ڪير آهي ۽ شيطان جي پاسي ڪير آهي (بيخياليءَ ۾ ئي سهي)..ان جي ڪسوٽي امانت ۽ ملڪيت جي سمجه تي آهي.

منهنجي لاءِ قرآن پاڪ هڪ هدايت نامو آهي، جيڪو غيب طرفان محمد صلي الله عليہ وسلم جي وسيلي اسان تائين پهتو آهي.

الله خلقيندڙ آهي، انسان جو بہ ۽ ڪائنات جي هر مادي ۽ غير مادي وجود جو بہ. الله ڄاڻي ٿو تہ انسان لاءِ ڪهڙي شيءِ موزون آهي.

گناهہ ۽ سزا جي بدران مان هيئن ٿو سمجهان تہ جيڪي شيون انسان سان مطابقت نہ ٿيون رکن انهن جا سائيڊ اِفيڪٽ ٿيندا

آهن. جنهن کي اسان ڏوه جي سزا ٿا سمجهئون. الله جن شين ۾ ڳالهين کان بچڻ جي ڳالهه ٿو ڪري اهو ڄاڻي ٿو ته نه بچي هلنداسين ته سائيڊ اِفيڪٽ ٿيندو جنهن سان تڪليف ٿيندي.

ان تڪليف جي هٽڻ جو هڪ خاص وقت هوندو جنهن جو صبر سان انتظار ڪرڻو پوندو.

ڪوڙ ڳِلا. دوکو زنا.قتل, ملاوٽ, چوري, ڪوڙي گواهي, مغروري, پنهنجي تعريف ٻُڌي خوش ٿيڻ, ڪنهن جي بي عزتي ڪرڻ, پاڻ کي ٻين کان ڀلو سمجهڻ, لالچ وغيره انهن سڀني جا سائيڊ اِفيڪٽ آهن. الله انسان سان پيار ڪري ٿو. تڪليف ۾ اسان پنهنجو پاڻ کي ٿا وجهئون.

انسان کان اهي ڪوتاهيون زندگيءَ جي آخري پساهن تائين سرزد ٿينديون رهنديون. انڪري انهن جي سائيڊ اِفيڪٽ جي نتيجي ۾ ايندڙ تڪليف صبر سان برداشت ڪري ۽ الله کان معافي ۽ مدد گهُرندو رهي.

پنهنجي وات سان پاڻ کي قرآن جو پوئلڳ چوڻ. ڪا سند ناهي. ايئن قرآن ۾ چيل آهي.(يُخادئون الله...الله کي دوکو ڏيڻ وارا)
جن ماڻهن تائين قرآن پهتو ئي نه آهي, اهي ڪافر يا انڪاري ناهن. قرآن جنهن وٽ پهتو آهي ان تي ذميداري آهي ته هو ڪنهن ٻئي تائين به پهچائي. اهو ان کي مڃي يا نه سو الله ڄاڻي ۽ اهو شخص ڄاڻي. هاڻي سوچيو ته اسان قرآن پاڪ اڳتي ماڻهن تائين پهچائيو آهي يا نه. اهو حساب اسانکي ڏيڻو آهي. جن تائين نه پهتو اهي حساب کان آجا آهن.

1. جن تائين پهتو ۽ انهن قرآن کي پڙهيو ۽ ان کي ڪوڙو ڪيو اهي نقصان ۾ آهن.
2. جن ٿائين پهتو انهن عقل ۽ شعور سان ان کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ان کي مڃيو. اهي ڪامياب آهن.( سيني ڪوتاهين جي باوجود)
3. اهي جن قرآن کولي پڙهيو ئي ڪونه. رڳو عام مُروِج افواهن تي يقين ڪري رهندو ٿئول ڪئي، اهي اجان وڏيڪ ڏيڻ ۾ پئجي ويا ۽ تڪبُرَ جو شڪار ٿيا.

اسان( سڄي دنيا جا نالي ۾ مسلمان) مجموعي حيثيت ۾ قرآن کي ڏوڪڻ وارا بڻجي ويا آهيون ان ڪري مجموعي حيثيت ۾ تڪليف ۽ عذابن ۾ آهيون. علم کان بہ محروم آهيون ۽ عقل و دانش کان بہ محروم آهيون. رهندو خود فريبيءَ جو شڪار آهيون تہ اسان قرآن تي ايمان آندو آهي.

هڪ غير مسلمان قرآن چونہ ٿو پڙهي، انڪري جو هو اسان مسلمانن جي عملي زندگي ڏسي بيزار ٿو ٿئي . اسان واضع منافقت جو شڪار آهيون. چئون ٿا تہ غير مسلمان پليت آهي انڪري قرآن کي هٿ نہ لائي. يا اهو تہ جيڪڏهن انهن قرآن پڙهيو معنيٰ هن جو اڳيون مذهب ختم ٿيو هاڻي مسلمان نہ ٿيندو تہ مرتد ڄاڻي قتل ڪيو ويندو.

معنيٰ قرآنِ کي اسان هندو عيسائي، يهودي، زرتشتي، ٻُڌَ تائين پهچڻ کان روڪيو ويٺا آهيون. لا مذهبي ماڻهن وري پاڻ هُر تو پاڻ کي قرآن کان روڪيو ويٺا آهن .

هاڻي مان اجان وڏيڪ ڳالهيون ٻڌڻ ، ليڪچر ٻڌڻ ۽ تشريحون ٻڌڻ، ڪا گهڙي بند ڪري پنهنجي اندر جا دروازا کوليان ٿو۽ قرآن پاڪ کي مشعل ڻاهي پنهنجي ذات جي اندر سفر شروع ڪيان ٿو.

# قُرآن پاڪ ڇا آهي....

قرآن پاڪ کي سمجهڻ جا ٻه پاسا آهن. جنهن کي هڪ سِڪي جا ٻه پاسا ٻه چئي سگهجي ٿو.

1. مابعدالطبعياتي (روحاني)Metaphysical

2. زميني(طبعي، دُنوي)sociological

مان قرآن پاڪ کي divine سمجهڻ ۾ يقين رکان ٿو.

منهنجي پنهنجي سمجهه ۾ قرآن پاڪ ، انسان ۽ معاشري لاءِ هر دور ۾ هڪ جديد ۽ ماڊرن تصوُر تجويز ڪري ٿو.

RATIONALS ان جا اصل وارث آهن.

IRRATIONALS ان تي قبضو ڪري ويا آهن.

RATIONALS پاڻ ئي پنهنجي حق تان دستبردار ٿي ويا آهن.

بنيادي طور قرآن پاڪ ذاتي زندگيءَ ۾ لاڳوُ ڪرڻ لاءِ آهي ، تبليغ لاءِ نه آهي، جيڪڏهن ذاتي زندگي مان گواهي نه ملندي ته ظاهري تبليغ منافقت ۾ شمار ٿيندي ۽ قرآن پاڪ ڪافرن جي مقابلي ۾ منافق لاءِ سخت ناپسنديدگي جو اعلان ڪري ٿو. انڪري جو زباني دعويٰ مسلمان هجڻ جو دليل ناهي.

مونکي قرآن پاڪ، ترجمن ڏريعي نه پر رومي ۽ پيتائيءَ جي

شاعريءَ ذريعي آسانيءَ سان سمجهہ ۾ آيو آهي، ان کان پوءِ مختلف ترجمن جي تقابلي جائزي جي مدد سان، ڪنهن حد تائين اطمينان حاصل ٿيو آهي. اها دعويٰ ۽ توقع گمراهہ ڪُن هوندي تہ مان سمجهان تہ مونکي قرآن سچو سمجهہ ۾ اچي ويو آهي.

مولانا رومي چوي ٿو تہ قرآن ۾ تهہ در تهہ ستَ معنائون آهن. پنج معنائون يا وڌيڪ صرف پيغمبرن تي واضع ٿيون هيون.

مونکي ڪجهہ آيتن پاڻ ڏي متوجہ ڪيو ۽ مان ڏٺو تہ ترجمي جي شڪل ۾ مبهم ۽ غلط معنائون لڪيل آهن...مان ڪيترائي، سنڌي، اردو ۽ انگريزي ترجما انٽرنيٽ جي مدد سان پيٽيا ۽ محسوس ڪيو تہ هڪ ڊگهي عرصي کان ڪاپي ۽ پيسٽ جي انداز ۾ ڪم هلي رهيو آهي.. ڪنهن هڪ عالم رڳو ڪجهہ آيتن ۾ پنهنجي نواڻ آندي ۽ باقي ڪاپي ۽ پيسٽ هلندو رهي ٿو.

ڪجه ترجما مان غور ڪرڻ لاءِ پيش ڪرڻ چاهيان ٿو.

1. وَ اذ قال ربڪ للملائڪت اني جاعلُ في الارض خليفہ.....الخ (سورت بقره آيت 30)

هن آيت جي ترجمي ڪندڙن لکيو آهي تہ الله آدم کي ڪجه نالا سيکاريا. ملائڪن کي اهي ڪونہ آيا هنن عرض ڪيو تہ اسانکي تہ ايترو ئي علم آهي جيترو تو سيکاريو آهي، پر آدم سڀ نالا ٻڌايا. اهي ڪهڙا نالا هئا ، ان تي ترجمي ڪُرڻ وارن ڪا محنت ڪانہ ڪئي آهي...

منهنجي خيال ۾ اهي نالا آهن، عِلمَ انڪري جو هر علم هڪ نالو بہ آهي، مثال طور بايولوجي، ڪيمسٽري، فزيڪس،

فلڪيات، .......لامحدود علمَ...قرآن ۾ لفظ آهي اسمهاءِ ڪُلها....ٺوٺل نالا...۽ اهي نالا پڇڻ جي لاءِ الله ملائڪن جي آڏو ڇا رکيو تہ هاڻي انهن جا نالا ٻڌايو.(ثُمر عرضهُم علي الملائڪتهم)..ان تي ترجمي ڪرڻ وارا خاموش آهن، منهنجي خيال ۾ اها هئي هيءَ دنيا جنهن جو خليفو آدم کي بڻايو ويو...

ان ۾ ڪنهن عالِم جي جي ڪوتاهي ناهي پر قرآن، جنهن جا لفظ فريز ڪيا ويا آهن پر ان ۾ موجود معنيٰ هر ايندڙ دور جو نئون انسان ٻڌائيندو.. ڪنهن بہ هڪ عالم کان اها توقع ڪرڻ تہ اهو هر ماڻهوءَ کي سڀ سوالن جا جواب ڏئي اها ڳالهہ خام خيالي ٿيندي، تي ويءَ جا مذاڪرا يا مناظرا ٻڌو تہ لڳندو، اها توقع ڪئي ٿي وڃي تہ ان فرد کي سيني ماڻهن جي سيني سوالن جا جواب اچڻ گهرجن ۽ اهو فرد بہ ان پريشر ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ جواب ڏيڻ جي ڪوشش ڪندو آهي جيڪا عبث هوندي آهي..

آدم کي اهي سڀ (نالا) يعني علمَ مڪمل ترقي واري مرحلي تائين سيکاريا ويا آهن، اهي بني آدم ٿي مقرر وقت تي انسان جي فائدي لاءِ ظاهر ڪندو...اهو بني آدم ڌرتيءَ جي ڪنهن بہ حصي ۾ پيدا ٿي سگهي ٿو.. انڪري ئي حديث ۾ آهي تہ علم حاصل ڪيو، پلي ان لاءِ چين وڃڻو پوي.. مطلب تہ ڪنهن خاص علم کي ظاهر ڪرڻ وارو انسان، ڪنهن خاص وقت ۾ ڌرتيءَ جي ڪنهن بہ حصي ۾ پيدا ٿي سگهي ٿو...ان ڪري ئي قرآن سڄي بني آدم لاءِ آهي..۽ محمد رسول الله رحمت اللعالمين آهي....

اسانجو نبي پنهنجي آخري خطبي ۾ چئي ويو آهي تہ،

مونکي روبرو پڙهڻ وارن جي مقابلي ۾ ، مون کان پوءِ ايندڙ انسان منهنجن لفظن کي وڌيڪ صحيح مفهوم ۾ سمجهندا .

مهندر سنگه بيدي، سِکُ آهي پر هن شعر چيو تہ

*...اک مسلمان کا محمد په اجاره تو نهين....*

ٻيو اهڙو لفظ آهي خاتم النبيين...

منهنجي سمجه ۾ قرآن پاڪ جو تت هي آهي، (اهو غلط ٿي سگهي ٿو پر غور ڪرڻ ترڪ نہ ٿو ڪري سگهجي)

1. قرآن پاڪ مذهبن کان پاڪ معاشري جي ڳالهہ ڪري ٿو. (religions less human society). محمدالرسول الله، خاتم النبيين. ( محمد سيني نبيّن جي پيش ڪيل مذهبن جو الله جي طرفان ختم ڪرڻ جو اعلان ڪرڻ وارو)

قرآن پاڪ اڳ ۾ آيل سيني آسماني حُڪمن، هدايتن، پيغمبرن کي endorse ڪري ٿو اهو بہ چئي ٿو تہ جن پيغمبرن جو ذڪر قرآن ۾ آهي ، اهي بہ ۽ جن جو ذڪر ناهي اهي بہ الله جي طرفان انسان جي ڀلائيءَ لاءِ موڪليا ويا هئا.

قرآن تي ايمان آڻڻ وارن کي ان ڳالهہ جو پائبند ڪيو ويو ته اهي سڀ سچ هئا. پر وقت گذرڻ سان اصل متن نہ هجڻ ڪري ان ۾ قيَر قارءِ اضافا ڪيا ويا ۽ الله جو اصل متن مَتجي ويو جنهن کي درست ڪرڻ لاءِ نوان پيغمبر ايندا ويا. هاڻي الله، وقت جي هن نقطي تي محمد رسول الله جي واتان اصل متن ظاهر ڪري انسان کي مذهبن جي ٺيڪيدارن کان آزاد ڪيو.

ڪائنات جي راز کي ڊيڪوڊ decode ڪيو ويو آهي،
ايئن قرآن الله ۽ بندي(نسل انساني) جي وچ ۾ سڌو سنئون رابطو
بڻجي ظاهر ٿيو. جنهن جي بقا جو ذمو اڪرن جي حد تائين الله پاڻ کنيو
آهي. اکر، جيڪي عربي زبان ۾ آهن سي فِريزِFreeze ٿي ويا ( هر
زبان انسان جو گڏيل ورثو آهي، ان ڏانهن تعصب نہ هئڻ گهرجي، ان
کي سکڻ گهرجي) ۽ انسان جو وڌندڙ شعور هر دور ۾ انسان کي فائدو
پهچائڻ لاءِ ان جي انٽرپريٽيشن Interpretationڪندو رهندو.. ۽
شعور وارا، مومن باهمي مشوري سان ان مان نتيجو ڪيندا.( انسان
کي دنيا ۾ سهولت ۽ فائدو پهچائڻ شرط آهي، نفرت ۽ قتل ڪنهن بہ
صورت ۾ ۽ ڪنهن بہ دليل هيٺ جائز ناهي، اها الله جي نافرماني آهي)
حديث آهي تہ لم يتالنُبوّتہ الي المبشرات....(نبي ڪونہ
ايندا باقي صالح ماڻهن کي بشارت ملندي رهندي). منهنجي خيال ۾
اهي بشارت ملڻ وارا انسان ئي موجوده زماني جا سائنسدان آهن،
سائنسدان وقت جي هڪ خاص موڙ تي اهڙي ايجاد ڪن ٿا، ڪو راز
کولين ٿا، جيڪو هر انسان جي فائدي ۾ هوندو آهي...سائنسدان جي
ذاتي زندگي فقيريءَ واري هوندي آهي..هن جي ايجاد کي سرمائيدار ۽
منافع خور قبضو ڪري، ملهہ مقرر ڪري وڪڻڻ لڳن ٿا... ۽ قرآن
ڪو نئون مذهب ناهي پر سڄي انسان ذات لاءِ غيب جي طرفان هڪ
فارمولو آهي، جنهن جي مطابق زندگي گذاري هو فائدي ۾ رهندو.
انسان جو مقصد پنهنجي ذات لاءِ فائدو نہ پر هر ٻئي انسان لاِ فائدو
ڳولهڻ آهي. باقي سڀ امانت آهي، ساهہ بہ، رزق بہ ۽ اولاد بہ، امانت
ملندي تہ حساب بہ ڏبو جي امانت نہ ملي تہ ڳُري نہ ونجي.. جيئن آهي

تيئن تي راضي رهجي...ان ڪيفيت تي پهچڻ لاءِ ترينڱ معاشري ۽ والدين جو فرض آهي. شخصيت جو اهو بيلينس حاصل ڪرڻ صبر ۽ سڏي رهڻ سان حاصل ٿيندو.( استعينو بالصبر وَلصلوات جي اها معنيٰ آهي)

ظاهريْ شڪل صورت يا حُليو بہ دين جو حصنو نہ آهي...اڪثر ماڻهو ڏاڙهي رکڻ ديننداري جي سند طور سمجهندا آهن پر مونکي رسول الله جي اها حديث رهنمائي ڪندي آهي ۽ ڪنهن بہ قسم جي ندامت کان بچائيندي آهي.اها حديث هيئن آهي تہ

___الله نہ تو ڏسي توهانجي صورت (صُوَرڪم) ۽ مال دولت (اموالڪم). پر الله ڏسي ٿو توهانو قلب( قلوبڪم) ۽ عمل(اعمالڪم)

انساني صورت کي پاڪ صاف ۽ خوبصورت رکڻ جي تلقين آهي، ۽ خوبصورتي هڪ ذاتي ترجيح آهي.

ايئن ڏاڙهي رکڻ خراب بہ ڪونهي ۽ هر ڪنهن جو حق بہ آهي پر اها دين لاءِ سند ناهي.

صلوات جي معنيٰ رُڳو نماز( رڪعتن واري) نہ آهي.

صلوات جي معنيٰ عربيءَ ۾ سڏو هجڻ آهي( سڏو هجڻ هڪ محاورو آهي، هر پڙهيل، يا اڻپڙهيل سمجهي ٿو تہ دنيا ۾ سڏو هجڻ جي ڪهڙي معنيٰ آهي). ڪيترائي مغالطا آهن، مثال طور، اهي سڀ ڳالهيون اوترائي فرض ڇو نہ آهن جن لاءِ قرآن پاڪ تاڪيد ٿو ڪري.

مثال طور

ويلُ لڪُل همزتہ لُمز.... گِلا ۽ غيبت، تهمت هڻڻ...وغيره وغيره

الهاڪم تڪاثر حتيٰ زرتم المقابر.. گهڻو هجڻ جي هٻڇ، قبر ۾

پهچڻ تائين به نه ٿي وڃيوَ.

سورت حجرات ۾ آيل حُڪم.

جتي جتي صلوات جو ذڪر آيو آهي، ان کي غور سان ڇونه ڏسجي، عربي زبان ۾ صلوات جون به معناعون آهني..هڪ معنيٰ آهي هر معاملي ۾ سڌو رهڻ، ٻي معنيٰ آهي نماز پڙهڻ.

هڪڙي معنيٰ لاءِ اقيمو الصلواتِ ۽ ٻي معنيٰ لاءِ مقرر وقتن ۾ پڙهڻ( الله سان رجوع ٿيڻ)..

قرآن ۽ حديث ۾ صلوات جو ذڪر .

1 الصلوات عماد الدين..حديث ( رڪعتن واري نماز دين جو ٿنڀو آهي يا، هر معاملي ۾ سِڌو رهڻ دين جو ٿنڀو ٿي سگهي ٿو) .

2 صلوات مومن جو معراج آهي...حديث..( رڪعتن واري نماز يا زندگيءَ جي ذڪ ، سڪ ۾ سِڌو رهڻ مومن جو معراج ٿي سگهي ٿو)

3 صلوات بُرائي ۽ فحاشي کان روڪي ٿي.القرآن ( رڪعتن واري نماز ڇا ماڻهوءَ کي برائيءَ کان روڪي ٿي يا هر معاملي ۾ سِڌو رهڻ برائيءَ کان روڪيندو)

4 ارئيت الذي ينهيٰ...عبدا اذا صليٰ.....القرآن...(توهان ڏٺو ڪيئن روڪيو ٿو وڃي، هڪ ٻندي کي جڏهن هو سڌو ٿو ٿئي...(نماز ٿو پڙهي). اڄڪلهه جي دنيا ۾ ته رڪعتن واري نماز کان ڪير به ڪنهن کي نه ٿو روڪي، پر سِڌي طريقي سان ڪم ڪرڻ کان سڄو معاشرو هاڻي به ۽ هر دور ۾ روڪي ٿو.)

5 اقام الصلوت.....القرآن.( اقام، قيام عربيءَ ۾ بيهڻ آهي، صلوات عربيءَ ۾ سڌو هجڻ آهي. جسماني طور هٿ ٻڌي بيهڻ

صحيح ٿو لڳي يا معاملن ۾ سڌو ٿي بيهڻ جو حڪم آهي)
6 استعينو بالصبر وَ صلوات....القرآن...( مشڪل وقت اچي ۾ الله جي مدد کپي تہ صبر ڪريو ۽ نماز پڙهو يا قرآن چوي ٿو تہ مشڪل وقت اچي ۾ الله جي مدد کپيوَ تہ انتظار ڪريو ۽ سچي ۾ صحيح عمل کي قائم رکو.. جلد بازيءَ ۾ رشوت، سفارش يا غلط گواهي اختيار نہ ڪيو. تہ الله جي مدد پهچي ويندي. انهن ٻنهي مان الله جي شان جهڙي معنيٰ ڪهڙي ٿي سگهي ٿي، اهو هر شخص غور ڪري سگهي ٿو.)

ٻئي پاسي نماز پڙهڻ کان نفرت ۽ بيزاري بہ هڪ قسم جو تعصب bias آهي.
اها هڪ پريڪٽس يا عبادت آهي جيڪا جيڪڏهن تعصب کان هٽي ڪري ادا ڪئي وڃي تہ انسان ۾ concentration, balance, deep thinking, flexibility, resistence power پيدا ڪري سگهي ٿي. اها پريڪٽس يا عبادت ٺنڍي هوندي کان ڪرڻ سان انسان عملي طور وڏيڪ پروڊَڪٽِو ٿيندو.. مذهب جو نالو هٽائي سڄيٰ دنيا هوئڻن ئي ان ڪم ۾ رُڏَل آهي. قرآن تي ايمان آڻڻ وارن کي اها عبادت محمد رسول الله جي طرفان ملي آهي ۽ اها جاري رکڻ ان صورت ۾ فائدي واري آهي جيڪڏهن مقصد قرآن ۾ پيش ڪيل مومن واري ڪيفيت تائين پهچڻ هوندو. ٻي صورت ۾ اها قرآن تي ايمان جو دليل ناهي.

آتوالزڪوت...( پاڻ کي پاڪ ڪيو.. يا پنهنجي مال دولت کي پاڪ

ڪيو)

زڪوات لاءِ چيو ويندو آهي تہ پنهنجي مال مان ادائي سيڪڙو سالليانو ڪيو تہ باقي بچيل مال پاڪ ٿئي.

مال جمع رکڻ ڪنهن بہ شڪل ۾ قرآن جائز نہ ٿو ڪري. اهو تہ سڄو سارو الله جي راهہ ۾ خرچ ڪرڻو آهي.

مال دولت لاءِ حڪم هيئن آيل آهن...

....( ويلُ لِڪُلِ همزت لمزت. الذي جمع مالہ وعدذہ)..القرآن. خرابي انهن لاءِ آهي( ويل ۾ آهن) جيڪي غيبت ٿا ڪن، مالُ گڏ ٿا ڪن ۽ وري ڳڻيندا ٿا رهن)

ڪي لا يڪون دولت بين الاغنياء منڪم،،(القرآن

(تہ جيئن دولت اميرن جي ئي وچ ۾ نہ گردش ڪندي رهي)

...ما اغني عنہُ مالہُ و ما ڪسب..القرآن ( نہ بچائي سگهيو هن جو گڏ ڪيل مال دولت، هن کي)

....وَمَن يُوقَ شحَ نفسہ فَاُولائِڪَ هُم المُفلحونَ .القرآن..( پاڻ کي نفس جي ڪنجوسيءَ کان بچايو، تہ جيئن فلاح پايو )

...ڪلا انها لظي....نزاعتہ للشوي..تدعو من ادبر وتولي...و جمع فاوعي...القرآن( ڪَلَ کي روڙي لاهڻ واري ڀڙڪندڙ دوزخ جي باهہ سڏي ٿي انهن کي جن دولت گڏ ڪري پوءِ ان کي تالو هڻي ڇڏيو)

..والذين في اموٰالهم حقُ معلوم....للسائلُ وَالمحرومين...( اهڙي باهہ کان بچي ويندا...جن پنهنجي مال دولت ۾ حق سمجهيو بين جو بہ....سوال ڪندڙن جو بہ ۽ نہ گهرندڙ، پئسي کان محروم ماڻهن جو بہ..)

..وَ تحِبوُنَ المالَ حُبا جَما..القرآن (جڏهن انسان تي آزمائش لا ءِ ڏکيو وفت اچي ٿو تہ هو سوچي ٿو تہ مون سان هيءَ زيادتي ٿي آهي الله طرفان. .حالانڪ ايئن ناهي.....توهان کي محبت ٿي وئي هئي پنهنجي مال دولت سان، تمام گهڻي محبت)

.وَ سَيُجنَبها الاتقيٰ...الذي يوتي مالہُ يتزڪيٰ. القرآن( ۽ بچايا ويندا پرهيزگار جن پنهنجو مال دولت خرچ ڪري پاڻ کي پاڪ ڪيو)

هاڻي هڪڙي اهڙي آيت اچي ٿي . جنهن حي مطابق ڪوبہ انسان جيڪڏهن قرآن پاڪ تي ايمان رکي ٿو تہ اهو مال دولت کي پنهنجي ذاتي ملڪيت قرار ڏئي ئي نہ ٿو سگهي.

قرآن پاڪ جي چوڏهين سِپاري جي، النحل سورت آيت 71.

. وَ الله فضل بعضڪم عليٰ بعضٍ في الرزق.

فما الذين فضلو بر آدي رزقهم عليٰ ما ملڪت ايمانهم فهم فيہ سوآءٌ.

افبنعمتہ الله يجحدون.

(۽ الله فضيلت ڏني آهي، ڪجه ماڻهن کي ڪجه بين مٿان رزق جي معاملي ۾.

پر جن کي فضيلت ڏني وئي اهي ان رزق کي پنهنجن ماتحتن تائين نہ ٿا وڏائين، تہ جيئن انهن وچ ۾ برابري ٿئي..

اهي الله جي ڏنل نعمت کان انڪار ٿا ڪن.)

هاڻي اپائي سيڪڙو ڏئي باقي سڀ پنهنجي ذاتي ملڪيت پاڪ ڪيئن ٿي.

اڍائي سيڪڙو زڪوات رڳو ملڪ يا رياست کي وصول ڪرڻو آهي.. توها جيڪو بہ خرچ ڪيو ٿا ، اها سٺي ڳالھ آهي ، خرچ

ڪرڻ جون ڪئي شڪليون آهن جن جي ڪا حد ئي ڪانهي،
صدقو خيرات، ڪفارو باس، انساني مدد به آهي
اقام الصلوات وَ آتو الزڪوات..۾ زڪوات، تزڪيه جي معنيٰ ۾
آهي مطلب ته پاڻ کي پاڪ رکو.( سِڌا ٿيو ۽ پاڻ کي پاڪ رکو)
هاڻي زڪوات جو نظام هڪ قسم جي ٽيڪس جو نظام
آهي. .جيڪو معاشري جي معيشت لاءِ آهي..معاشرو اهو نظام مقرر
ڪري، وصول ڪري ۽ ورهائي. جديد دنيا اليڪٽرانيڪلي آٽو
مينڪ طريقي سان ٽيڪس ڪٽي ٿي باقي هر شخص پنهنجي هٿ
سان جيڪو خرچ ڪري ٿو ان جي لاءِ ڪا به منع ناهي، بلڪه سٺي
ڳالهه آهي.

يهودي، عيسائي، زرتشتي، هندو جين، تاؤ، غرض ته جيڪو
ماڻهو پاڻ کي جنهن مذهب سان وابسته سمجهي ٿو، ان کي ايئن ناهي
چَوڻو ته پنهنجو مذهب ڇڏ ۽ مسلمان ٿيءُ، پر هن کي دعوت ڏيڻي آهي
ته جنهن الله، خدا، ڀڳوان تي تنهنجو ايمان آهي، ان ئي تنهنجي لاءِ
هي اصل صورت ۾ پيغام موڪليو آهي..هاڻي پڙهي ڏس ۽ پنهنجي
عقل سان فيصلو ڪر، ڪنهن مرشد، پادري، مذهبي پيشوا جو انتظار
نه ڪر اهي سڀ هاڻي انچارج ناهن. دنيا جا سڀ انسان پاڻ ۾ پائر
آهن..

رڪاوٽون ڪهڙيون آهن، شيطان، نفس، ڪيئن وبچو وجهن
ٿا..ڪيئن انسان جي گڏ ٿي وڃڻ کان ڊڄن ٿا.. اهو سڀ تفصيل سان
بيان ڪيل آهي... آهستي، آهستي پڙهو ۽ سمجهو....نه ڪو گهٽ
ٿيندو، نه برتر ٿيندو. رڳو ايترو سمجهو ته جيڪي ان تي عمل

ڪندا اهي ڪامياب ٿيندا جيڪي ان جي ابتڙ ڪندا اهي پاڻ کي نقصان ۾ وجهندا.

ڪو يونيفارم مقرر ڪونهي، زبان سان ڪيل ڪابه دعويٰ سچي ڪانهي. عقيدت جائز آهي پر تقليد جائز ڪانهي. عزت ۽ احترام هر ڪنهن لاءِ هجي.

هندو مذهب وارن لاءِ ضروري آهي ته ويد ۾ پرماتما جي ڳالهين کي قرآن سان ڀيٽين، پنڊتن، رشين ۽ ڪهاوتن کي لازم نه سمجهن.

يهودي، حضرت موسيٰ جي فرمان کي ڳولهڻ جي ڪوشش ڪن، راهبن کي لازم نه سمجهن.

عيسائين کي حضرت عيسيٰ جون اصل ڳالهيون ڳولهڻ گهرجن. ڪيٿولڪ ۽ پروٽسٽنٽ جي تشريحن کي لازم نه سمجهن.

قرآن تي ايمان آڻڻ وارن کي قرآن پاڪ( جيڪو اصل صورت ۾ موجود آهي) ۽ محمد رسول الله جي ڳالهين کي پڙهڻ گهرجي.

ڪنهن به عالم يا بزرگ( ابن عربي، منصور حلاج، امام رباني ، امام ابوُ حنيفه وغيره وغيره) کان اها اميد نه رکڻ گهرجي ته هن جي ڳالهه قرآن وانگر ٿي eternal هوندي

قرآن توهانکي آزاد ٿو ڪري، توهان پاڻ وري گرفتار ٿيڻ ٿا چاهيو.

روزي جي باري ۾ نهايت واضع لفظن ۾ ذڪر آهي ته توهان کان اڳ ۾ سڀني ماڻهن لئه هر دور ۾ روزو فرض رهيو آهي ۽ هائي توهان تي به

فرص آهي..ان ڪري رمضان جي مهيني ۾، جيڪو قرآن پاڪ جي ظاهر ٿيڻ جو بہ مهينو آهي، ذينهن جي روشنيءَ ۾ باڻ کي کائڻ پيئڻ ، کاوڙ ڪروڌ شهوت ۽ نفساني حواهشن کان روڪيو. مسافري ۽ بيماري يا ضعيفي حي صورت ۾ پلي نہ رکو. جڏهن پاڻ کي قابل سمجهو تہ بيهہَ بورا ڪيو اهو ڪنهن وٽ بہ تڪراري مسئلو ناهي، اج بہ هر مذهب ۾ روزو ڪنهن نہ ڪنهن شڪل ۾ مُرَوِج آهي. اهو اهتمام ڪرڻ يا فيشن طور رائج ڪرڻ جو حڪم ناهي. حقيقت ۾ ڪابہ عبادت فيشن طور رائج ڪرڻ حو حڪم ناهي ۽ ايئن بہ ناهي تہ عبادت غير ضروري آهي پر ديکاو واری عبادت نہ رڳو غير ضروري آهي پر نقصان ۾ وجهندڙ بہ آهي.(ويل للمصلين .اهڙا نماز پڙهندڙ ويل ۾ آهن*) حنهن ماڻهوءَ جي طبيعت عبادت ڏي مائل نہ ٿي ٿئي پر لفظ عبادت جي جاءِ تي ميڊيٽيشن هن کي قائل ڪري ٿو. ميڊيٽيشن لاءِ بہ توهانکي ٽريننگ کپي، اڪري جو اهو فرش کان عرش ڏي روحاني ترقيءَ لاءِ لازمي جُزُ آهي احڪلهہ جو اسان ڪجهہ لفظن کان متنفر Biased ٿي ويو هي الله نہ اهڙو هڪ لفظ آهي ۽ عبادت نہ اهڙو ئي لفظ آهي، نہ تہ پان مان negativity ختم ڪري positivity پيدا ڪرڻ جي خواهش هر ڪنهن ۾ موجود آهي .منهنجي خيال ۾ قران پاڪ ان جو بهترين ذريعو آهي

روزا نمازون اي پڻ چڱو ڪم

اُو ڪو بيو فهم .جنهن سان يسڻ برين ۽ جو (ساهڙ)

اهو بيو فهم اصل ۾ پاڻ کي الله جي ذات ۾ ضم ڪرڻ آهي. بيوءِ جي اهو فهم حاصل ٿي وڃي تہ ان کي اڳتي وڌي ويڃڻ جون

ويهيڪلvehicles روزو ۽ نماز آهي.
انسان جي طبيعت, شعور مطابق ان کي رول ادا ڪرڻو آهي, دنياوي سطح تي,

1. وجهي منهن مونن ۾ غربت ساڻ گذار ... ان ڪيٽيگريءَ ۾ اهي ماڻهو اچي وڃن ٿا جن کي الله جي مصلحت مطابق پنهنجا ڏينهن پورا ڪرڻا آهن. روٽين واري عبادت اانهن کي فائدو ڏيندي

2 ينفع الناس ...ان ڪيٽيگريءَ ۾ اهي ماڻهو اچي وڃن ٿا جن ۾ اها صلاحيت هوندي آهي تہ ٻئي انسان جي فائدي لاءِ هڙان وڙان ڪوشش ڪن. انهن ۾ سماجي ڪارڪن, سياستدان ۽ سائنسدان اچي وڃن ٿا

1 يا ايها الذين آمنو ڪُونُوُ انصار الله..( القرآن) هتي الله بندگيءَ جي يا عبادت جي دعوت نہ ٿو ڏئي پر دعوت ٿو ڏئي تہ الله جا مددگار ٿيو . هي انقلابي آهن جيڪي مٿين ٻن ڪينيگرين جي ماڻهن لاءِ سهارو ٿيندا اهي ئي عملي سياستدان هوندا, معاشري کي هلائيندڙ هوندا

2. چوٿين قسم جا ماڻهو اهي آهن جن لاءِ قرآن ۾ آيل آهي تہ اهي دنيا جي ڪمن کاان روڪيا ويا آهن, فنا في الله ٿي چڪا آهن, اهي توهان کان ڪجهہ طلب نہ ڪندا پر توهان انهن جي مالي مدد ڪندا ڪريو جنهن ما هنن جو قُوت گذي ٿئي, اهي ڪتاب ۽ حڪمت جون ڳالهيون ٻڌائي توهان جو اندر پاڪ ڪندا رهندا . اهي عام ٻوليءَ ۾ بزرگ ۽ برگذيده هستيون هوندا آهن انهن جي سڃاڻپ اها آهي تہ اهي پنهنجي مرضي ختم ڪري چڪا هوندا

آهن انهن وٽ ٽن قِسمن جي "نہ" ..هـونـدي آهـي، انـهـن ٽـن قسمن جي ..نہ.. مان جي ڪا هڪڙي بہ مصنوعي آهي تہ پوءِ اهي ڏيکاءَ وارا آهن اها پرک هر انسان پاڻ ڪري سگهي ٿو

اها ٽن قسمن جي. نہ هيٺن آهي،

نہ طمع ( ڪجهہ طلب نہ ڪندا)

نہ منع ( ڪجهہ ملندو تہ منع نہ ڪندا)

نہ جمع ( جيڪو ملندو اهو جمع نہ ڪندا)

اهي چار ڪيٽيگريز وارا ماڻهو گڏجي حزب الله( الله جي ڌُر) سڏبا ان ڌُر جي مقابلي ۾ حزب الشيطان ( شيطان جي ڌُر هوندي آهي)

ان جي سڃاڻپ قرآن مطابق آهي نفرت، تڪبر، ڏيڪاءُ، آپي مان نڪري وڃڻ، دولت گڏ ڪرڻ ۽ ڳڻيندو رهڻ، ۽ ٻين جون پرائيٺ گلائون ، نڪتہ چيني ڪرڻ، دوکو ڏيڻ، معاشري ۾ فتنو پيدا ڪرڻ، انڌي تقليد تي ڳنڍ ڏئي ويهڻ(انڌي تقليد غير مذهبي بہ ٿيندي آهي) موت ، بيماري ۽ مفلسيءَ کان ڊڄڻ.....

هڪڙي سادي پرک هيءَ آهي تہ جيڪڏهن ڪو ماڻهو توهانکي اهو ٻڌائي تہ فلاڻو تنهجي لاءِ هيئن يا هوئن پيو چوي ۽ اها ڳالهہ ٻڌي توهانجي دل ۾ ڏک. غصو يا نفرت جو جذبو پيدا ٿيو ، بوءِ پلي اها ڳالهہ درست بہ هجي پر . جنهن اوهان تائين اها ڳالهہ پهچائي، ان شيطان جو ڪم ڪيو ۽ ڪجهہ نہ ڪجهہ توهانکي الله کان بري ڪيو اهي ظاهر ۾ توهان جا گهڻ گهرا ۽ همدرد هجڻ جو تاثر ڏيندا.

شيطان جي اثر ۾ اچڻ Reversible هوندو آهي، ماڻهو وري وري پاڻ سنڀاليندو آهي ۽ وريءَ ان جي اثر ۾ اچي ويندو آهي

جيڪڏهن انسان پاڻ سنڀالي ويو تہ شيطان جي اثر مان ٻاهر نڪري ايندو الله ان جي مدد ڪندو ۽ پشيمانيءَ جي احساس ڪانپوءِ الله جي ڏُر سان ملي ويندو.

ٻي صورت ۾ هو ان ڏُٻڻ ۾ گهرو ڦاسندو ويندو انڪري جو هو مال، دولت، تڪبر ۾ ايترو اڳتي نڪري چڪو هوندو جو واپس ٿيڻ بہ هن کي موت وانگر لڳندو.

قرآن تي يقين جي هڪڙي وضاحت هيءَ بہ آهي تہ انسان جي شخصيت ان لاءِ تيار هجي ۽ عملي ثبوت پيش ڪري تہ چار ڳالهيون الله جي طرفان آهن انهن ۾ انسان جو ڪوبہ دخل نہ آهي،

## جمڻ مرڻ عزت ذلت

اهي مٿيون چار شيون الله جي طرفان طئہ ٿيل آهن..انهن ۾ انسان جي مداخلت نہ آهي.

مٿين وضاحت مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ قرآن ۾ ڪو تضاد ناهي( لاريب فيہ) پر انسان پنهنجي ذهني سطح مطابق ڳالهہ نہ سمجهي سگهڻ ڪري، پاڻ تضاد جو شڪار ٿي وڃي ٿو.

قرآن پاڪ هر ڪنهن جي لاءِ هدايت جو سبب نہ آهي پر رڳو متقين لاءِ هدايت جو ذريعو آهي..( هد اللمتقيين) ۽ جيڪي ان تي يقين ڪن ٿا جيڪو اڃان ظاهر نہ ٿيو آهي..( يومنون بالغيب)

جيڪي انسان پنهنجي محدود عقل کي ٿي درست سمجهن ٿا ۽ ان ڳالهہ تي ايمان رکن ٿا تہ جيڪي نظر ٿو اچي رڳو اهائي حقيقت آهي...انهن لاءِ قرآن ۾ ڪابہ هدايت ڪانهي...اها ڪيفيت بہ Reversible آهي

قرآن پاڪ ۾ ڪيترائي علم پوشيده آهن, ان علم حاصل ڪرڻ جا طريقا ۽ بريڪٽس مختلف آهن.. جيڪڏهن ڪو چوي ته فلاڻو لفظ يا آيت هيترا دفعا ۽ هن طريقي سان پڙهندو ته هي نتيجو نڪرندو... ته اهو ايئن ٿي به سگهيٿو. ۽ اهڙن ماڻهن کان ان علم جي دريعي مدد وٺي سگهجي ٿي.. شرط اهو آهي ته اهڙو ڪم معاوضي تي ڪرڻ وارن جي دوکي کان عام انسان کي بچائجي.

انڪري جو شيطان ۾ اها صلاحيت آهي ته هو نقلي هڪجهڙي شئي ٺاهي سگهي ٿو. ۽ هر اصل شئي جو نقل دنياُ جي بين شعبن ۾ به موجود آهي.

گڏ: گڏ اها ٽريننگ مصبوط ٿئي ته انسان ايڏو اتاولو ٿئي ئي نه جو هن کي ڪو تڪڙو حل گهرجي.

ڪامياب نسخو صبر ۽ صلوات آهي...

پر هر ماڻهو حيستائين اهو توازن حاصل ڪري تيستائين، نيڪ ۽ مخلص ماڻهن کان مدد وٺي سگهجي ٿي.

اهڙن عِلمن جون مختلف شڪليون سائنسي حوالي سان به ثابت ٿيون آهن جن ۾, مائينڊ سائينس, ميڊيٽيشن, ٽيليپيٿي, وغيره اچي وڃن ٿا.

قرآن پاڪ ۾ آيل آهي ته انسان جو پهريون الله جي طرفان مقرر ڪيل عبادت گاهه مڪي ۾ آهي, ۽ صَفه ۽ مروا الله جا شعاعر آهن. جن کي وسيعت ۽ وسيلو هجي اهي ان جو قصد ڪن ۽ حج جا ارڪان پورا ڪن. ۽ اتي قرباني ڪن زندگيءَ ۾ هڪڙو دفعو ڪافي آهي. اهو سمجهڻ ته اتي وڃڻ کان پوءِ سڀ ڪجه معاف ٿي وڃي ٿو،

ايئن ناهي. معافي ملڻ ،ذهني طور غلطي تسليم ڪري، اڳتي لاءِ انهن ڳالهين کان توبهن ڪرڻ جن کان قرآن پاڪ منع ٿو ڪري ۽ لائف اسٽائيل تبديل ڪرڻ سان مشروط آهي.

انهن پنجن ئي ارڪانن ۾ ظاهري ڏيکاءُ روحاني طور نقصان پهچائيندڙ آهي.

حج.سان جيڪا بجيٽ يا خرچ لاڳاپيل آهي، اهو هر ماڻهو پنهنجي ويجهي حلقي ۾ يا عام انساني ڀلائيءَ جي ڪم ۾ خرچ ڪري ته الله جي وڌيڪ ويجهو ٿيندو. بجاءِ ان جي ته هر سال پاڻ حج ڪري.

قرآن پاڪ چوي ٿو ته ...وَمِنَ الناس مَن يقول آمنا با الله وَ بِاليَوم الآخر وَما هُم بمئومنين. يُخادعون الله والذين آمنو. و ما يخدعونَ اِلا انفسهُم وَ ما يشعُرونَ. (جيڪي ماڻهو زبان سان چون ٿا ته اسانجو الله تي محمد رسول الله ۽ آخرت تي ايمان آهي، انهن ايمان ڪونه آندو آهي، اهي الله کي دوکو ڏئي رهيا آهن، جڏهن ته حقيقت ۾ هو پاڻ دوکي ۾ آهن پر انهن کي شعور ڪونهي. ( هاڻي بيو دليل ڪهڙو ٿي سگهي ٿو جنهن مان ثابت ٿئي ته ان ماڻهوءَ قرآن تي ايمان آندو آهي.؟ اها غور ڪرڻ جي ڳالهه آهي.

انسان هر دور م ۽ هر ڪلچر ۾ مختلف ٽيبوُ جو شڪار آهي.

قرآن م جيڪا آزادي آهي، اها ڪوبه ماڻهو اپلاءِ ڪري نه ٿو سگهي. انسان سوچ جي لحاظ کان محدود آزاد آهي، ان ڪري قرآن واري وسيع معنيٰ هن کي متضاد ٿي لڳي. ان ڪري پنهنجي شعور مطابق ۽ پنهنجين ثقافتي مروج اخلاقيات مطابق قرآن جي لفظن کي اهو چئي

خارج ٿو ڪري تہ اها اڳ واري دور لاءِ هئي، ايئن چئي هو قرآن کان منڪر ٿي وڃيٿو. ان لاءِ جو قرآن تي ايمان جو اهو حصو آهي تہ اهو تا قيامت سمجهيو وڃي.

4. قرآن ۾ واضع ٻڌايل آهي تہ منافق، قرآن کي مڃڻ وارو نہ آهي.. منافق اهو آهي جيڪو دل ۾ هڪڙي ۽ زبان سان ٻي ڳالهہ ڪندو. يا ظاهر ۾ هڪڙي ۽ لڪائي ٻي ڪرڻ. هاڻي اهو پاڻ ئي ڀلي وات سان چوي تہ مان قرآن کي مڃيان ٿو هن جي ان دعوئِ سان ڪوبہ فرق ڪونہ ٿو پوي. اها بنيادي سڃاڻپ آهي..منافقون ۽ توبہ سورتون منافقن جي باري ۾ آهن.

قرآن ۾ ڪيترين ئي جاين تي آيل آهي تہ ڪافرن جو بنيادي اعتراض عقلي دليل سان نہ پر اهو هوندو آهي تہ ,,,چا ان جو مطلب تہ اسانجا ابا ڏاڏا سڀ غلط هئا....اڄ جو پنهنجي وات سان دعوئِ ڪندڙ مسلمان بہ اهو ئي ٿو چوي.

اڄڪلهہ جي دور ۾، خاص طور اسانجي پاڪستان ۾ ماڻهو ءَ جي رهڻي ڪهڻي ان دعوئِ جو بنياد هجي تہ ٻي ڪنهن بہ وضاحت جي ضرورت ئي نہ پوي..

الله هر انسان جو الله آهي، هن جي ذهن ۾ شعور ۽ سمجهہ خواب، بشارت ماڻهن کي فائدو پهچائڻ جون سوچون ۽ خواهشون الله ئي ٿو وجهي.

اهو ماڻهو فطري طور الله جو بندو آهي( جنهنکي توهان مسلمان نہ ٿا سمجهو)، اهو توهانجو عمل ۽ طبيعت ڏسي سمجهي ٿو وجي تہ تہ توهان، الله وارا آهيو ئي ڪونہ..هو جيڪر توهانکي هدايت

ڏٺي ير توهان هن ڪان قرآن ڦُري ورتو آهي. توهان متان قرآن جا گنهگار هجو ان تي قرآن پاڪ جي روشنيءَ ۾ غور ڪرڻ جي ضرورت آهي.

اسان حڪمرانن، بادشاهن، مذهبي عالمن، مذهبي گادي نشينن ، فوجي حڪمرانن جي طرزِ زندگي رهڻي ڪهڻي ڏسي ٻه قول ۽ فعل جي فرق جي بنياد تي اهو فيصلو ڇو نه ٿا ڪيون ته قرآن تي ايمان جو زباني اقرار ڪا به سنَدَ ناهي.

# سياست

سياست ۾ مان مارڪسسٽ آهيان ان جي مقابلي ۾ ٻيو نظام ذاتي ملڪيت ۽ دولت جي بنياد تي استحصال کي جائز سمجهي ٿو جنهن کي سرمائيداري نظام چئجي ٿو. هن وقت مارڪسزم جي مٿان سرمائيداري حاوي آهي پر ان جو اهو مطلب ناهي ته مارڪسزم غلط آهي.

ٻن جي مقابلي ۾ هڪ ناڪام ٿي سگهي ٿو پر ضروري ناهي ته اهو غلط به هجي.

حڪمت عملي ۽ بنيادي نقطيءِ نظر به الڳ ڳالهيون آهن. حڪمت عملي جي ناڪامي وري ٻي حڪمت عملي ناهڻ ۾ مددگار ثابت ٿئي ٿي. جيڪڏهن ماڻهوءَ جو بنيادي نقطئه نظر تان اعتماد کڄي وڃي ته بوءِ ڪابه حڪمتِ عملي بي سُود ٿيندي آهي.

قران جي تعليم مان مونکي جيڪو نياپو ملي ٿو جنهن سان مان انسان جي فائدي لاءِ معاشري ۾ ڪو ڪردار ادا ڪري سگهان ٿو، اهو آهي ته ماں اهڙي معاشري ناهڻ وارن جي ننهنجي وَس آهر مدد ڪيان يا پاڻ اهو عاشرو ناهڻ جو اعلان ڪري ماڻهن کي دعوت ڏيان، جنهن ۾ ڪوبہ الله جو بندو ڏکيو نہ گذاري، هن تي ظلم نہ ٿئي، قدرتي وسيلن تي هن جو بہ حق هجي.

اڄ جي موجوده دور ۾ اهڙو تصوُر ڪارل مارڪس پيش ڪيو. ڪارل مارڪس 1818ع ۾ ڪميونسٽ مينيفيسٽو لکيو. ڪارل

مارڪس به هڪ انسان هئو جنهن کي اها سمجهه ۽ شعور، الله بشارت يا تصوُر جي شڪل ۾ ڏنو.

انسان جي ڀلائي ۽ سهولت لاءِ جيڪڏهن اهان ڪو بهتر تصوُر اچي ته ان کي قبول ڪرڻ گهرجي.

وري ان ۾ به اهائي انڌي عقيدت ۽ اقتدار جي هبچ اچي وڃي ته ان کي قبول نه ڪجي.

مارڪس جو بنيادي نقطو اهو آهي ته معاشري جي خرابي ۽ اڻ برابريءَ جو مُکُ سبب پئسي جو ڪجه ماڻهن جي هٿ ۾ گڏ ٿيڻ ۽ ان وسيلي باقي ٻين ماڻهن کي محروم ڪري غربت پيدا ڪرڻ آهي. اهو اختيار معاشرو پاڻ وٽ رکي ۽ اها گڏ ٿيل دولت سيني ماڻهن تي ايئن خرچ ٿئي جو بغير عقيدي، ذات پات ۽ مرد عورت جي فرق ڪانسواءِ تعليم، صحت، روزگار ۽ رهڻ جي جاءِ جي ذمانت مليل هجي. اهڙو معاشرو مرحليوار ترقي ڪري ڪميونسٽ معاشري ۾ تبديل ٿيندو جنهن کان پوءِ رياست جو وجود به ختم ٿي ويندو ۽ انسان ايتري ترقي ڪري ويندو جو هن کي سڌو رهڻ لاءِ قانون جي ضرورت نه پوندي.

اهو تجربو ڪرڻ لاءِ هم خيال ماڻهن جي جماعت جي ضرورت پوندي جنهن کي ڪميونسٽ پارٽي جو نالو ڏنو ويو.

اهو اختيار اهي ماڻهو توهانکي نه ڏيندا جيڪي اها ڦرلٽ ڪري رهيا آهن. انڪري انقلاب آڻي زوريءَ قبضو ڪرڻو پوندو. ۽ جيڪي نقصان ۾ آهن. يعني محنت ڪندڙ انهن کي پاڻ سان ملائڻو پوندو.

جمهوريت ڪنهن خاص معاشري ۾ گڏيل راءِ حاصل ڪرڻ جو هڪ طريقو آهي. هاڻي اهو خاص معاشرو اصول طئي ڪري ٿو ته ڪيئن اهڙن ماڻهن جي چونڊ ڪجي جيڪي هڪ مقرر ڪيل مُدي ۾ معاشري جو ڪار وهنوار هلائين

عام ماڻهوءَ جي ذهن تي پئسي جي زور تي ميڊيا کي استعمال ڪري هڪ تاثر اياريو وڃي ٿو جيڪو انهن ڌرين ڪاءِ سازگار هوندو آهي جن وٽ پئسو اڳ ۾ ئي گهڻو هوندو آهي.

عام ماڻهو اهڙن معاشرن ۾ پاڻ پوري ريت ئي ناهي سگهندو جو پنهنجي سمجهه آهر تجزيو ڪري. هو سمجهڻ لڳندو آهي ته مونکي رڳو ٻن مان هڪ جي چونڊ ڪرڻي آهي، ٻيلي اهي ٻئي غلط هجن.

الله جي زمين ۽ قدرتي وسيلا سڀني انسانن لاءِ آهن اهي ڪنهن هڪ ماڻهوءَ جي ملڪيت نه ٿا ٿي سگهن

منافع خور ماڻهو پنهنجي مقصد لاءِ لالچ ۽ مذهب جي ماڻهن جو سهارو ورتو ته جيئن اهي عام ماڻهن کي ڪميونسٽن سان ملڻ نه ڏين.

اهڙو پهريون تجربو روُس وارن لينن جي سربراهيءَ ۾ ڪيو ۽ 1917 ۾ ڪميونسٽ انقلاب آيو. مارڪس پاڻ جرمن هئو ۽ 1883 ۾ گذاري ويو هئو.

اڄ جي دنيا ۾ ٻيوان جي مقابلي جو نظام سرمائيداري نظام آهي. اهو دولت کي ڪجهه ٿورن ماڻهن جي قبضي ۾ ڪرڻ جو نظام آهي، ۽ ان جو انسان ذاتي رويو دولت جي حساب سان آهي، يعني مادي آهي. جلدي شاهوڪار ٿيڻ جي لالچ ۾ فرد کي اهو سبق ٿو ڏئي ته

رڳو پنهنجي باري ۾ سوچيو.

قرآن جي تصوُر ۾ الله کي راضي ڪرڻ، الله جي بندن جي فائدي ۾ ڪم ڪرڻ آهي، دولتمند ۽ مالدار ماڻهوءَ جي مقابلي ۾ غريب ۽ عام ماڻهوءَ جو ياسو ونڻو آهي. پر مختلف مذهبي ماڻهن، يهودي، عيسائي، اسلام وغيره دولتمند ماڻهن جو ڪم ڪيو ۽ عوام کي دنيا جي ڏکن سُکن جو ذميوار الله جي تقدير جو هجڻ ٻڌايو.

اهي ٻئي سياسي تجربا انسان طرفان انسان لاءِ آهن، ٻنهي مان فائدي واريون ڳالهيون گڏ ڪري نظام کي صلاح مشوري سان اڳتي وڌائي سگهجي ٿو. شرط آهي ته دنيا ۾ ڪٿي به الله جو بندو ڏک ۽ مشڪل ۾ نه هجي ايئن نه هجي ته اسانجوان سان واسطو ناهي. يا هن جي مدد قرض ڏئي ڪجي، جيڪو موٽائڻ لاءِ سخت شرطن وارو هجي.

قران تي ايمان آڻڻ جو اهو به هڪ نقطو آهي ته شيطان جي چئلينج به ذهن ۾ رکڻي آهي.

موت کان ڊيڄارڻ...

مفلسيءَ کان ڊيڄارڻ.

خوف ۽ لالچ ۾ مبتلا ڪرڻ.

انسان کي سڌو هلڻ کان روڪڻ.

اهو شيطان جو جيا پو آهي ته انسان کي الله تائين پهچڻ کان روڪي. الله ۽ شيطان، انسان لاءِ غيب آهن. انسان جي دل ۽ دماغ ۾ هڪ ڳالهه اچي ٿي، اها الله جي طرفان به ٿي سگهي ٿي ۽ شيطان جي طرفان به..انسان فيصلو ڪيئن ڪري، اهو قرآن ۾ واضع طور بيان ڪيل

آهي..

حڪمت عملي ۾ ناڪامي فرد جي ٽريننگ نہ هئڻ جي ڪري بہ ٿي سگهي ٿي. اها ٽريننگ توهان ڪميونسٽ پارٽيءَ ذريعي ڪيو يا قرآن ۽ تصوُف ذريعي. لفظن جي چار مان نڪرجي تہ ڳالهہ آسانيءَ سان سمجهہ ۾ اچي سگهي ٿي. اسڪول ۽ ڪاليج جي سطح تي ٻار ڪي فنا جي فلسفي، پاڻ ڪي انسان جي خدمت لاءِ پيش ڪرڻ جو جذبو پيدا ڪرڻ، ۽ عالمي سطح جو vision پيدا ڪرڻ کان پوءِ حڪمت عمليءَ ۾ ناڪاميءَ جا امڪان گهٽ ٿيندا.

ڪارل مارڪس ۽ اينگلس جرمن مفڪر هئا. اينگلس خوشحال هئو ۽ مارڪس مفلس. هنن معاشي ۽ سياسي نظام جو هڪ فارمولو پيش ڪيو جنهن وسيلي دنيا ما انسان جي ڦرلُٽ ۽ بيوَسي ختم ٿي سگهي پئي.

روس ۾ لينن جي اڳواڻيءَ ۾ ڪميونسٽ پارٽي مارڪسي نظريئي تي هلندي پارليماني نظام ڪان ٿيندي اقتدار تي قبضو ڪيو ۽ دنيا ۾ پهريون دفعو مارڪسي اصولن تي سوشلزم جو نظام رائج ڪيو.

ان نظام جي مقبوليت يورپ ۽ آمريڪا ۾ ٿرٿلو مچائي ڇڏيو. يورپ ۽ آمريڪا جا سرمائيدار جيڪي اتان جي سياست تي قابض هئا . انهن کي هن نئين نظام ما خطرو محسوس ٿيو تہ ان کان متاثر ٿي اسانجي ملڪن جو عوام بہ ايئن حڪومتن تي قبضو ڪري سگهي ٿو انڪري دنيا ۾ پهريون دفعو منظم انداز ۾ هڪ ملڪ خلاف علانيہ ۽ غير علانيہ جنگ شروع ڪئي وئي ۽ افواهون ڦهلائڻ جو دنيا

جي ميڊيا ۾ رواج پيو.

روس جو نظام جنهن کي سوويت يونين سڏيو ويو جيڪو ڌهن نيئن نظام تحت پيدا ٿيندڙ دولت کي پنهنجي عوام تي خرچ ڪري ها تہ هن وقت دنيا جي انسان آڏو هڪ نمونو موجود هجي ها.

پر انهن کي اها دولت ٻاهرين حملن، خفيہ سازشن، سڄي دنيا جي ڪميونسٽن، نون آزاد ٿيل ڪميونسٽ ملڪن تي خرچ ڪرڻي پئي، جيڪا مارڪس جي فلسفي پٽاندڙ نہ هئي، ان غير ضروري خرچ ڪري روس جو پنهنجو عوام قرباني ڏيندو رهيو ۽ سياسي نظام ناڪام ٿيو.

سڄي دنيا جي ماٺهن سرمائيدارن جي پروپيگينڊا جي مطابق ان نظام کي ناڪام قرار ڏنو ۽ ڪنهن بہ ان نظام خلاف ٿيندڙ غير انساني زيدتين ۽ انهن جي معاملي ۾ اندروني مداخلت قرار ڏيندي آمريڪا خلاف دعوئي داخل نہ ڪئي. ۽ اهو نہ سوچيو تہ اهو مجموعي انساني بهتريءَ واري خواب تي حملو ٿيو آهي.

ان نظام جي ڪاميابي ۾ ان کان خوف جو اندازو ان ڳالهہ مان لڳائي سگهجي ٿو تہ 1970 واري ڏهاڪي ۾ ايران، اسرائيل، انڊونيشيا، مصر، هندوستان ۽ پاڪستان ۾ ذولفقار علي ڀُٽي سميت دعوئي ڪندا هئا تہ اسان سوشلزم آڻيندا سين.

دنيا واضع طور ٻن بلاڪن ۾ ورهائيل هئي.

هڪ بلاڪ جو اڳواڻ آمريڪا هئو جيڪو سوشلزم کي شڪست ڏيڻ لاءِ سيني پاڻيوارن کان پئسا وٺندو هئو.

ٻئي بلاڪ جو اڳواڻ سوويت يونين هئو جيڪو وري ابتو

سيني پائيوارن کي جيئرو رهڻ لاءِ پئسا ڏيندو هئو.

پاڪستان ۾ ٻه ليفٽ جي قوتن جي حڪمتِ عملي انهن جي وچ ۾ ڳانڍاپي ۾ مددگار نه ٿي سگهي انڪري ناڪامي ملي. مقابلي ۾ ٻي ڌر_اقتدار واري، عالمي سامراج جي مدد جي ڪري وڏيڪ منظم هئي انڪري اهي ڪامياب ٿيا..پر ناڪام ٿيڻ، غلط هجڻ ناهي. ذهني مونجهارا ۽ اخلاقي پستي ناڪاميءَ کي مايوسيءَ ۾ تبديل ڪندي آهي.

پاڪستان نهيو ته انهن علائقن ۾ عوام سياسي عمل کان گهڻو دُور هيو. ڪجھ مڊل ڪلاس ۽ زميدار ڪلاس لابينگ ڪري هندوستان ڇڏيندڙ انگريزن کي ورهاڱو ڪرڻ تي راضي يا مجبور ڪيو. نئون ملڪ هلائڻ لاءَ بيوروڪريسي ۽ فوج انگريزن جي تيار ڪيل ملي. اهي ٻئي ادارا عوام جا دوست نه هوندا آهن پر حڪومت جا وفادار هوندا آهن. انهن جي ٽريننگ ئي اها هوندي آهي ته عوام کي ماري مچائجي.

ٻي خصوصيت انهن ۾ اها هوندي آهي جو اهي آسائش پسند ۽ عياشي پسند هوندا آهن.

سياستدان ۽ سماجي ڪارڪن ئي عوام سان گڏ هوندا آهن. نئين ملڪ ۾ اهڙا ماڻهو رڳو ليفٽ وارا ئي ٿي پئي سگهيا انڪري جو مسلم ليگ عوامي پارٽي نه هئي. نه ئي ان وٽ تنظيم هئي. جنهنڪري هر نئين ايندڙ حڪمران جي نالي سان نئين مسلم ليگ ٺهندي رهي..هن وقت تائين آخري شڪل مسلم ليگ(نواز شريف) آهي.

قائد اعظم ، نئون ملڪ ٺهڻ جي هڪ سال کان پوءِ گذاري ويو ۽ لياقت عليءَ 1951 ۾ بين الاقوامي منظرنامي ۾ آمريڪا ۽ سوويت يونين جي وچ ۾ غير جانبدار رهڻ جي بدران آمريڪا جو ساٿي ٿيڻ قبول ڪيو جيڪا هڪ نئين ملڪ لاءِ تباهہ ڪُن پاليسي هئي، سياسي عقلمندي ان ۾ هئي تہ نئين ملڪ جي فائدي لاءِ اسان سيني ملڪن ڏي دوستيءَ جو هٿ وڌائي پنهنجي عوام جي ترقي ۽ بهتريءَ لاءِ مدد وٺون ها.

آمريڪا ، سوويت يونين جي ڪميونسٽ معاشري جي خلاف پاڪستان کي استعمال ڪيو.

سال 1951 جي آڪٽوبر مهيني ۾ لياقت علي کي بہ جيڪو پهريون وزير اعظم هئو، گولي هڻي ماريو ويو. ايئن حڪومت جون واڳون پاڪستان جي بنگالين کي ڏيڻ بدران 1958 ۾ مارشل لا هڻي فوج حوالي ٿي ويون..سياسي عمل رڪجي ويو. آمريڪا جي مرضيءَ مطابق ڪميونسٽ ۽ سيڪيولر سياسي ماڻهن کي جيل موڪليو ويو ۽ سياسي پارٽين تي پائبندي وِڌي وئي. 1960 ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ڪامريڊ حسن ناصر کي شاهي قلعي ۾ تشدد ڪري ماريو ويو. 1961 ۾ جنرل ايوب خان جو آمريڪا ۾ صدر ڪينيڊيءَ طرفان شاندار استقبال ڪيو ويو..ان جهڙو استقبال ان کانپوءِ ڪنهن پاڪستاني 'اڳواڻ جو آمريڪا ۾ نہ ٿيو آهي.

مذهبي ڌرين جو ساٿ ظالم قوتن سان رهيو ۽ خلقِ خدا کان دور ٿي ويا.هنن حڪومتي پروپيگينڊا لاءِ سهڪاري ڪردار ادا ڪيو ۽ عام ماڻهن کي وسوسن ۾ مبتلا ڪيو.

جنرل ايوب کي اهڙا صلاحڪار مليا جن جو عوام ۾ ڪو اثر نہ هئو ۽ پنهنجو پاڻ کي وفادار ثابت ڪرڻ لاءِ، ملڪ کي مصنوعي طور مضبوط ڪرڻ لاءِ اهي صلاحون ڏنيون تہ پاڪستان ۾ مختلف زبانون ۽ مختلف ثقافتون ختم ڪري هڪ زبان * هڪ قوم جو بنياد وجهجي. جنهن کي هنن ون يونٽ ڪوٺيو. ان حڪم نامي سان بنگال ( جيڪو سڄي پاڪستان جي آباديءَ جو 54 سيڪڙو هئو) سنڌي ، پٺاڻ ۽ بلوچ جي سڃاڻپ ختم ٿي وئي. جنهنڪري عوام ۾ شديد نفرت پيدا ٿي ۽ ملڪ مضبوط ٿيڻ بدران عوام جو اعتماد وڃائي ويٺو. غير فطري حڪمتِ عملي ۽ طاقت جي استعمال قومي جذبي ۽ تحريڪن کي جنم ڏنو.

ان مهم ۾ بنگال جيڪو اڳي ئي سياسي طور باشعور هيو اڳتي نڪري ويو ۽ 1971 ۾ پاڪستان کان الڳ ٿي ويو. پاڪستان دنيا جي آڏو بدنام ٿيو تہ پنهنجين پاليسين جي ڪري پنهنجي عوام کي حق ڏيڻ بدران حق ڇنڻ وارو بڻجي ويو. ان سان گڏ جنرل ايوب جي حڪومت ختم ٿي ۽ فوج بدنام ٿي، جنهنڪري باقي بچيل پاڪستان کي سِولِ ڊيموڪريسي ۽ آئين جي ذريعي نئين شڪل ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي وئي.

1970 جي اليڪشن ۾ بنگال، سرحد ۽ بلوچستان ۾ قومي جمهوري سوشلسٽ قوتون ڪاميان ٿيون هيون، جن ۾ ترتيب وار شيخ مجيب، ولي خان، غوث بخش بزنجو ۽ عطاءالله مينگل ڪامياب ٿيا هئا، سنڌ ۽ پنجاب ۾ پيپلز پارٽي ڪامياب ٿي هئي. پر اها ڪوشش وري هڪ ڀيو دوکو ثابت ٿي ۽ 1973 جي آئين جي منظوري

وارو ڪم ٿِپائي سرحد ۽ بلوچستان جي حڪومتن کي ختم ڪيو ويو ۽ 1974 ۾ نيپ ( نيشنل عوامي پارٽي) تي بندش وڌي وئي . ان وقت نيپ ۾ ڪميونسٽ ڪم ڪري رهيا هئا انڪري جو 1954 ۾ ايوب خان ڪميونسٽ پارٽيءَ تي ڪُلي طرح ڪم ڪرڻ لاءِ بندش وڌي هئي.

نيٺ ذولفقار علي ڀُٽي کان ليفٽ کي ختم ڪرڻ جو ڪم وٺي آمريڪا پاڪستان جي فوج وسيلي 1977 ۾ وري ضياءالحق جي سربراهيءَ ۾ مارشل لا لڳائي وئي. ان مارشل لا پاڪستان کي تنگ نظر مُلائيت واري مذهبي سوچ جي اونداهي غار ۾ ڌِڪي ڇڏيو جنهن ظلم ۽ بربريت سان عوام مان احتجاج جو سَتُ ئي ختم ڪري ڇڏيو.

# سنڌي قومپرستي •

بنگال، سرحد ۽ بلوچستان جي مقابلي ۾ سنڌ ۾ قومپرستيءَ واري سياست ڇو ڪمزور ٿي جو هو پيپلز پارٽيءَ جو نعم البدل نہ ٿي سگهيا . ان ڳالهہ تي غور ڪجي تہ خبر پوي ٿي تہ ٻين صوبن ۾ ليفٽ ۽ قومپرست هڪ ئي پليٽ فارم تي هئا. جڏهن تہ سنڌ ۾ سائين جي ايم سيد جي قومپرستي ليفٽ سان.ملي ملڪي سطح جي سياست ۾ حصيدار نہ ٿي.

شيخ مجيب الرحمان جي قومپرستيءَ عوام کي پاڻ سان ڳنڍي 1970 جي اليڪشن ۾ 90 سيڪڙو ڪان بہ وڌيڪ سيٽون کٽيون جنهن کان پوءِ بہ اقتدار نہ ملڻ جي صورت ۾ بين الاقوامي مدد حاصل ڪئي ۽ دنيا کي اپيل ڪئي تہ هنن جي پاڪستان کان آزاديءَ جي حمايت ڪري. جنهن جي نتيجي ۾ هنن پنهنجو نئون ملڪ حاصل ڪيو.

پٺاڻ ۽ بلوچ بہ پنهنجي قومپرستيءَ کي ملڪي سياست سان ڳنڍڻ ۾ ڪامياب ويا ۽ هر دفعي ڪنهن نہ ڪنهن شڪل ۾ پنهنجي عوام جي نمائيندگي ڪندا رهن ٿا. بلوچ اڳواڻ سسٽم ۾ رهندي اهو ثابت ڪري چڪا آهن تہ هنن سڀ امڪان آزمايا آهن پر پنهنجي صوبي جي مالڪي هنن کي نہ ٿي ملي، انڪري بين الاقوامي سطح تي هنن جو موقف هاڻي توجهہ حاصل ڪري رهيو آهي.

سنڌ ۾ سائين جي ايم سيد جي قومپرستي ، رسول بخش

پليجي جي قومپرست ليفٽ ۾ ڪميونسٽ پارٽي هڪ پليٽ فارم تي اچي نہ سگهيا ، جنهن ڪري عوام رائيٽ ڊيموڪريٽڪ يعني پيپلز پارٽيءَ جي آسري ۾ رهندو پيو اچي، جيڪي آمريڪا ۽ فوج جي سهڪار سان اقتدار ۾ رهڻ ۽ انهن سان پنهنجون وفاداريون ثابت ڪرڻ ۾ مصروف آهن ۽ اهي ڏريون هنن تي اعتماد بہ ڪونہ ٿيون ڪن.

سائين جي ايم سيد جي قومپرستي ، تصوراتي رهي آهي، عوام دوست نہ رهي آهي. سائين جي ايم سيد هڪ ٿيوريٽيشن قومپرست رهيو آهي ، هن جي نالي ۾ ٽيندڙ عملي سياست هن جي ٿيوريءَ کان متضاد رهي آهي، ۽ هو ان تي ڪنٽرول يا مداخلت نہ ڪري سگهيو. جيڪا هن جي عملي سياست کان بيخبريءَ يا ناڪاميءَ کي ظاهر ڪري ٿي.

هن جي بينر هيٺ ٽيندڙ سياست تنگ نظر، دهشت پسند، عوام کان ڪٽيل هجڻ واري سڃاڻپ رکي ٿي.

هن جي سياست رڳو شاگرد کي ٽارگيٽ ڪيو؛ جنهن جي نتيجي ۾ سنڌ جي تعليم ۽ تعليمي ادارا پنهنجن هٿن سان پاڻ تباهہ ڪري ، بندوق جي زور تي ڪارڪنن کي پاس ٿيڻ جو رجحان وڌو. جيئي سنڌ جي تنظيمن سان لاڳاپيل نوجوانن جي ٿور ۽ رهڻي ڪهڻي علمي ۽ نظرياتي هجڻ بدران دبڙ ڌئونس ۽ داداگير واري رهي. سنڌي عوام جي مزاج کان برعڪس هجڻ ڪري هنن جو تعلق عوام سان جُڙي ئي نہ سگهيو. هنن جون دشمنيون ئي بين ليفٽ جي قوتن سان رهيون. جنهنڪري عام ماڻهوءَ وٽ ڪو الٽرنيٽ نہ رهيو.

سياست ۾ عوام ڙئي محبوب هوندو آهي. ان جي مفاد جي ڪري پنهنجون صلاحيتون ڪم آڻيبيون آهن. انهن ڪي ڙئي جاهل ۽ گيدي نه چئبو آهي. جيئن جيئي سنڌ جي سياست سان لاڳاپيل ماڻهو ڪندا رهندا آهن. اجان تائين به اڄڪلهه جي سائنسي ترقيءَ جي دور ۾ جتي پاڪستان جي فوج دنيا جي ترقي يافته مضبوط ترين فوج ۾ شمار ٿئي ٿي، اتي سنڌ جي معصوم ذهنن ڪي پاڪستان جي فوج سان وڙهي سنڌ کي آزاد ڪرائڻ جا خواب ڏيکارڻ پنهنجن ئي نوجوانن کي اجتماعي خودڪشيءَ جو سبق ڏيڻ برابر آهي. انهن نوجوانن کي اهڙي موڙ تائين پهچائڻ جتان هنن لاءِ واپسي ممڪن نه رهي، قومي دشمني جي برابر آهي.

نفرت جي بنياد تي ڪابه سياست عوام جي فائدي ۾ نه ٿي رهي سگهي. مقصد حاصل ٿيو به ته اها نفرت وري ڪنهن ٻي نفرت ۾ تبديل ٿي ويندي آهي.

مسلمان سان همدردي ۽ هندوءَ سان نفرت جي نتيجي ۾ مليل پاڪستان ان نفرت کي پاڻ مان ڪيڏي نه سگهيو ۽ ساڳي ئي مذهب هوندي لساني نفرت ۾ تبديل ٿي وڏيڪ پيانڪ ٿي وئي. اردو بنگالي، سنڌي، پنجابي ماڻهن کي اجان وڌيڪ تنگ نظر ڪري ڇڏيو. مذهب ۾ سُني، شيعه، سُنين ۾ ديوبندي، بريلوي... نه ختم ٿيندڙ سلسلو.

سنڌ ۾ سائين جي ايم سيد جي قومپرستي اڳ ۾ هندوءَ کان نفرت ۽ پوءِ پنجاب کان نفرت جي بنياد تي، ته وري پليجي جي قومپرستي سنڌ ۾ اردو ڳالهائيندڙ سان نفرت جي بنياد تي بيٺل آهي. پنجاب سان نفرت جي بنياد تي جيڪڏهن آزاديءَ جو تصوُر ڪجي

ٻہ تہ، پُر امن پاڙيسريءَ طور ڪيئن رهبو. ۽ وري مهاجرن سان نفرت نيٺ سنڌ کي ئي ٽڪرا ڪرڻ جو سبب ٿيندي.

بين الاقوامي طور سنڌ جو ڪيس تڏهن مضبوط ٿيندو جڏهن ماڻهو قابل هجن. جيڪڏهن تعليم برباد هوندي تہ عالمي سطح جا قابل ماڻهو پيدا ئي ڪونہ ٿيندا.

سنڌ سان پيار، سنڌ جي ماڻهن سان پيار سان مشروط نہ هوندو تہ اهو ائين ئي هوندو جيئن جنرل ايوب، جنرل ضياء ۽ جنرل مشرف جو پاڪستان سان پيار هيو. جيڪو مان سمجهان ٿو تہ پيار نہ پر پاڪستان جي عوام سان دشمني هئي. انسان کي قتل ڪرڻ ڪنهن بہ صورت ۾ چڱائيءَ جو سبب نہ ٿو ٿي سگهي. پنهنجن معصوم نوجوانن کي قاتل بڻائي، پوءِ ڪنهن نعري سان هنن کي تسليءَ نہ ٿي ڏئي سگهجي.

تبت وارا چين کان آزاديءَ جي لالچ ۾ هندوستان جي هٿ چڙهي ويا. هندوستان هنن کي چين کان آزاديءَ ۾ تہ ڪا مدد نہ ڪئي پر ٽريننگ جي نالي ۾ بنگلاديش ۾ پاڪستاني فوج خلاف استعمال ڪري پنهنجا فوجي بچائي هنن کي ٻوهي ۾ وڌو. اهڙو انڪشاف مان تبت جي هڪ ڪمانڊو جي طرفا فيس بوڪ لنڪ تي پڙهيو.

دنيا جو ڪوبہ فڪر يا فلسفو هجي ان جي پرک ان ڳالهہ تي ٿيندي تہ ان ۾ مجموعي انساني آفاقيت، امن پسندي ۽ انصاف پسندي ڪيتري آهي.

انسان ذات جي ارتقا کي ڏسجي مذهب جو وجود تڏهن پيو جڏهن انسان اختلافن کي نبيري نہ سگهيو ۽ انسان خونريزي ۽ نفرت

جو شڪار ٿيو. وري هر ٻيو ۽ نئون مذهب تڏهن آيو جڏهن پراڻو مذهب انسان جي وچ ۾ اختلاف نبيري نہ سگهيو. وري سائنسي فڪر تڏهن آيو جڏهن سڀ مذهب گڏجي بہ انسان کي امن ۽ انصاف نہ ڏئي سگهيا، ۽ انڌي تقليد کي ئي مذهب سمجهيو ويو.

اڳتي هلي وري اهڙن سائنسي فلسفن ۾ بہ انڌي تقليد اچي وئي، تہ وري جيستائين انسان پنهنجي عقل کي سميٽي، ماڻهن مذهب ڏي رُخ ڪيو.

مطلب تہ اصل مقصد انسان کي تنگ نظريءَ مان ڪڍي اچڻ آهي، پلي ان تنگ نظريءَ پويان عملي ۽ حقيقي واضع سبب موجود هجن. مثال طور هڪڙي ڏُر ظلم ۽ زيادتي ڪندي تہ ٻي متاثر ٿيندڙ ڏُر ۾ نفرت ۽ انتقام جو جذبو ضرور پيدا ٿيندو پر اهڙي مضبوط جواز هوندي بہ اعليٰ فلسفو اهو سمجهيو ويندو جيڪو ڪنهن بہ قسم جي نفرت جي وڪالت نہ ڪري. طاقتور ۽ مثبت فڪر اهو سڏبو جيڪو ٻن دشمن ڌرين کي گڏ ويهاري موزون حل ڪڍڻ جي وڪالت ڪندو. جيڪڏهن نفرت توهانجي دماغ ۾ گهر ڪري وئي تہ توهان پاڻ ئي ان آگ ۾ سڙي ڀسم ٿي ويندئو ۽ پوءِ خود اذيت پسندي توهانجي نسل کي ميساري ڇڏيندي.

توهان سڏي طرح يا اڻ سڏي طرح نفرت جو پرچار ڪندئو تہ تاريخ جي صفحن ۾ ڏوهي سمجهيا ويندئو.

## منظرنامو۔۔۔1

صليبي جنگين، عيسائيت کي رحم جي بدران جنونيت ۾ مبتلا

ڪيو.

سائنسي ايجادون ۾ ان سان لاڳاپيل سائنسي فڪر، INDUSTRIALIZATION يورپ کي ڪليسا جي ظلم تي بڌل معاشري مان آزاد ڪرايو.

ان ئي نئين فڪر INDUSTRIALIZATION ، وري بئي قسم جي غلامي ۽ ظلم ايجاد ڪيو. هڪڙن پئسو لڳايو بين جسماني محنت لڳائي. پئسي لڳائڻ وارا حاوي ٿي ويا.

ڪارل مارڪس ، جسماني محنت ڪندڙن سان ٿيندڙ ظلم ۽ زيادتي کي غير انساني قرار ڏئي ، اهڙو فلسفو ڏنو جيڪو ان اڻ برابريءَ کي ختم ڪري سگهي.

پئسي وارن وري، اعتقاد ۽ مذهب کي استعمال ڪيو تہ جيئن عام مخلوق ۾ اها بڌي پيدا نہ ٿئي.

## منظرنامو.. 2

يهودي واپارين جرمني جي عيسائي اڪثريت واري آباديءَ کي ايترو تہ جڪڙي ڇڏيو هئو جو هٽلر جي نيشنلسٽ سياست ، يهودي دشمنيءَ جي بنياد تي پيدا ٿي..

اقتدار ۾ اچڻ ڪانپوءِ يهودين تي نسل ڪُشي وارا ظلم ڪيا ويا..جنهن کي هولوڪاسٽ سڏيو وڃيٿو.

يهودين وري پئسا استعمال ڪري فلسطين جي ڌرتيءَ تي آباد ٿيا.جتي يهودي مذهب جو بنياد پيو هئو. جڏهن اتان جا شهري ٿي ويا تہ آهستي آهستي غريب فلسطينن کان زمينون خريد ڪري ويا ،

جڏهن زمين هنن جي ملڪيت ٿي وئي ته دنيا جي آڏو هنن اسرائيل جي نالي نئون ملڪ ٺاهيو. آمريڪا ۾ سياست يهودي سرمائيدارن جي هٿ ۾ آهي انڪري، اقوامِ متحدا کان ان کي منظور ڪرايو. جيڪي ظلم هنن تي هٽلر ڪيا هئا ، انهن کان وڌيڪ هنن فلسطينين تي ڪري هنن کي پنهنجي ڌرتيءَ تا بيدخل ڪري ڇڏيو. اها نفرت جي ڪرونولوجي آهي.

## منظرناموءِ...3

برصغير اهڙو خِطو آهي جتي قدرتي وسيلا ۽ پاڻي جهجهي مقدار ۾ موجود هئا. هتي ڪوبہ ماڻهو بُکيو نہ مرندو هئو. هتي ويد لکيا ويا، جن ۾ انسانيت جا اعليٰ قدر موجود آهن. هتي ئي اوائلي انساني تهذيب جُڙي.

جڏهن هتي هندو مَت، برهمڻ ازم پيدا ٿي ته ذات پات جو فرق پيدا ٿيو ۽ ڪجه انسان پئدائشي سٺا ۽ ڪجه پئدائشي خراب سمجهيا ويا. هڪڙن ٻين تي حڪومت شروع ڪئي. ذات پات جي ان نظام انسان کي پستيءَ ۾ ڪيرائي ڇڏيو.

سنڌ بہ ان ئي پربُڪٽي ۾ آهي.

موهين جي دڙي جي تهذيب کي برهمڻ ازم شڪست ڏني.

اسانکي قدر واضع ڪرڻا پوندا. جاگرافي نہ.

مهاڀارت جي ويڙهہ ۾ ڪورو ظالم هئا ۽ پانڊو حق تي هئا. ڪرشن ڀڳوان پانڊوئن جو طرفدار هئو. پر سنڌ جو ان وقت جو اڳواڻ ڪوروئن جي پاسي ٿيو.

اسان قدرن جي حساب سان کھڙي سنڌ کي آڏو رکنداسين، مهين جي دڙي واري سنڌ، جتي ويد لکيا ويا يا راجا ڏاهر واري سنڌ، جيڪا ذات پات جي بنياد تي انسان ۾ فرق پئي ڪري، هندو سنڌي ۽ مسلمان سنڌيءَ کان انڪري ئي نفرت بہ ڪندو هئو. هاڻي بہ هندوستان کان ٻاهر ڪيترائي هندو سنڌي اهو فرق رکندا اچن ٿا.

جديد سنڌ جو سياسي تصوُر جيڪڏهن راجا ڏاهر جي سنڌ کان شروع ٿو ٿئي تہ پوءِ اسان سنڌ جي عام ماڻهوءَ سان نہ پر سنڌ جي حڪمرانن سان گڏ هونداسين.

برصغير ۾ اسلام ۽ پوءِ عيسائيت هندو ڌرم جي انهن ستايلن کي هڪ عزت ڀريو رستو ڏنو جن لاءِ هندو ڌرم هڪ بند ڳلي هئي. (اها ڳالھ حجاج بن يوسف جي زماني ۾ محمد بن قاسم جي اڳواڻيءَ ۾ سنڌ تي حملي کان گھڻو اڳ جي آهي.)

سنڌ ۾ راجا ڏاهر کانپوءِ مسلمان حڪمران ٿيا، انهن بہ ساڳيو وهنوار جاري رکيو. ڪجھ ماڻهو ايمان لاءِ مذهب مٽائيندا آهن ۽ ڪي وري مالي فائدن ۽ اقتدار جي ايرندڙ لهر ڏسي.

ويجهڙي تاريخ ۾ 1843 ۾ انگريزن ٽالپُرن جي حڪومت ختم ڪري اقتدار تي قبضو ڪيو. انگريزن، ٻولي، ادب، امن امان ۽ ڊيولپمنٽ ۾ جيڪو فائدو سنڌ کي ڏنو اهو سنڌ جي ڪاٻہ لوڪل سياسي ڊائيناسٽي نہ ڏئي سگھي هئي.

1935 ۾ سنڌ کي ممبئي مان ڪڍي خودمختيار صوبي جي شڪل ڏني وئي. اجان سنڌ جي ترقيءَ جو خواب سرجڻ لڳو تہ سنڌ جا سياستدان تنگ نظر مذهب جي بنياد تي ويڇو وجهندڙ سياست

جو شڪار ٿي ويا.

ان وقت انگريز حڪمرانن جو سياسي مقصد ٻه اهو ئي هئو ته ماڻهن جي وچ ۾ ويڇا موجود رهن. ان ڪري هنن مذهبي نفرت ئي اڃان مضبوط ڪيو.

سائين جي ايم سيد تاريخي غلطي ڪري ، سيڪيولر ڪانگريس ۽ ڪميونسٽن جي مقابلي ۾ مسلم ليگ جي لاءِ ماحول ٺاهي مذهبي منافرت جو ٻج وڌو.

الله بخش سومرو قتل ٿي ويو ۽ سنڌ ۾ سياسي خال پيدا ٿي ويو. سائين جي ايم سيد کي مرڪزي مسلم ليگ پاڪستان جو نهرآءُ پاس ٿيڻ ڪانپوءِ ، جيڪا جاگيردار ۽ تنگ نظر مذهبي سوچ جو شڪار هئي ، الڳ ڪري ڇڏيو.

سائين جي ايم سيد جي حصي ۾ سياسي حاصلات طور رڳو مسجد منزلگاهه وارا هندو مسلم فساد ئي آيا. جن هن کي پوءِ واري سڄي زندگي ندامت ۾ مبتلا رکيو. ۽ ضد ۾ اچي سڄي عمر گانڌيءَ جو پرچارڪ ثابت ڪرڻ ۾ ڪوشان رهيو.

ورهاڱي جي ڪري ذهنن ۾ ايڏي نفرت پيدا ٿي وڃڻ ڪانپوءِ نئين ملڪ پاڪستان ۾ گانڌيءَ جو پرچارڪ ٿي ڪم ڪيئن ڪري پيو سگهجي، جڏهن ته ورهاڱي کان اڳ گانڌي مخالف رول ادا ڪيو.

مير محمد پيرزادي پنهنجين يادگيرين جي ڪتاب ۾ لکيو آهي ته اسان ڪجهه دوست اهو سوال کڻي سائين جي ايم سيد وٽ وياسين ته گانڌي ڀڳت سنگهه کي ڦاسي جي خلاف ڇو تحريڪ نه

هلائي تہ سائين جي ايم سيد چيو تہ پوءِ گانڌي کي پنهنجي عدم تشدد واري پاليسي تي ليڪ ڏيئڻي پوي ها. مونکي اهو پڙهي خيال ۾ آيو تہ گانڌيءَ وانگر جي ايم سيد ايئن چونہ ڪيو جو جساف جي هٿيار بند سياست ، سا بہ پنهنجن ماڻهن جي خلاف، کان لاتعلقي ڏيکاري ها. حالانڪ ابتو اهڙن شاگردن کي پناهہ ٺيَ سَنَ ۾ ملندي هئي يا سنڌ يونيورسٽي جي انٽرنيشنل هاسٽيل ۾ جينهن کي جساف پنهنجي جاگير سمجهندي هئي.

نتيجي طور نئين ملڪ پاڪستان ۾ سنڌ جو واڳون غير سنڌي عنصر جي هٿ ۾ اچڻيون هيون ۽ آيون.

سياسي حڪمتِ عملي طور سائين جي ايم سيد جو عوام ۾ بہ ڪو ڪم ڪونہ ٿيل هئو ۽ رهندو نوَن حڪمرانن لاءِ بہ باغي ۽ ناقابلِ قبول ٿي ويو. هن پنهنجي ڳوٺ سَنَ کي بہ هڪ ماڊل ڳوٺ طور پيش ڪري نہ سگهيو.

سندس پُٽ سائين امداد محمد شاهہ سياسي سفر هن کان الڳ جاري رکيو جيڪو هڪ روشن خيال ۽ عملي، عوام دوست ۽ اصول پرست سياستدان ٿي پنهنجي وَس آهر ماڻهن جي خدمت ڪندو رهيو. هن اسيمبليءَ واري سياست کي موزون سمجهيو.

هاڻي بہ سائين امداد محمد شاهہ جا پُٽ جلال شاهہ ۽ زين شاهہ سنڌ يونائيٽيڊ پارٽيءَ جي پليٽ فارم تان سياست جاري رکي پنهنجي پيءُ جي روايت کي اڳتي وڌائيندا پيا اچن.

# سنڌ جي عوام جي ڀلائي ۽ قومي تشخص جو مستقبل

هن وقت عالمي منظرنامي تي نظر وجهبي تہ سمجهہ ۾ ايندو تہ سنڌ جي بقا سنڌي ماڻهوءَ جي ڊيولپمينٽ کانسوا ممڪن نہ آهي. اها ڊيولپمينٽ معياري تعليم کانسواءِ نہ ٿيندي. هر سطح جي معياري تعليم، پرائيمري، سيڪنڊري، هائير سيڪنڊري، ۽ يونيورسٽي تائين. هر سياسي پارٽيءَ وٽ ان جو واضع منصوبو هئڻ گهرجي ۽ غير مشروط سهڪار ڪرڻ گهرجي.

مان آمريڪا ۾ پنهنجي ڪامريڊ دوست معشوق ملاح کي چيو هئو تہ منهنجي نظر ۾ سنڌ ڇڏي آيل ماڻهن جو مقصد پئسو ڪمائڻ يا نئون علم ۽ ٽيڪنالوجي حاصل ڪرڻ هئڻ گهُرجي، باقي هتي ويهي سنڌ جو فڪر ڪرڻ رڳو پاڻ کي احساس ڪمتريءَ کان بچائڻ آهي ان سان سنڌ کي ڪوبہ فائدو ڪونہ ملندو. سنڌ جو ڪيس سنڌ ۾ ويٺل ماڻهو ئي وڙهي سگهن ٿا ۔ آمريڪا جي سنڌين کي ان احساسِ محروميءَ مان نڪري اچڻ گهرجي، هاڻي جيڪڏهن سنڌ ڇڏي اچڻ جو فيصلو ڪري ئي چڪا آهيو تہ مڪمل هتان جا ٿي وڃو تہ پوءِ ئي سنڌ کي موٽي وڃڻ جي صورت ۾ ڪجهہ فائدو پهچائي سگهندا.

پارليماني سياست ۾ روشن خيال ۽ ليفٽ جو رنگ رکندڙ سياسي پارٽي ٺاهڻ جي ڪوشش ڪجي جنهن ۾ سنڌ يونائيٽيڊ پارٽي کي شامل ڪجي. پر ان لاءِ ضروري آهي تہ ايس يو پي جيئي

سنڌ جي سوچ رکندڙ پي پي پي دشمني واري عنصر کي رد ڪري مطلب تہ پاڪستان جي فريم ورڪ مان گهٽي ڪان گهٽو حاصل ڪري سنڌ جي تعليم، صحت ۽ ڪميونيڪيشن سسٽم کي مضبوط ڪجي. ۽ ڪرپٽ نمائيمندن مان ڇوٽڪارو حاصل ڪجي.

ايم پي اي جي ٽڪ جيتري سياست ڪري پلهڙيجي جو نمائيندو تيار ڪجي. ۽ اڳتي هلي سنڌ جي سطح تي مختلف صوبائي تڪن لاءِ ماحول جوڙجي.

سنڌي ادب ۽ ثقافت جي پرچار لاءِ سنڌي ادبي سنگت کي 1970 جي آئين تي واپس بيهاري بين الاقوامي معيار جي تنظيم ٺاهجي جيڪا پاڪستان جي سيني ٻولين جي ادب ۽ عالمي ادب جي وهڪري ۾ شامل ٿئي. ان مان سياسي نعري بازي وارو رنگ جهڪو ڪجي.

سياسي حوالي سان پاڪستان تي فوجي اداري جو ايترو تہ دخل وڏي ويو آهي جو اندروني سياسي قوتون ڳيجهوُ بڻيل آهن ۽ ڪوبہ فارمولو يا پارليماني آئيني ترميم فوج کي پاڪستان جي اقتدار تان هٽائي نہ ٿا سگهن. ارڙهين 18 ترميم لفظن ۾ صوبائي خودمختياري ڏئي ڇڏي پر حقيقت ۾ معاملا ويتر خراب ٿي رهيا آهن جو ان ترميم وسيلي پنجاب کي اڃان مضبوط ڪرڻ جا موقعا ملي رهيا آهن ، ڪي پي ڪي جي ترقي پي تي آئي سان مشروط ڪئي وئي، بلوچستان هِٽِ لسٽ تي آهي، اتان جي حڪومت پندرنهن سيڪڙو ووٽ تي بہ جائز قرار ڏنل آهي.

بين الاقوامي قوتون ڪيري لوُگر بل جي شڪل ۾ ناڪام ٿي

چڪيون آهن، هنن کي خبر پئجي وئي تہ فوج کي ڊاج نـہ ٿـو ڪـري سگهجي، انڪري جو سياسي قوتن مان سَٽُ نڪري ويو آهي جنـهـن جا ذميدار بہ اهي بين الاقوامي حصيدار آهـن. سـوويـت يـونـيـن جـي نفسياتي خوف جو شڪار ٿي هنن پاڪستاني فوج ۽ ان جـي خـفـيـا ادارن کي ايترو تہ مضبوط ڪيو آهي جو هاڻي انهن جـي اثـر مـان بـہ نڪري ويا آهن. اهي رياستي قوتون سياسي نظام ٺيـڪـيـداريءَ جـي انداز ۾ هلائڻ چاهيـن ٿـا. اقـتـدار انـهـن کـي مـلـنـدو جـن کـي اهـر شرط T.O.R منظور هجن.

قدرت جو قانون آهي تہ حڪومتي دٻاءُ جي ايترو وڌي ويـنـدو جو ان نظام هيٺ رهندڙ عام ماڻهوءَ مان ان کي هٽائڻ جو سَٽُ خـتـم ٿي ويجي تہ پوءِ ان ظلم ۽ دٻاءَ کي مٽان ڪان ٻاهران حملو ڪـري خـتـم ڪيو ويندو. جنهن جي نتيجي ۾ ان معاشري جـي عـام مـاڻـهـوءَ کـي رليف ملندو. ان رليف واري مـوقـعـي لاءِ سـنـڌي عـوام جـي هـيـومـن ڊيولپمنٽ هن وقت جو وڏو انقلابي ڪم آهي.. تيستائين ڪل خـوشـيءَ ۾ هلنديءَ کي هلڻ ڏجي.

هاڻي سنڌين لاءِ ان ۾ ئي بـقـا آهـي تـہ پـوئـتـي مـوٽ ڪـائـي انٽروورٽ انداز ۾ هيومن ڊيويلپمنٽ ڪن ۽ نسل بچائين.

جيڪي ڏريون قومي آزاديءَ جي نالي ۾ نوجوانن کي مشتعل ڪري رهيون آهن ، اهي موجوده سياسي بالادستـي جـا چـاڙتـا آهـن. شڪار ڪرڻ لاءِ شڪاري ماڻهن کي پيرتي ڪندا آهن تہ جيئن انهـن جي هوُڪرن تي شڪار پنهنجي ٿَمَ يا جوُءِ کي ڇڏي ظاهر ٿي پئـي ۽ شڪاريءَ جي نشاني تي آسانيءَ سان اچي وڃي.

ان ڪهاڻيءَ ۾
شڪاري .......رياستي ادارا آهن
هوُڪرا ڪندڙ...عوام دشمن سياسي قوتون آهن
شڪار.....سنڌي نوجوان آهي.

## بين الاقوامي سياست

سوويت يونين جي ، هڪ بلاڪ جي حيثيت ۾ ، خاتمي ڪانپوءِ دنيا آڌو هڪ ئي نقطو بچيو آهي، جنهن تي بين الاقوامي سياست جو مدار آهي.امن، برداشت ۽ پائيچارو.
(Peace, Tolerance, and mergers ).

يورپ وارن شينجين ويزا سسٽم ۽ يورو ڪي بنياد ٺاهي سرحدون مٽائي ڇڏيون. اهي برطانيه ۽ آمريڪا سان ملي هڪ دائرو ٺاهڻ ۾ ڪامياب ويا آهن. ٻئي دائري ۾ جپان ۽ ٽئين دائري ۾ چين اچي وڃن ٿا. اهي ٽئي دائرا ملي فرسٽ ورلڊ جو تصوُر ٺاهڻ ۾ ڪامياب ويا آهن. سوويت يونين ڪانپوءِ روس هڪ الڳ حيثيت ۾ اجان تائين اڪيلو آهي. باقي سڄي دنيا جنهنَ ۾ اسلامي ملڪ، آفريڪا، اسانجو برِ صغير وارو حصو ان پهرين دنيا لاءِ خام مال ۽ هيومن ريسورس جو ذريعو آهن.

يورپ جي طرز تي سارڪ وارو دائرو جنهن ۾ هندوستان، پاڪستان، بنگلاديش، نيپال، ڀوٽان،سريلنڪا اچي وڃن ٿا ، اهو ڪامياب نه ٿيو. اهو دائرو مضبوط نه ٿئي ان ۾ فرسٽ ورلڊ جو فائدو آهي. ذوالفقار علي ڀٽي وارو اسلامي بلاڪ به انڪري ئي ناڪام ٿيو.

۽ اڪيلي اڪيلي حيثيت ۾ اسلامي ملڪن کي انتشار ۾ رکيو ويو. ان پسمنظر ۾ هر اها سياست جيڪا انتشار ۽ نفرت کي هٿي ڏئي ٿي اها ان بين الاقوامي سرمائيدار ُقوتن جي ساٿاري آهي ۽ جيڪا سياست امن، برداشت ۽ پائيچاري کي هٿي ڏئي ٿي اها محنت ڪش ۽ عوام دوست آهي.

اسلامي ملڪن ۾ موجود اهي تنظيمون ۽ پارٽيون جيڪي ظاهر ۾ امريڪا ۽ اسرائيل جي دشمني جي ڳالهه ڪن ٿيون ، اهي اصل ۾ آمريڪا ۽ اسرائيل جي سرمائيدارن جون سياسي ساٿاري آهن.

ساڳي طرح پاڪستان ۾ قومي ۽ زبان جي بنياد ،تي نفرت رکندڙ سياست ، پاڪستان جي فوجي سياست جون ساٿاري آهن ( ڀلي کڻي ظاهر ۾ فوجي سياست جي مخالفت ڏيکارين). ۽ ڪنهن بہ قسم جي سِولين سيٽ اپ جون دشمن آهن. جڏهن تہ پاڪستان جي عوام جي ڀلائي، جنهن ۾ سنڌي ۽ بلوچ بہ اچي وڃن ٿا ، مضبوط سِولين سيٽ اپ ۾ آهي. جڏهن تہ اسانجي خطي جي عوام جي مجموعي ڀلائي سارڪ واري دائري کي مضبوط ڪرڻ ۾ آهي. هر سطح تي(ادب، صحافت، ڪلچر) اهڙو موقف رکجي جيئن راءِ عامہ کي ان رخ ۾ ڦاهڻ جي لاءِ مدد ملي.

PEACE, NOT WAR

TOLERANCE, NOT INTOLERANCE

MERGER, NOT DISSOCIATION

# ادب جي باري ۾...

ادب تي ڳالهائڻ کان اڳ ۾ اها ڳالهه ذهن ۾ رکجي ته هڪ سِڪي يا ڪرنسي نوٽ جا ٻه پاسا هوندا آهن. ٻنهي مان ڪو هڪ پاسو به مِٽجي وڃي يا خراب ٿي وڃي ته پوءِ اهو سڪو مارڪيٽ ۾ هلڻ جو ڪارج وڃائي ويهندو ۽ واپس بئنڪ ۾ (اسٽيٽ بينڪ ۾) موٽڪليو ويندو جتي ٻيهر نهي مارڪيٽ ۾ ايندو. دڪاندار ڪي اها ڳالهه قائل نه ڪندي ته جيئن ته ٻيو پاسو بلڪل ٺيڪ آهي انڪري هو توهانکي ان جي بدلي ۾ ڪو وکر ڏئي.

شاه عبدللطيف ڀٽائيءَ ان ڳالهه کي هيئن سمجهائيو آهي ته.

*ڪِي ڏَرَ ڏَٺي ماءِ ڪي جَرِ سندي سجڻين*
*هَلي ءِ واجهاءِ ٻنهي جَيرن وچ ۾....*

باهه ساڙي تي، هڪڙي ڏرتيءَ سان لاڳاپيل آهي، ٻي ذاتي ڪيفيت سان لاڳاپيل آهي (اِهو آهي موضوع يا ڪنٽينٽ content)

ٻني جيرن جي وچ ۾، ٻنهي جيرن ڏي ڌيان رکندي هلٽو پوندو(اهو آهي ادب جو گهاڙيٽو يعني فارم Form).

فائين آرٽ ۾ ادب، مصوري، ۽ موسيقي اچي وڃن ٿا.

ان جو خام مال ٻولي(ادب لاءِ)، رنگ(مصوريءَ لاءِ) ۽ سُر(موسيقيءَ لاءِ) ٿيندو آهي.

ڪنهن به آرٽ فارم جو پهريون شرط اهو آهي ته اهو پڙهندڙ ڏسندڙ يا ٻُڌندڙ کي متاثر ڪري. متاثر ڪرڻ سڌو سئون دل سان

يعني اندر جي ڪيفيت سان تعلق رکي ٿو. انڪري پهرين ترينڻنگ اها آهي تہ فنڪار پنهنجي دل جي ڳالهہ ڪري جيڪا اصلي هجي اڳ ۾ ورجائيل نہ هجي.

آرٽ فارم لاءِ اهو موت آهي تہ اهو ڪو بہ مقصد آڏو رکي ٺاهيو وڃي. انڪري جو فن پاڻ بادشاهہ آهي، اهو غلام ٿيندو تہ پنهنجي موت مري ويندو.

دنيا جا پيا ماڻهُو ان کي پنهنجي مقصد لاءِ استعمال ڪندا ، جيڪڏهن اهو پهرين شرط تي پورو لهندو.

اڳ ۾ مقصد ذهن ۾ رکبو انعام حاصل ڪرڻ لاءِ، مشهوُر ٿيڻ لاءِ، رُتبي جي لاءِ، ڪنهن سياسي ڌُريا حڪمرانن کي مرعوب ڪرڻ لاءِ، تہ اهو ٿُرت فائدو تہ حاصل ڪري سگهندو پر تاريخ جي ورقن ۾ رتبو ماڻي نہ سگهندو.

ان جو ٻيو پاسو اهو آهي تہ فنڪار معاشري جو فرد بہ آهي ، اهو معاشري جو فرد ڪمزور بہ ٿي سگهي ٿو ۽ مضبوط بہ. جهڙو اندر تهڙو ٻاهر بہ ٿي سگهي ٿو ۽ اندر ۾ هڪڙو ۽ ظاهر ۾ ٻيو بہ ٿي سگهي ٿو. هڪ اديب جي شخصيت جو اهو پاسو بہ هن جي فن ۽ ادب تي اثر وجهندو.

مان پاڻ کي هميشہ ٻن الڳ حيثيتن ۾ ڏٺو آهي.

معاشري جي فرد جي حيثيت ۾ مان پاڻ مارڪسي فلسفي سان ويجهڙائي رکي آهي ۽ شاعر جي حيثيت ۾ مان رُڳو پنهنجي دل جي واردات بيان ڪئي آهي. شروعاتي ڏينهن ۾ مان پنهنجي شاعريءَ ۾ سياسي ڪمينٽ ڪيو آهي پر گهٽي ياڳي مان عورت جي حسن جي

ڪشش ۽ ان ڪشش جي نتيجي ۾ پنهنجي دل جي ڪيفيت بيان ڪئي آهي.

مان پاڻ ڪي 1930 واري ڍاڪي ۾ ڪميونسٽ خيال رکندڙ اديبن جي پيدا ڪيل تحريڪ جو حصو سمجهيو آهي جيڪا ميڪسم گورڪي، رومين رولان، برٽالٽ بريخت وارن بين الاقوامي فاشزم جي خلاف منظم ڪئي هئي، ۽ ليڪڪن جي بريگيڊ ٺاهي اسپين جي خانہ جنگيءَ ۾ حصو ورتو هئو. جنهن کان متاثر ٿي ڪري سجاد ظهير ۽ مُلڪ راج آنند 1936ع هندوستان ۾ انجمن ترقي پسند مصنفين منظم ڪئي.

هندوستان ۾ اها پهرين تحريڪ هئي جنهن ان وقت جي نوجوان لکندڙن کي متاثر ڪيو جن ۾ فيض احمد فيض، ڪرشن چندر، سردار جعفري، ڪيفي اعظمي، فراق گورکپوري، مخدوم محي الدين نمايان هئا. هندوستان جي سيني ٻولين جي ادب تي ان تحريڪ جو نمايان اثر پيو.

سجاد ظهير ڪميونسٽ پارٽيءَ جو بہ سيڪريٽري هئو ۽ انجمن ترقي پسند مصنفين جو پهريون سيڪريٽري جنرل پڻ.

پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کانپوءِ ادب ۽ صحافت تي ڪميونسٽن جو اثر وڌيڪ هئو. مسلم ليگ ۾ رڳو ڪجھ جاگيردار هئا ، عام ماڻهو ۽ نوجوانن لاءِ ڪو نظريو يا خواب ڪونہ هئو.

انهن ڏينهن ۾ نئين معاشري لاءِ ڪميونسٽن ۽ ترقي پسند اديبن جو ڪردار تعريف جوڳو آهي. ان جي ابتڙ جن اديبن عوام دشمن حڪمرانن جي پنيرائي ڪئي انهن معاشري کي تنگنظريءَ

ڏانهن وچڻ ۾ اڻ سڌي طرح مدد ڪئي. ان دور ۾ ترقي پسند اديبن جي مخالفت، معاشرتي ڪردار جي حوالي سان خراب نتيجا ڏنا. اردو جي اديبن ۾ حسن عسڪري ان لڏي جي اڳواڻي ڪري رهيو هئو.

جنرل ايوب جي مارشل لا ۾ پاڪستان رائيٽرز گلڊ پيدا ٿي جيڪا سرڪاري ادارو هئي. ڪميونسٽ پارٽي ۽ ان سان لاڳاپيل ماڻهن تي ڏکيو وقت آيو. انجمن تي بہ پابندي پئي ۽ سجاد ظهير کي هندوستان وڃڻ تي مجبور ڪيو ويو. جيڪو نهروءَ جو ذاتي دوست هئو. نهرو ڪانگريس ۾ سوشلسٽ طور مشهور هئو. هن سجاد ظهير، ساحر لڌيانوي ۽ قرة العين حيدر کي هندوستان موٽي اچڻ تي ماڻ ڏنو. پاڪستان رائيٽرز گلڊ ۾ ڪيترائي ترقي پسند اديب بہ شامل ٿيا جنهن جي پويان اهو خوف بہ هئو تہ نہ شامل ٿيڻ جي ڪري هنن کي ڪميونسٽن جو ساٿي سمجهي حڪومت جو عتاب ملندو. شيخ اياز جو پهريون شاعريءَ جو مجموعو پئونر ڀِري آڪاس پاڪستان رائيٽرز گلڊ ئي ڇپرايو هئو. نيٺ اڳتي هلي شيخ اياز ۽ ٻيا ون يونٽ جي مخالفت جي ڪري ان عتاب کي ٽاري نہ سگهيا.

نيٺ رياستي جبر سڄي معاشري کي گهيري ۾ آندو ۽ اردو جي ڪيترن ئي اديبن سرڪاري ڏر جو ساٿ ڏئي مجرماڻو ڪردار ادا ڪيو. ٻين ٻولين جا اديب جن ۾ بنگالي، سنڌي، پشتو بلوچ ۽ پنجابي ۾ لکندڙ اديب ترقي پسند ڌُر سان لاڳاپيل رهيا. انهن ۾ اردوءِ لکندڙ اديب پڻ هئا پر ڪميونسٽن تي پابنديءَ جي ڪري سياسي تحرڪ پيدا ڪري نہ سگهيا. ڪميونسٽ پارٽي انڊر گرائونڊ رهي ڪم جاري رکيو پر عوامي سطح تي منظم نہ ٿي سگهيا. جنهن جي

نتيجي ۾ مادري زبان يا قومي سطح تي عوامي ليگ ۽ نعپ جي پليٽ فارم تان محدود سرگرمي ڪندا رهيا. سنڌ ۾ ترقي پسند اردو ۽ سنڌي اديب عوامي ليگ ۽ نعپ سان ئي لاڳاپيل رهيا.

بنگلاديش جي آزاديءَ کانپوءِ مادري زبانن جي ادب تي اجان بہ ڏکيو وقت آيو. جنهن جي نتيجي ۾ اسانجو اديب اوور پوليٽيسائيزover politicize ٿي ويو. مختصر سياسي حڪومت کانپوءِ وري ضياءُالحق جي مارشل لا اونده ۾ اجان بہ اضافو ڪيو.

ڪميونسٽن ۾ اها خاصيت خوب هوندي هئي جو پنهنجي سياسي موقف کي مضبوط ڪرڻ لاءِ معاشري جي مڙني شعبن کي پاڻ سان ڳنڍي سگهندا هئا.

ڪروپوٽڪن جو ڪتاب ڪورس وانگر نوجوانن کي پڙهائيندا هئا جنهن ۾ اها ڳالهہ اثرائتي انداز ۾ چيل آهي تہ اديب هجو وڪيل هجو ڊاڪٽر هجو صحافي هجو پر معاشري جي ذميدار فرد طور ڪيئن پنهنجو ڪردار ادا ڪيو. ان ڪتاب ۾ لکيل هئو تہ جيڪڏهن توهان پنهنجي ذاتي مفاد کان هٽي ڪري عام ماڻهوءَ جي لاءِ سوچڻ شروع ڪيو آهي تہ سمجهي وجو تہ توهانجو رابطو هڪ ڪميونسٽ سان ٿي چڪو آهي.

اهو ڪتاب ڪامريڊ برڪت علي آزاد، نوجوانن ڏانهن جي نالي سان ترجمو ڪيو هئو.

ڪميونسٽ معاشري ۾ سياسي موجودگي پيدا ڪري پوءِ معاشري جي ٻين شعبن جي ماڻهن ۾ احساسِ ذميداري پيدا ڪندا هئا.

اديب پاڻ سياسي هلچل پيدا ناهي ڪندو جڏهن سياسي

ڏريون سياسي تحريڪ ۾ عوام کي شامل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿينديا ته پوءِ اديب ۽ فنڪار به پنهنجي حصي جو پارٽ ان ۾ وجهندا. اديب ڏسي ٿو ته هن وقت ڪابه سياسي قيادت ڪانهي، سياست ذاتي مفاد بڻجي وئي آهي ته ان ۾ اديب شامل نه ٿيندو.

سياستدان پاڻ انساني قدرن کان ڪِريل هجي ته اهو اديب کي طعنو نه ٿو ڏئي سگهي ته هن وقت اديب پنهنجو ڪردار ادا نه ٿا ڪن. به ٽي هزار ماڻهو گڏ ڪري ڌرڻو ڏيڻ يا لانگ مارچ ڪرڻ ڪا سياسي تحريڪ ناهي، ان سان اديب جو ڪو به واسطو نه هوندو، اديب عوام جي مفاد سان سلهاڙيل آهي، جيئن ئي هن کي اهو مفاد ڏسڻ ۾ آيو ته هو پنهنجو حصو ضرور شامل ڪندو.

ٽيستائين مانار جي صورتحال ۾ هو فن تخليق ڪري پنهنجي معاشري کي ڊاڪيومينٽ ڪندو، شاعريءَ ۾ افساني ۾ يا ناول ۾. اديب کي پنهنجي مرضيءَ سان رستو طئه ڪرڻو هوندو آهي، ڪنهن سياسي ڌُر جو ڳيجهوُ ناهي بڻجڻو. پين سيني سياسي پارٽين ۽ تنظيمن ڪميونسٽن جي طريقي جي نقالي ڪئي ۽ شاگردن، عورتن، ٻارڙن، هارين. مزدورن جا فرنٽ ٺاهيا.

هاڻي جيڪڏهن سياسي هلچل ميدان ۾ آهي ئي ڪونه ته اها ناڪامي سياسي ڌُرين جي آهي جنهن ۾ نام نهاد ڪميونسٽ، قومپرست ۽ جمهوريت پسند، سڀ اچي وڃن ٿا.اديب جيڪر انهن کان سوال پڇي ته توهان پنهنجو ڪردار ادا ڇو نه ٿا ڪيو، بجاءِ ان جي ته اديب کان سوال ڪيو وڃي.

اديب کي گهرجي ته ٻولي، معاشري ۽ عام ماڻهوءَ جي اصلي

ڪيفيت ۽ پنهنجي دل جو آواز فن ۾ پيش ڪندو رهي. هن وقت سنڌي اديب سياسي حقن جي بدران سنڌي معاشري ۽ فرد جي مطالعي کي ادب ۾ محفوظ ڪري، اهو ڪارنامو ڪو بيو نه ڪري سگهندو. شاعريءَ ۾ درست ٻولي، ٻوليءَ جي بقا جو سبب ٿيندي.

هر اديب ۽ شاعر پنهنجي پسگردائي، جاگرافي، لهجو معاشرتي قدر جيڪي مَتجي رهيا آهن، انهن کي تخليقي ادب جو حصو ٺاهي، اهو ئي سنڌ جي معاشري ۾ هن جو پاڳُو هوندو.

بين الاقوامي ادب جو مطالعو عام ڪجي. جنهن سان اظهار جا نوان گهاڙيٽا ملي سگهن ٿا.

جيڪڏهن ڪو فرد شاعر آهي، اهو شاعريءَ ۾ جيڪو ڪجهه پيش ڪندو اهو ئي هن جو سنڌ جي خدمت ۾ حصو هوندو. درست ٻولي به خدمت آهي ۽ ڪردار نگاري جيڪا حقيقت تي ٻڌل هجي اها پلي پنهنجي دل جي وارتا ئي ڇونه هجي، هڪ خدمت آهي. لباڙ ڊاڙ ۽ غير حقيقي منظرنامو، ڪنهن غير سنڌيءَ کي سنڌي فرد ۽ معاشري جي سمجهڻ ۾ ڪابه مدد نه ڪندو.

شاهه عبداللطيف ڀٽائي سنڌي ٻولي، ادب ، ثقافت جي حفاظت جو اڪيلو حفاظتي لوڙهو آهي، ان جي پوئلڳيءَ ۾ سنڌي اديب پاڻ سارو ان لوڙهي مٿان پنهنجي حصي جو ڏنگهر رکندو آيو آهي، پر ڀٽائيءَ جي شاعري کي محدود سياسي قومپرستي جو نمونو ڇوڙڻ هن سان زيادتي هوندي، هو عالمي سطح جو تخليقڪار آهي جنهن پنهنجي ڇوڏاري رهندڙ سماج ۽ سماجي اصولن جي اپٽار ڪئي آهي.

شاهه لطيف جيڪڏهن سُر مارئيءَ ۾ جنم ڀومي ۽ اصل جي ڳالهه ڳائي ٿوته وري سُر سسُئيءَ ۾ ڀنڀور کي ٻُرو ۽ باهه ڏيڻ جي ڳالهه به ڪري ٿو جاگرافيءَ جي لحاظ کان ته اهي ٻئي شهر موجوده سنڌ ۾ آهن. پو هوُ ڪهڙي جاگرافيءَ واري سنڌ جي ڳالهه ٿو ڪري. مطلب ته ڀٽائيءَ وٽ عشق، محبت ئي مستقل قَدُر values آهن. ساڳي ڳالهه اياز امداد، امر جليل، عبدالقادر جوڻيجو، نورالهُدا شاهه سان به لاڳو آهي.

هن وقت سنڌ ۾ تخليقي ادبي سرگرميون ڪراچي لٽريچر فيسٽيول، سنڌ لٽريچر فيسٽيول، سکر ۾ جاڳرتا فورم، ۽ حيدرآباد ۾ خانه بدوش ڪيفي ۽ ڪراچيءَ ۾ انيس انصاري اڪيڊمي جي پليٽ فارم تان ٿي رهيون آهن، سنڌي ادبي سنگت، يا انجمن ترقي پسند مصنفين غير تخليقي روايت پسند ماڻهن جي هٿ چڙهيل آهن.

هن وقت سنڌي ادب جو مسئلو ۽ مقصد، تخليق آهي تنظيم نه آهي، انڪري اهڙي ماحول جي همت افزائي ڪرڻ گهرجي جنهن ۾ اسانجو لکندڙ نوان گهاڙيتا، اظهار جون نيون ترڪيبون ۽ بين الاقوامي ادب ۾ ٿيندڙ تجربن مان لاڀ حاصل ڪري سگهي.

اسٽڊي سرڪل جي طرز تي هر شهر ۾ گروپ ٺاهڻ جي همت افزائي ڪجي، آڊيو، ويڊيو ڊاڪيومينٽريز گڏجي ڏِسجن ۽ ڊائلاگ کي ڦهلائجي.

سنڌي اِدبي سنگت جي ادبي ڪلاسن کي نئون روپ ڏجي، سڪٽي تنظيم پلي ڪنهن جي به هٿ ۾ هجي.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻَ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعویٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن ڄاڙ وڏي ٿي ڄڱَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي ڪي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوِ، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽـتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪرِ پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَـنَ پَـنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)